ٻار ڇوڪري آهي ته شل نه ڪنهن جي ساعت ٽڙي، سو هن ٻار جو نصيب ئي هن کان خفا
ني ڏٺو. هر ڏٺي ۾ اوڌر هن ٻار جا ٽرا ڪيي ڇليا. پنهنجي رقم گهرڻ لئي هن ٻار
کي ڇڙٻون ني ملنديون رهيون ۽ آخر هار کائي هن اوڌر ڏان هٿ کڻي ڇڏيو.
لحاظي ٻيڪريءَ جو ٻه اهو ئي حال ٿيو. جن کي هن پنهنجو سمجهي
ٻاڻ وڃت رکيو اهي ئي هن کي ٻوهي ۾ وجهي وڃندا رهيا.

روئي ٿيار هئي اٿي ٻار وڃنا ڪاڻ. ڳالهين ڪندي گنگارام ٻڌ کي ڇيو ته
ٻار آهين ٿون ئه ٻرهمڻ، کٽي ٻياٽيءَ لاءِ ڪو سٺو گهر نظر ۾ هجئي ته ٻڌاءِ ٻر دوست
ڏٺي ليٽي واجبي. جيڏو هن خاندان جو نالو آهي اوتري هن وقت ڪالهي. ٻڌهن ٿي
ٻڌ کلي ڇيو هو ته ادل جي مائٽين جا ڪم ڪرڀان ها ته اڄ ڇو ٻرائي ٻجگيري
ڪندي پنهنجي عمر وڃايان ها ۽ اڄ ڪالهه ته مٽي مائٽيءَ جا ڪم ئه ڪن دلالن ۽
ايجنسين پنهنجي هٿ ۾ ڪيا آهن ۽ دوست هن زمالي ۾ ته ٿاهي ٻرهمڻ ٿي ووڪ
وارا رهيا آهن جيڪي سچا آهن ٿن اهو ڪم ٻند ڪري ڇڏيو آهي. ٻي وڏي ڳالهه
اها آهي ته ايماندار ۽ وڏڪي انسان ئه ذري گهٽ جيڪر غائب ٿي ويا آهن.
ٻرائي چائيءَ کي پنهنجي سمجهي ڪم ڪن ٿا ٿهرون سڀيالين. ٻڌهن ٿي مکيءَ گنيرر
ٽي ڇيو هو ته ٻار ڇٽين نه سچ ٿو. وڏي ڳالهه ته اڄ ڪالهه ڏيٽي ليٽيءَ جي مرض
جو هي ايڏو گهڻو ڪيٽن ته اسانجي سماج کي اندر ئي اندر کائي کوکلو ڪري رهيو
آهي. سائين ليلاشاه جهڙن سنتن ۽ لشڪام سماج سڌارڪن پنهنجي زندگيءَ جي سڄي
پونجي ۽ ٽپسيا جو سڄو نچوڙ ڪم آڻي پنهنجي سماج مان اهو مرض ٽڙي ڪيڻ لاءِ
ڪيتري نه جاکوڙ ڪئي. ٻر اسين سڌرندا سين؟ اسانجا سنڌي ٻه ڪيترا نه سياڻا
آهن جو هڙي سادگيءَ جي اوٽار ۽ سنت کي اُهي هيٺيون مٿيون ٻڌائي ٻند پيٽيءَ
جي ايڏي شيشي ۾ ٻند ڪري ڇڏيو. سائين جن ئه خوش ٿي ويا ته هنن جي ٽپسيا
رنگ لاٿو آهي ۽ سنڌين کي سمت آئي آهي. ٻر ٻند پيٽيءَ ۾ جيڪي قهر ۽ ظلم
ٻند آهن اهي ڪنهن کان ڳجها آهن؟ ڏٺهن ٿر چوان ته ٻار جيڪي اهڙن سنتن
سنجهان ٿا ٿرن سي سماج جو کهڙو ڀلو ڪندا. هڪ اڻ هوند ٻيو افعال ٻڇڙا. ڏس
شرما، هڪ ته ٿورائيءَ ۾ ٻيو ٻاڻ ۾ ميل ميلاپ نالي ماتر ٻڌهن ۾ اُهي ڪوڙهه ۾
خارش وانگر حسد جو جذبو اسان ۾ ڏينهون ڏينهن وڌي پيو. شايد کي ٻيرن جا
ٽيل آهيون. رڳو ٻاڻ کان سکئي کي ڏسي ساڙ وچان اُن کي دکي ڪري پنهنجو ٻن
اضي رکون. اڙي ٻار اسان کي رڳسارو ٿيڻ ڪپي نه ڪي حاسد. جڏهن ٽا ڇٽو مکي

صاحب نند وراڻيو هو. تنهن ۾ گنگارام ڪيس ڇو هو ته ٻار مون ٽوڪي منع ڪئي
آهي ته مرليڪي اون مڪي نه ڇوڙيندو ڪڏهن ته هاڻ اُن عهدي تان به استعيفا ڏيان ٿو.
تنهن ۾ نند ڇيو هو ته اها نه تنهنجي خام خيالي آهي. ٻيو ڪير اهڙي ٻيچ وارو
عهدو سنڀاليندو، ڪنهن ۾ آهي اتري اوم ۽ سهڻ شڪتي. نند ڪيترا ڀيرا ميٽنگ
هلندي محسوس ڪيو هو ته ميٽنگ هلندي ڪيترا ڀيرا ڪو ٻاهه ڪيٽن ته اُن ڪري
ڪڍڻ وڌ ڳالهائي وهندو هو ٻه هي ٻار گنگارام ۾ زهر جو ڏنگ ٻيري سڀ سهي ويندو
هو. سندس نظريو هو ته اسان مان ٻرابر جيڪن ٻوءِ ليڪن گهٽيو وڃي حي مان به اُن ڇيڙ
۾ ٻوان نه ٻوءِ هن پنڌيائيس جو واهي الله ۾ ڪير ليندو.

"واهگرو سنگهه هئا."

نند جي والان به اهي اکر ٻاڻ مرادو ۾ لڪري ويا ۽ ڪنهل هڙ لاءِ هن پنهنجو
ڪاهو متايو. نند کي اُن هڙ جو وزن وڌندو معلوم ٿيڻ لڳو. ٻئي طرف سندس قدم
به ٻاري ۾ رهيا هئا. هلندي هلندي هن پنهنجي ڪيسي ڪسي ٽٽولي اندر ٻيل اُن
وصيعت جي هڙ جي خاطري ڪئي جا برابر ڪيسي ۾ هئي.

"سمت سي مکت هئا" لعرو بلند ٿيو ته نند به اهي اکر دهرايا ۽ اڳتي وڌندو
رهيو. هاڻ اهو رڙهڻ نه هو، هلڻ ڪئي هو. سمت سي مکت هئا. يعني سچ ۾
هلڻ سان ئي مڪتي ملندي ٻر اهي اکر پنهنجي ٻوليءَ ۾ نه هئي لوڪل ٻوليءَ ۾ چيا
ويا هئا "سمت سي مکت هئا" شايد هتي لوڪل ٻالڻ کي اهو احساس ڪرائڻ لاءِ ته
اسين سنڌي ضرور آهيون پر سائڻي وقت هندو به آهيون. ٽوهائيون ۽ اسائيون
سماجي رشتيون ۽ رسمون به لڳ ڀڳ هڪ جهڙيون آهن. اسين به ٽوهان وانگر جي ۽
موت ۾ ٽلون ۽ رڙون لنا. اُن ڪري اسانکي الڳ قوم نه سمجهي پنهنجا ۾
ٻاڻ سمجهو.

نند وصيعت بابت سوچڻ لڳو، جا اڄ کان سال کن اڳ، جڏهن نند گوٺ ۾
سنڌي اڪاڊميءَ طرفان سنڌي ڪلاس هلائڻ جي منظوري حاصل ڪئي هئي ۽ اهو
خط گنگارام وٽ کڻي ويو هو ۽ کيس ٻارن کي سنڌي پڙهائڻ جي اوپنڊ ڪئي
هئائين. ان ڏينهن گنگارام اوچتو بيمار ٿي پيو هو. اُن هوندي به هن اهو خط
پڙهي خوش ٿيندي چيو هو ته شرما مان پنهنجون شيوائون ڏيڻ لاءِ هردم تيار آهيان.
دعا ڪر ته جلد ٿي تيار ٿيان. اهو نه ڏرم جو ڪم آهي ۽ وڏي ۾ وڏي سنڌي
سماج جي شيوا ٿيا. اڄ هتي جاول اسالجي ٻولي نهي الف بي کان به واقف

ڪولهي. ڪيترا ڀائر ۽ ڀينر سنڌي ۾ لکيل خط مون کان پڙهائيندا آهن ۽ لکائيندا
آهن اهي حال رهيا ته اسان جي ٻوليءَ جو ڇا ٿيندو. ڪير شاهه جو رسالو، سائين
سچل جا بيت، ساميءَ جا سلوڪ پڙهندو. ڪير سنڌي ادب ڇپائيندو ۽ جي ڪو
سنڌي ڪتاب ڇپجي ايندو ته ان کي پڙهندو ڪير؟ ڀلو اٿم ته اڪادمي هر سال
سنڌي ڪتاب ڇپائي ٿي. پر ٻار اُنهن کي پڙهڻ وارا ته وڃن ٿا گهٽ ٿيندا. مون
جهڙو ڪو پوڙهو مري ٿو ته اهو هڪ سنڌي مري ٿو ۽ جمڻ وارو هندي، گجراتي،
مرهٽو يا راجستاني يا بنگالي ٿئي ٿو پر سنڌي نٿو ٿئي. ائين ڇو؟ اڪادميءَ کي
سنڌي پڙهڻ وارا تيار ڪرڻ گهرجن. اڄ اسان جا ٻار ۽ ٻالڪ سنڌي ٻولي نه ڄاڻڻ
جي ڪمي محسوس ڪري رهيا آهن. ڪيترن جي تمنا آهي ته اهي سنڌي سکن.
سرڪار پڻ ڌيان ڏئي ٿي، اسان جا ٻار ۽ پنهنجا اهل خط ٻين کان پڙهائڻ ۽ لکائڻ جي
مجبوريءَ لئي اندر ئي اندر لڇي رهيا آهن. پر اسان جا اڳواڻ، جو اسان جا بزرگ
ليڊر ۽ مدبر گندي سياست جو شڪار ٿي ٻاڻ ۾ لڇيءَ ٿا، وڏهي پنهنجا پنهنجا ليڊراني
سڪا هلائڻ خاطر پنهنجي قوم سان غداري ڪري رهيا آهن. جنهن جو اگرو
نتيجو اسان جي ايندڙ نسل کي ڀوڳڻو پوندو ۽ اهي همت ڪٿي اسان کي ٻڌيندا ۽
ٻڌيندا اهي خود غرض سياسي ليڊرن کي. ايترو چئي گنگارام ڪٿ جي اٿس کي
جهلي پاسو ورائي ڇڏيو. پرسان رکيل هڪ وڏي ڪاٺ جي پيٽيءَ جو ڍڪ کوليندي
چيائين ڏس شرما، هيترا سارا ڪتاب آهن ۽ هي ڏس منهنجون ڪويتائون ۽ ڪهاڻيون
جيڪي ڇپجي نه سگهيون آهن. ڪي اخبارن ۾ ڇپيل رچنائون، هيءَ ڪتاب سڀ
سنڌ ۾ ڇپيل آهن. منهنجي مئي پڄاڻان ڪير اهن کي پڙهندو؟ هيءَ سڀ ناميارن
اديبن جا ڪتاب آهن ڪيترن کي ته اُڌوهي کائي وئي آهي. پيٽيءَ جو ڍڪ کڻڻ
لئي ان مان عجيب سڙهيل بدبودار هب اٿي، منجهس ڪل ٽڏيون گينگها ۽ ٻيا
ڪي جيوَ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄي لڪڻ لڳا. هن ڏڪندڙ هٿن سان اهي ڪتاب ٻاهر
ڪڍڻ شروع ڪيا. مان به ڪيس مدد ڪرڻ لڳو. زمين تي ڪتابن جو ڍير لڳي ويو.
پيٽيءَ جي تري ۾ اُڌوهي کاڌل ڪتابن جا پنا چمبڙيل هئا. مان پيٽي کڻي وڃي
ٻاهر ڇنڊي ۽ گاسليٽ ڪٺي پيٽيءَ جي تري ۾ لڳائي، وري ان ۾ ڪتاب ٿاهي،
رکڻ لڳو. اوچتو هڪ ڪتاب مان هڪ ٿلهو ويڙهيل پنو هيٺ ڪري پيو. مان
اهو کڻي کولي ڏٺو ته اهو هڪ 5 روپيه وارو اسٽامپ پيپر هو جنهن تي گنگارام اها
وصيعت لکي هئي ته "مان گنگارام ولد خانچند بنا ڪنهن نشي ورتي پنهنجي
صحي هوش حواس ۾ هيءَ وصيعت پنهنجي هٿ اکرن سان ڪريان ٿو ته منهنجي

موت ليڻ تي هن پنهنجيءَ ٻ سالياڻل سنڌي ڪتابن جو اهم خزانو ۽ منهنجا لکيل
ڪيس ۽ ڪهاڻين جو بنڊلو منهنجي ارٿيءَ سان گڏ منهنجي چتا جي حوالي ڪيو
وڃي. ڇو جو منهنجا ٻار جيڪي سنڌي هوندي به، پنهنجي مٺڙي سنڌي ٻولي
پڙهي نه سگهيا آهن، انهن لاءِ هيءَ ادب ردي آهي ۽ اهي انهن کي ڪٺي ڪنهن
ڪباڙيءَ يا ردي‌ءَ جي دڪان تي ڪوڙين جي اگهه تي وڪڻي ايندا ۽ پوءِ انهن
ڪتابن ۽ رسالن جي پوتر ورقن تي، جن تي ڪيترن اديبن، ساهتيڪارن مديرن ۽
ليکڪن پنهنجا ليک اتاريا. پنهنجي لياقت جا اهڙا موتي جڙيا آهن انهن ورقن تي
دال پڪوڙا، دهي وڙا ۽ پڪوڙا وڪامندا ۽ عام ماڻهو انهن پوتر ورقن تي اهي
کائي انهن کي چورو ڪري ڪنهن گندي ناليءَ ۾ ڦٽو ڪندا. اهي سڀ ڳالهيون
مٽي پڄاڻان منهنجي آتما کي دکي ڪنديون ان ڪري منهنجي سنڌي پنهنجائپ
کي ڏسندي ونتي آهي ته منهنجي مٽي پڄاڻا منهنجي وصيت تي عمل ڪري
منهنجي آتما کي شانتي پهچائي، اترو لکڻ کان پوءِ هيٺ صحيح ڪيل هئي ۽ تاريخ
وڌل هئي. نند اها وصيت پڙهي وائڙو ٿي مکيءَ طرف سوالي نگاهه سان نهارڻ
لڳو. گنگارام سندس مطلب سمجهي چيو ته هائو اول اهو سچ آهي جيئن تون ۽ مان
سچ آهيون. پنهنجي ڪمزور آواز تي قابو پائيندي هن چيو ته اڄ مان اها وصيت
تنهنجي حوالي ٿو ڪريان جنهن تي وري اهو اترو پورو ڪرڻو جيترو تولي آهي.
توکي قسم آهي پنهنجي اشٽ ديو جوءِ منهنجي مٽي کان پوءِ اهو سڀ تون ئي پورو
ڪري سگهين ٿو. آخر تون به ته هڪ شاعر آهين ۽ شاعر جي دل جو درد چڱيءَ
طرح ڄاڻي سگهين ٿو. جي ان ڪم ۾ تو ڪوتاهي ڪئي ته منهنجي آتما توکي
ڪڏهن به معاف نه ڪندي. تنهن تي نند منٿرو ڪلي ڪيس چيو هو ته يار مرن تنهنجا
دشمن، ڪيس ٻانهن کان جهلي کٽ تي ليٽائي ڪيس آٿت ڏيندي چيو ته زوراور
بادشاهه اهي ڪرميون سرڏاون ته انسان لاءِ ئي آهن تو هروڀرو ڪٺي پنهنجي دل
لٿي ڪئي آهي. ڪيترو سالين ته جلد ڪڇراون ڪنداسين. تنهن تي گنگارام چيو
هو ته هائو اهي ته ڪنداسين پر هي ڪم تنهنجي حوالي ڪري مان هاڻ نچنت
ٿيو آهيان.

ٿورو ترسي نند چيو هو ته يار هي اڻ ڇپيل رچنائون جو ته تو ڇپائين. هاڻ ته
اڪاسي به سٺن ليکڪن ۽ شاعرن جا مجموعا ڇپائي ٿي. تنهن تي مکيءَ چيو هو ته
اڪاسي؟ انهن جو مالڪ تون آهين. تون ڄاڻ تنهنجو ڪم، اسان جو فائدو ته ڪائي

اُتي نڪري آيو آهي. هاڻ سڏ ڪرڻ لاءِ به واپس ڪونه ايندو. اها هئي لند ۽
مڪيش جي خاص ملاقات جيڪا ڪنهن فلم وانگر سندس دماغ جي پردي تي هلي
رهي هئي ۽ اڄ لند اُن وصيعت موجب سڀ ڪتاب ته ڪونه کنيا پر جيڪي قانل
ٻا اڏوهي کاڌل ۽ اڻ ڪارائتا هئا تن جي هڙ ٻڌل هئي. باقي ڪتاب ۽ گدڪارام
جون لکيل رچنائون سندس گهر وارن کان اجازت وٺي پنهنجي گهر روانا ڪيا ۽
ٻڌل هڙ پاڻ سان کڻي هليو پنهنجي ٻار سان ڪيل انجام کي پاڙي ڏيڻ ۽ پنهنجي ٻار
جي انتم اڇا ۽ پنهنجي وصيعت موجب ٻار جي چتا کي اهو خزانو ارپڻ ڪرڻ.

”رام نام ستيه هه“ اهو بلند ٿيو. ارٿيءَ کي ويساهي ڏيئي ڪانڌي جيڪي
اڳيان هئا تن کي پٺيان ۽ پٺين کي اڳيان ڪري جلوس اڳتي منزل ڏانهن وڌيو.
لند به پنهنجون اکيون اگهي انهن سان گڏ هلندو رهيو. پنهنجي ٻار جي آتما
موجب ڪيس ”سي-آف“ ڪرڻ اهو به آخري سفر لاءِ جتان وري ڪو موٽي ڪونه
آيو آهي ايندو. ايندئون اُن جون وائيا ٻيار ڀريون ڳالهيون. کل چرچا ۽ ٽهڪن جا
پڙاڏا ۽ اهي اي مروس يادگيرون جيڪي اڇي زنده انسان کي ڪن پلن لاءِ دکي ڪري
روئاري هليون وينديون.

■

Saraswati Sadan, Nehru Colony, BALOTRA-344022.

# شوڀا

□ گرداس آهوجا

هوءَ زندگيءَ کان بيزار ٿي وئي هئي. زندگي ڪجهه وقت اڳي سندر، سٺي
لڳي رهي هئي هئڪي. پر هينئر هن کي اهائي زندگي زهر سمان لڳي رهي هئي.
لنڪ. اچي چڪي هئي هوءَ اهڙيءَ زندگيءَ کان. هن کي اهڙيءَ بيماريءَ گهيري ورتو
هو جتان هن جو بچڻ مشڪل هو. مشڪل ئي نه پر ناممڪن. ڪجهه ڏينهن اڳ هوءَ
لڙڪي رهي هئي، کنجهي رهي هئي، روئي رهي هئي، کنگهي رهي هئي، اکڙا
اکڙا ساهه کڻي رهي هئي. هن جي پتيءَ وڃي جلد ئي ڪري ڊاڪٽر کي گهرائي
ورتو. ڊاڪٽر انجيڪشن بعد دوا ڏني ۽ شوڀا کي سٺي هدايتون، جيئن هوءَ رات جو آرام
ڪري سگهي. ڊاڪٽر وڃڻ کي چيو هو ته هوءَ صبح تائين آرام سان سمهي سگهندي.

هينئر هوءَ شانت آهي، نڪي کنگهه ٿي ڪري، کنجهي ڪو نه ٿي، کنگهي،
لڙڪي ڪو نه ٿي. هوءَ شانت بلڪل شانت سمهي پئي آهي.

وچ اتي وساڻي ۽ ٽيبل ليمپ چالو ڪري آرام ڪرسيءَ تي ليٽي ٽيبل تي
رکيل سگريٽ جو پاڪيٽ ۽ ماچيس کڻي سگريٽ جو پاڪيٽ کولي هڪ سگريٽ
ڪڍي ماچيس سان تيلي ٻاري سگريٽ دکايائين ۽ لنبا لنبا ڪش هڻڻ لڳو. تمام
گهڻو ٿڪل هو پر پتنيءَ جي بيمار حالت ڏسي هن جي ليٽڻ جي ننڊ الائي وئي
هئي. چنتائن هن کي گهيري ورتو هو. هينئر به هو ويچارن ۾ غلطان ٿي ويو هو.

شوڀا، ها هن جي زال شوڀا بيمار شوڀا. اڄ اٺ مهنا مس ٿيا آهن هن کي
شوڀا سان شادي ڪئي. اٺ مهنا ڪيئن گذري ويا هن کي ڪجهه خبر نه پئي.
گهمڻ ڦرڻ، موج مستيءَ ۾ اٺ مهنا گذري ويا. تمام گهڻو پريم هوندو هو هن کي
پنهنجي پتنيءَ شوڀا سان. شوڀا به هن کي تمام گهڻو چاهيندي هئي، تمام گهڻو
هيءَ جڏهن آفيس ويندو هو ته شوڀا هن کي در تائين ڇڏڻ ويندي هئي ۽ هي
شوڀا کي آغوش ۾ جڪڙي ۽ هڪ پيار ڀري چمي ڏيندو هو ۽ هٿ هلائيندو ٻاهر

ڪندو هيو ۽ آفيس ويندو هو. آفيس مان موٽندو هو ته شوڀا در ۾ بيٺي هن جي اچڻ جو انتظار ڪندي هئي. پريان کان ئي هن کي ڏسندي هئي ته خوشيءَ ۾ جهومي اٿندي هئي ۽ ٻئي هٿ ٻکها ڪندي هئي. شوڀا جا ٻئي هٿ پڪڙي هيءُ شوڀا کي آغوش ۾ جڪڙي ڇڏيندو هو. ٻئي هڪ ٻئي کي تمام گهڻو پيار ڪندا هئا. قدرت کان هنن جو پيار ڏٺو نه ويو. قدرت کي ساڙ ٿيو ۽ شوڀا اهڙيءَ بيماريءَ ۾ ڦاسي وئي جنهن مان هن جو اچڻ مشڪل هو. وڏي ڊاڪٽر جي دوا چالو هئي. هزارين روپيا هاريا هن پنهنجيءَ شوڀا لاءِ پر ڪو فرق نه پيو. آخر ۾ اهو ٻڌي جواب مليو ته هن جي اچڻ جو آسرو گهٽ آهي. مهينو به مس ڪڍي سگهي.

اهي اکر جڏهن هن ٻڌا ته هن جي دل کي سخت صدمو پهتو. هن جو بدن ڪنبڻ لڳو. ڇا؟ ڇا منهنجي شوڀا مونکي ڇڏي هلي ويندي؟ نه.... نه ائين هرگز نه ٿيندو. هرگز نه. هوءَ مونکي اڪيلو ڇڏي نه ويندي. هوءَ جيئندي ضرور جيئندي ۽ منهنجي لاءِ جيئندي!

هيءُ وڏا وڏا ڊاڪٽر ڪوڙ ٿا ڳالهائن؟

"هيءُ، ها هيءُ وڏا وڏا ڊاڪٽر آهن. هيءُ ڪوڙ ڪو نه ڳالهائيندا، ڪوڙ ڪو نه ڳالهائيندا پر.... پر.... منهنجي شوڀا آخر ڪيستائين لوڙيندي.... آخر ڪيستائين هيئن لڇندي رهندي. هن جي سرير ۾ سيون ٿيون لڳن تنهن مهل هوءَ رڙيون ٿي ڪري، لڇي ٿي. اکيون ٻاهر ٿيون اکري اچنس، ڪنجهي ٿي، سڄو سرير هن جو لال ٿي ٿو وڃي، ڏکڻ ٿي لڳي هوءَ. هن جي اهڙي حالت مونکان ڏٺي نٿي وڃي. مان ڇا ڪيان.... مان ڇا ڪيان.... مونکي ڪجهه سمجهه ۾ نٿو اچي. هي ڀڳوان تون هيءَ ڪهڙي پاپن جي سزا ڏئي رهيو آهين شوڀا کي. هن ڪنهنجو ڪهڙو ڏوهه، ڪهڙو گناهه ڪيو آهي. جو تون هن کي هيءَ سزا ڏئي رهيو آهين.

هن جو من وري چوڻ لڳو "هيءَ هن ڏک مان ڇٽي سگهندي".

"ڪيئن ٿي ڇٽي سگهي ٻڌاءِ جلد ٻڌاءِ".

"تون هن کي زهر ڏئي ڇڏ. سلو پوائزن، آهستي آهستي دوا ۾ ٿورو زهر وجهي هن کي پيئاريندو ڪر، جلد ئي هيءَ ڏکن کان ڇوٽڪارو پائيندي. هوءَ لڇندي نه، ڪنجهندي نه، نه ئي سهڪندي، نه ئي لوڙيندي".

"مان.... مان.... هن کي زهر ڏيان! دوا ۾! آهستي آهستي؟ سلو پوائزن!؟ نه نه مان زهر نه ڏيندس، شوڀا کي مان منهنجي مٺڙيءَ شوڀا کي زهر نه ڏيندس.

هيءَ ڪنبڻ لڳو، هن جو سڄو سرير ڏڪڻ لڳو.

”تون جيڪڏهن هن کي ڏسين ها، ڏسندين ته هوءَ اوڙهندي، اڃا به وڌيڪ دکي ٿيندي. اڃا به وڌيڪ اڙڪندي، ٿڪندي، روئون ڪندي، ڇا تون اُن وقت هن جون روئون، ڇڏون، لڙڪڻ، ٿڪڻ، سهي سگهندين، تون .... تون شوبا کي خوب چاهين ٿو نه .......“

”ها، ها مان شوبا کي چاهيان ٿو. تمام گهڻو چاهيان ٿو، مونکي جيترو مهنجو ساهه پيارو آهي اُن کان به وڌيڪ مونکي مهنجي شوبا پياري آهي“.

”تون شوبا کي چاهين ٿو ته هن کي دکن کان ڇوٽڪارو ڏيار هن کي نه تڙڦاءِ هن جي آتما توکي دعائون ڪندي تون شوبا کي دکن کان ڇڏاءِ جيڪو ڪم قدرت توکان ڏهن سال بعد ڪرڻ واري آهي اهو تون جلد ڪندين اُن ۾ ڪو به پاپ نه آهي؟ شوبا جي بيماريءَ لاءِ ڊاڪٽرن وٽ به نه ڪو علاج ڪونهي. اڄ نه سڀاڻي ڪجهه ڏينهن بعد موت ته اچڻو ئي آهي. اوهه تون هن کي وڌيڪ ڇو ٿو دک ڏين ڇو ٿو تون هن کي تڙڦڻ ڏين. هن کي آهستي آهستي زهر ڏيئي دکن کان ڇڏاءِ، هن کي دکن کان ڇڏاءِ.... هن کي دکن کان.......“

هلڪي ڇنڊ اکري وئي هن جي واقعي مان، هن کان ڇرڪ اکري ويو. هي ڪنبڻ لڳو، هن جو سارو سڄو ڪنبڻ لڳو. هن هڪ نظر شوبا طرف وڌي. شوبا شانت سمهي پئي هئي. زرد چهرو ڏسي هن جي اکين ۾ آنسو ڀرجي آيا. اف! زردي بيماريءَ هن کي اصل نه ڇڏيو آهي! ڪيتري نه مايوس ٿي وئي آهي. مدون نه سگهي ويو الس. پوران ڪيتري نه سندر لڳندي هئي گل وانگر ڪومل. هن پڪو نهيو، ڪيئن نه هاڻي هو شوبا کي وڌيڪ تڙڦڻ نه ڏيندو. وڌيڪ دکي ٿيڻ نه ڏيندو. سوچيندي سوچيندي هن جي اک لڳي وئي.

صبوح جو هن جي اک کلي ته هن ڏٺو ته شوبا اڃا شانت سمهي پئي آهي. هن آلي چانهه لاهي پيتي؟ هڪ ڪوپ شوبا جي پلنگ جي پرسان رکيل ٽيبل تي رکيو. آهستي آهستي شوبا هوش ۾ آئي. ٿورو تڙڦي پر وجهه دوا ڏنس ڪجهه فرق ٿيس، ڇيچو کلي هن آهستي آهستي شوبا کي چانهه پيئاري.

شوبا جي اکين ۾ آنسو اچي ويا. ڏکندڙ لفظن ۾ چيائين ”توهان توهان.... رات گهڻي دير تائين جاڳيا آهيو نه..... توهان مهنجي ڪيتري شيوا ٿا ڪريو. مان ڪيترن ئي جنمن تائين توهان جو اهو ٿورو نه لاهي سگهندس. مان پاپڻ آهيان....

فرض نہ منهنجو آهي توهان جي سيوا ڪرڻ؟ .... مسان پنهنجي .... توهان کان سيوا ڪرائي رهي آهيان". چوندي شوڀا جي اکين ۾ آنسو اچي ويا.

"شوڀا تون هيءَ ڇو ٿي چئين، ڇا تون آهين ڇا!؟ هيءَ تہ منهنجو فرض آهي. مان بيمار هجان تہ تون منهنجي سيوا نہ ڪرين ڇا؟"

"توهان ۾ ۽ مون ۾ فرق آهي. توهان پتي آهيو مان توهان جي پتني آهيان. هر پتنيءَ جو فرض ٿيندو آهي پتيءَ جي سيوا ڪرڻ نہ سيوا ڪرائڻ".

"شوڀا اهو نہ ڀليو تہ پتني پتيءَ جي اردانگني ٿيندي آهي، اڌ شرير ٿيندي آهي. تون منهنجو اڌ انگ آهين. ڇا منهنجو فرض نہ آهي تہ مان پنهنجي ان انگ کي ٺيڪ ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪيان، هيءَ منهنجو فرض آهي شوڀا!"

شوڀا جي اکين مان آنسو وهي اچي شوڀا جي ڪومل ڳلن تي پيا. ڏڪندڙ لفظن سان هن چيو، "شوڀا تون.... تون .... هاڻي دک نہ ڏسندينءَ تون .... تون جلد ٺيڪ ٿي وينديءَ...." هن جي اکين مان آنسو وهڻ لڳا.

"مان.... مان ڄاڻان ٿي.... مان جلد ٺيڪ ٿي وينديس مان جلد ٺيڪ ٿي وينديس.... مونکان .... مونکان هاڻي هيءَ دک سهن ٿا ٿين.... مان هنن دکن کان ڇٽڻ چاهيان ٿي. ڇٽڻ چاهيان ٿي سوامي". ايترو چئي شوڀا اکيون بند ڪيون. شوڀا جي اکين مان آنسوئن جي ڌارا جاري هئي. شوڀا پنهنجا ٻئي هٿ ڦهلائي ڏگها ڪيا. هو سمجهي ويو ڏڪندڙ سرير سان هو شوڀا جي جسم تي جهڪيو ۽ ڀاڪر پائي پنهنجا چپ شوڀا جي گرم گرم خشڪ چپن تي رکي ڇڏيائين.

در تي ٺڪ ٺڪ ٿي هن ڌيان سنڀاليو. آهستي آهستي قدمن سان در وٽ ويو دروازو کوليائين.

"هلو ڊاڪٽر صاحب، توهان اچي ويا. اچو اچو".

"وجيہ، شوڀا رات جو حيران تہ ڪونہ ٿي نہ؟ آرام تہ برابر آهس نہ؟"

"ها ڊاڪٽر صاحب، هيءَ سڄي رات شانت سمهي پئي هئي. ڪجهہ وقت اڳ هوش ۾ آئي، ڪجهہ تڪليف ٿيس دوا ڏنيمانس ڪجهہ فائدو ٿيس، هينئر چانهہ پيئاريمانس."

"سٺو ڪيئہ".

"ڊاڪٽر شوڀا کي تپاسيو ۽ ڪي دوائون لکي وجيہ کي ڏيندي چيو" هيءَ دوائون جلد وٺي مونکي ڏيکاري وڃ".

"بس ڊاڪٽر".

ڊاڪٽر هليو ويو، وجيه ۽ شوڀا کي دوا پيئاري ۽ ٻيون دوائون وٺڻ لاءِ شوڀا کان موڪلائي ويو.

وجيه جي وڃڻ بعد شوڀا سوچڻ لڳي، "مان ڪهڙو سک ڏنو آهي پتيءَ کي؟! مان ڪجهه به سک ڪونه ڏنو آهي .... مان .... مان پاپڻ آهيان، مان گنهگار آهيان جو مان پنهنجي پتيءَ کان ... ڪرايان ٿي. منهنجو ته فرض آهي پتيءَ جي سيوا ڪرڻ. منهنجي ڪري هي ... ته دکي آهي ڪيترن ڏينهن ته چئناتون هوندو. هن کي مان اڃا الائي ڪيترا ڏ... هن جهيندس. الائي ڪڏهن منهنجو موت ٿيندي. مان پنهنجي پتيءَ کي دکي ڏسڻ نٿي چاهيان. هن جو مايوس چهرو مونکان ڏٺو نٿو وڃي. اڃا هن جي عمر ئي ڪيتري آهي. هن ڪهڙو ڏوهه ڪيو. مان هن کي دکي ڏيڻ ڪونه ڏينديس، اصل نه. هرڪو سمجهي ٿو، جاڻي ٿو موت اچڻو ئي آهي. آن هوندي به هرڪو هن کان بچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پر مان جلد مرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. جيترو ٿي سگهي اوترو جلد مان به هن جيون جو انت آڻڻ چاهيان ٿي. مان هن کي سکي ڪرڻ چاهيان ٿي. هيءَ منهنجي سيوا ۾ ايترو ته غلطان ٿي ويا آهن جو هن کي پنهنجو پنهنجي شرير جو به خيال نه رهيو آهي. ڪيترو نه ويڪ ٿي ويا آهن هيءَ. هن فيصلي بعد هڪ الوکي شانتي محسوس ٿي رهي آهي هاڻي. هاڻي مان بنا ڊپ جي موت کي سويڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. جيئن هنن جي دل ۾ مون لاءِ شردا آهي، پريم آهي، سڪ آهي ايئن مونکي به هن لاءِ آهي. مان نٿي چاهيان ته هو منهنجي لاءِ ايترا ڪشٽ سهن ڪري. ان ڪري ٿي مان پنهنجو انت چاهيان ٿي". هن اکيون بند ڪيون، جنهن بعد پلڪن مان آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي.

وجيه جي دل ٿي نه پيئي ٿئي، همت ٿي نه پئي ٿيس، پر شوڀا جي ولدڙ دک ڪري هن پڪي دل ڪري، ڏڪندڙ هٿن سان ٿورو ٿورو زهر دوا ۾ وجهي شوڀا کي ڏيڻ چالو ڪيو.

هڪ ڏينهن صبوح جو، چانهه جو ڪوپ ڏيڻ جيئن شوڀا کي پيئارڻ لڳو ايئن شوڀا جا چپ ڏڪڻ لڳا. هوءَ تمام گهڻو ڪمڪوڻ لڳي، سڄي لال ٿي وئي، سڄو بدن ڪنبڻ لڳس. ڏڪندي ڏڪندي چوائين "پتو .... مان .... ٺيڪ ٿي وئي آهيان... مان ٺيڪ ٿي وئيس- مان.... هاڻي وڌيڪ ڪونه .... جيئنديس- ڪال داورا.... وٺڻ آيو .... آهي...." هوءَ سهڪڻ لڳي.

وجيه شوڀا جي مٿي کي پنهنجي گود ۾ رکيو ”ماءُ.... مان توهان کي گهڻي .... تڪليف ڏني .... گهڻو .... دکي ڪيو آهي. مون .... توهانکي توهان منهنجي .... خوب .... شيوا.... ڪئي آهي .... مونکي .... مونکي .... معا .... ف ڪندا .......... مونکي .... معا .... ف .... ڪ.... جو .... شوڀا وڏا ڪنڊڪڙ، سڏڪڻ لڳي.

ڏڪندي ڏڪندڙ لفظن سان وجيه چيو ”شوڀا .... ماءُ.... ماءُ.... تنهنجو گنهگار آهيان.... تنهنجو ڏوهاري آهيان.... معافي اون مونکي .... مونکي معاف ڪر شوڀا.... معاف ڪر شوڀا ماءُ.... مان پاپي آهيان.... ماءُ.... ماءُ....

پر شوڀا جو ڪنڌ هڪ پاسي جهڪي ويو هو. شوڀا هميشه هميشه لاءِ اکيون ٻوٽي ڇڏيون هيون.

وجيه جي وات مان رڙ نڪري وئي، ”نه نه.... اهين نٿي سگهي. اهين نٿي سگهي... هي ڀڳوان ماءُ.... هي ڇا ٿيو.... مان پنهنجي پتنيءَ جو.... مان منهنجيءَ شوڀا جو پاڻ تي الٽ آڌر.... مان پاپي آهيان. .... مان خوني آهيان. ڀڳوان مونکي سزا ڏي.... مون پاپ ڪيو آهي، شوڀا مونکي معاف ڪر. تنهنجا دک مونکان ڏٺا نٿي ويا.... ماءُ.... توکي زهر ڏيندو رهيس دوا ۾، مان تنهنجو خون ڪيو آهي. شوڀا مونکي معاف ڪر .... شوڀا معاف ڪر ....“ وجيه جي اکين ۾ آنسون اچي ويا. هن شوڀا جي چپن، منهن تي چمين جي برسات وسائي ڇڏي. وجيه ٻارن وانگر روئڻ لڳو.

شام جو وقت هو. شوڀا جنهن پلنگ تي سمهي پئي هئي ان هنڌ کي وجيه صاف ڪرڻ لڳو، چادر مٿي کڻي ڇنڊڻ لڳو. ليڪن هڪ ڪاغذ جو ٽڪر هيٺ ڪري پيو. هن جي نظر ان ڪاغذ جي ٽڪر تي پئي هن اهو ڪاغذ کنيو. کولي پڙهيائين. هن جي اکين ۾ آنسون ڀرجي آيا. هيءُ اهو ڪاغذ تي دعا پڙهي ويو. وري پڙهڻ لڳو. هن جي اکين مان آنسن جي ڌارا چالو هئي.

”سوامي،

مان ڏسي رهي آهيان توهانکي منهنجي بيماريءَ جي ڪري ڏاڍي چنتا آهي. توهان منهنجي لاءِ آفيس مان مهنو موڪل ورتي آهي. مان ڪيڏي نه ڪرمهيڻ آهيان جو توهانجي شيوا نٿي ڪري سگهان پر شيوا ڪرائي رهي آهيان. مان پنهنجي سر تي پاپ چاڙهي رهي آهيان. الائي ڪڏهن منهنجو انت اچي. مان سمجهان ٿي توهانجو مون سان تمام گهڻو پيار آهي. توهان منهنجي ڏک کي ڏسي بيماريءَ ۾

ايش بيلا




◉ سمپادڪا : ڪملا گوڪلاڻي

● مکيه سمپادڪا : ڪانتا ڪٿوريا

¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤

جو ساليانو ادبي رسالو رهاڻ-٨٧

¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤¤



● مکيه سمپادڪا : ڪانتا ڪٽوريا

● سمپادڪا : ڪملا گوڪلاڻي

☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆☆

## رهاڻ-٨٧ جو ساليانو ادبي رسالو

# رهاڻ

سال : ١٩٨٧ع




## راجستان سنڌي اڪادمي

J-7 سڀاش مارگ،
'سي' اسڪيم،
ڄيپور - ٣٠٢٠٠١

□

مکيه سمپادڪا : شريمتي ڪالنا ڪندوريا
سمپادڪا : شريمتي ڪملا گوڪلاڻي

□

سمپادڪ منڊل : آشا درگاپوري، لڇمڻ ڀمڀاڻي
ڀڳوان انلاڻي، ٽلسي ٽرياڻي

□

اڪادميءَ جا عهديدار :

ڪالنا ڪندوريا .... چيئرمين
ڪملا ڪيسواڻي .... وائيس چيئرمين
اي. ٻي. چهلاڻي .... خزانچي
ايل. ٻلاڻي .... سيڪريٽري

□

اڪادميءَ جا ميمبر :

ڪشن موٽواڻي
پرڀديد آشا درگاپوري
ٽلسي ٽرياڻي
لڇمڻ ڀمڀاڻي
ڪملا گوڪلاڻي
ڀڳوان انلاڻي
ڪنعيالعل ٻرسواڻي
روپ ڪمار ڪرانا
ڀڳترام ديواڻي
لڪشمڻ لردوش
الدوسدن الهراڻي
مرلي ڌر ڪوراڻي
اي. رام
پدم راج شرما
راڌا ڪرشڻ چاندواڻي
جي. ٽي. شرما
لڇمڻ ٻانم
سمپت جئن
ايلم والسڌگهاڻي
رام آهوجا
موهن آڏواڻي
جي. ڊي. ميمڪهاڻي
پرڪاش آلسر
وي. اي. ايل. سڪسينا
اعلي ڪالي جو اسپيشل سيڪريٽري
سنگيت ناٽڪ اڪادميءَ جو عيوضي

□

ڇاپ : ٻاپو ڪلا مندر، اجمير
مدير "سنڌو ٻارلي"





# ٻه اکر اسان جا......



راجستان سنڌي اڪاڊميءَ طرفان شايع ٿيندڙ معياري مخزن "رهاڻ" جو هيءُ ستون انڪ توهان جي هٿن ۾ آهي. هن ٿوري عرصي اندر "رهاڻ" جيڪا مقبوليت حاصل ڪئي آهي، اها فخر جو باعث آهي.

سال 1987ع جي اڪاڊميءَ جي سرگرمين جي مختصر رپورٽ هيٺ ڏئي رهيا آهيون:-

(1) گجرات سرڪار طرفان تازو ئي ٺاهيل "گجرات سنڌي اڪاڊميءَ" جي وائيس چيئرمين شري چيني لعلواڻيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ راجستان جي اڪاڊمين جو جائزو وٺڻ لاءِ هڪ وفد جيپور آيو. هن وفد جي عزت افزائيءَ ۾ اڪاڊميءَ جي آفيس ۾ هڪ ميلاپ منعقد ڪيو ويو. جنهن ۾ هن اڪاڊميءَ جي ڪم جو واءُ سواءُ ورتو. اڪاڊميءَ طرفان سنڌي ساهت ۽ ڪلا جي واڌاري لاءِ هلندڙ يوجنائن جي ڄاڻ وفد کي ڏني وئي. گڏوگڏ راجستان سرڪار طرفان ٺاهيل ٻين اڪاڊمين - جهڙوڪ هندي گرنٿ اڪاڊمي، سنسڪرت اڪاڊمي، اردو اڪاڊمي، برج ڀاشا اڪاڊمي جي پاليڪارن سان به سندن ملاقات ڪرائي وئي. جيپور جي ڪيترن سنڌي سنستائن وفد جو سنمان ڪيو.

(2) 13 آگسٽ 1987ع تي راڄ ڀون ۾ راجستان جي اڳوڻي گورنر شري وسنت دادا پاٽل جي ڪرڪملن سان "رهاڻ-86" ساليانو مخزن جو وموچن ڪرايو ويو. ان ئي موقعي تي راجستان جي مرحوم شاعر موتيرام وليچا "زنده" جي شعرن جي

ڀارتيه مجموعي "مهڪ گلن جي"، جنهن جي اشاعت اڪاڊميءَ طرفان ٿيل آهي، جو ٻڌ گوولر صاحب هٿان ومونچن ڪرايو ويو.

ساهت جي آدان-پردان اوجنا هيٺ راجستان جي ڏهن ڪهاڻيڪارن جي چونڊ سنڌي ڪهاڻين جو هنديءَ ۾ ترجمو ٻڌ اڪاڊميءَ طرفان ڇپايو ويو آهي. هن مجموعي جو ترجمو شريمتي ڪملا گوڪلاڻيءَ ڪيو. "اپني - اپني وشتا" نالي ان مجموعي جو مهورت ٻڌ گوولر شري پاٽل ڪيو. ان مهورتي جلسي ۾ ڳالهائيندي گوولر صاحب سنڌ جي پراڻي ساهت ۽ تهذيب جي ساراهه ڪئي.

(3) 28 نومبر 1987ع تي سوچنا ڪيندر جي هال ۾ سنمان سماروهه ڪيو ويو، جنهن جو صدر اڪوڙو گڙهه مندري شري گلاب سنگهه شڪتاوت هئو. جن اديبن اکل ڀارت سطح ۽ راجستان سطح تي ٿيل سنڌي ڪهاڻين ۽ ٻال ڪهاڻين جي چٽاڀيٽيءَ ۾ ۽ راجستان جي جن اديبن نظم، نثر ۽ ناٽڪ جي چونڊ ڪتابن جي چٽاڀيٽيءَ ۾ انعام کٽيو هو، انهن کي ٻيڪر ڀرائي، سندن عزت افزائي ڪئي وئي ۽ کين نقد انعام ڏنا ويا.

ان موقعي تي شري گرداس مل، شريمتي ڪوشليا ڪرپالاڻي، شري لڇمي لرپالڻي ۽ هرسندر پالڪا وڌيالي، اجمير جي ٻالڪن سنڌي سنگيت جو سهڻو پروگرام پيش ڪيو.

(4) 30 ۽ 31 جنوري 1988ع تي جوڌپور ۾ پرانتيه سطح جو سنڌي يوا سماروهه ڪيو ويو. هيءُ سماروهه سنڌي ڪلچرل سوسائٽي، جوڌپور جي سهيوگ سان ڪامياب ٿيو. صبح جو 11 بجي شهيدن کي شرڌانجلي ڏئي، راما پير مندر جي مهنت ٻاٻو راميند جي آسيس حاصل ڪري، نوجوان ريلي ڪڍي، جيڪا شهر جي مکيه بازارن مان ٿيندي، جئه نارائڻ وياس ٽائون هال ۾ پهتي، جتي جوڌپور جي اڳوڻي مهاراجا ڌيمه پاري هن سماروهه جو مهورت ڪيو. شري جي.ڪي. ڀاٽي رٽائرڊ آء. پي. ايس. آفيسر مکيه مهمان هئو. مهورتي جلسي ۾ 21 نوجوانن رت دان ڪيو. ڪيترن ئي جوانن مرڻ بعد نيتر-دان ڪرڻ، ڏيتي ليتي نه وٺڻ ۽ نشيدار شين کان دور رهڻ جي پرتگيا ڪئي.

"آزاديءَ جي چاليهين سالگرهه تي ملڪ ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي". وشيه تي نثر چٽاڀيٽي ۽ "سنڌي ڀاشا جو آئينده روشن آهي" وشيه تي واد ويواد ٿيو، جنهن ۾ هيٺين نقد انعام کٽيا:

(الف) تقرير

1- پرمود ڪمار جوڌپور .... پهريون انعام 300 روپيا
2- گوپي ڪرشن شرما باڙمير .... ٻيون انعام 200 "
3- ٿريش ڪمار باڙمير .... ٽيون انعام 100 "

(ب) واد وواد

1- ڪماري شانتا پرياڻي اجمير .... پهريون انعام 300 روپيا
2- ڀڳوان ڪرپلاڻي ڄئپور .... ٻيون انعام 200 "
3- منوهر اگناڻي ڄئپور .... ٽيون انعام 100 "

هن پوا سماروهه ۾ پهريون ڀيرو ٽي پرانتيه سطح تي سنڌي لوڪ ڳيتن جي چٽاڀيٽي ڪرائي وئي، جنهن ۾ اُن ٽيمن ڀاڱو ورتو. نتيجو هن طرح رهيو:

1 - جهوليلعل منڊلي، سردار پورا، جوڌپور .... پهريون انعام 500 روپيا
2- هريسندر بالڪا وديالي، اجمير .... ٻيون انعام 300 "
3- جهوليلعل منڊل، رتاناڊا، جوڌپور .... ٽيون انعام 200 "

سماروهه جو ڪنوينر شري هريش ڏيواڻي هئو. دوردرشن ڪيندر ڄئپور 12 فيبروريءَ تي هن پروگرام جي ڪوريج ڏني.

(5) 13 فيبروري 1988ع تي اُدئپور جي نگر پريشد ٽائون هال ۾ اکل ڀارت سنڌي مشاعرو "شام-اي-غزل" ۽ "سنڌي سنگيت محفل" جو آيوجن ڪيو ويو. اُدئپور شهر ۾ هيءَ پهريون ڀيرو ئي هئو جو ايڏي وڏي پيماني تي ڪو سنڌي پروگرام ٿيو. مشاعري ۾ سرو شري ڪرشن راهي، ارجن حاسد، ايم ڪمل، هريڪانت، ٽيڪچند مست، مايا راهي، بالڪرشن ڪمل، سيٺ و سياهه، هوتو سنڌو پياسي، ناڪرام چوٽراڻي اڀرس، لڪشمڻ ڀرڊوش، مرچومل شيوڪرام سولي ۽ راڌا ڪرشن راهي حصو ورتو. اُن بعد شريمتي ڪلا ڪيسواڻيءَ ۽ سنڌس ساٿين سنڌي سنگيت جو پروگرام پيش ڪيو، جنهن ماڻهن کي جهومائي ڇڏيو.

هن پروگرام جو ڪنوينر ڊاڪٽر موهن آڏراڻي هئو. مشاعري جي ڪوريج آڪاشواڻيءَ جي ڄئپور ڪيندر تان 13 مارچ تي ڏني وئي.

6- راجستان جي سنڌي ليکڪن کي پنهنجا ڪتاب ڇپائڻ لاءِ مالي امداد ڏڻ جي يوجنا هيٺ هن سال 11 ليکڪن کي امداد ڏني وئي آهي. هن يوجنا

ڪري ھاڻي راجستان ۾ ٻن سنڌي ۽ معياري ڪتابن جي اشاعت جو سلسلو شروع ٿيو آھي.

(7) ھر سال ڇھن ھن سال ته ضرورتمند لکڪن کي مالي مدد ڏني ويئي. ھڪ بيمار اديب کي علاج لاءِ ٻڌ مدد ڏني ويئي.

ھر سال سنڌيءَ جي سڄاڻ اديبن ۽ ٻالڪن کي "رھاڻ" مخزن سوکڙيءَ طور موڪلبندي، اسان ڪين عرض ڪندا آھيون ته ھو مخزن جو معيار وڌائڻ لاءِ پنھنجا قيمتي رايا موڪلي، اسان جي رھبري ڪن. پر ھر ڀيري اسان کي نا اميد ٿيڻو پوندو آھي ۽ اسان کي ھجر ئي ڪين پوندي آھي ته مخزن جي اشاعت لاءِ ڪئل اسان جي محنت ٻرواب ويئي يا نه. ڪيون اميد ته ھن ڀيري اسان جا اتاد ۽ عالم اسانکي پنھنجن ويچارن کان واقف ڪندا؟

سڄاد ڪ مغل

## واڌايون

شري ھريش واسواڻيءَ کي ساھت اڪادمي اوارڊ 10,000 روپيا مليا ھي.

شري گوورڌن ڀارتيءَ کي اکل ڀارت سنڌي ٻولي ساھت سڀا پاران 10,000 روپيا انعام مليا ھي.

شري اندر پوجواڻيءَ کي گجرات سنڌي اڪادميءَ پاران اھترين ساھتيڪار انعام 11,000 روپيا مليا ھي.

شري ڪيرت ٻاٻاڻيءَ کي مھاراشٽر سنڌي ساھت اڪادميءَ پاران اھترين ساھتيڪار انعام 10,000 روپيا مليا ھي.

شري آسانند مامتورا کي مھاراشٽر سنڌي اڪادميءَ پاران اھترين ساھتڪار انعام 10,000 روپيا مليا ھي.



# -٨٦ جي پاڙهڪن وٽان

☼ مسال ٽوڙي رومال جي خيال کان رهاڻ جي اشاعت ساراهه جوڳي آهي. نظم واري ويهاڳ جا غزل پڙهي دل ۾ ڏاڍو پراڻي حسرت جاڳي اٿي. ڪاش! اسان غزلگو شاعرا هجان ها. ٽن ويهاڳن ۾ جنس موانث جي آمد لاءِ سنڌي ساهت جي ٻاڳهه جي ساراهه ڪرڻ گهرجي، پر خيال اهڙو مبهم نه هئڻ گهرجي جو پڙهندڙ پنهنجو مٿو ٽوڙي. ڪهاڻي ويهاڳ پڙهي گهڻو فخر ٿيو ته اسان جا پنهنجا ڪهاڻي اوبس اهڙيون سٺيون ڪهاڻيون لکي سگهن ٿا. مضمونن ۾ ليکڪن پنهنجي اڀياس ۽ اورچائيءَ ۾ ليکڪ پاڻ جو وجهه ڏنو آهي. ناٽڪ به سٺا لڳا. ڪن ليکڪن جا نالا لکي انهن جا نه لکڻ بي انصافي ٿيندي.

- پوپٽي هيراننداڻي، بمبئي

☼ طويل رسالو غور سان پڙهي ويو آهيان. ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته رسالو معيار ۽ گيٽ-اپ ۾ هر سال وڌيڪ ۽ وڌيڪ دلڪش ٿيندو پيو وڃي. هن ڀيري شاعري ۽ مضمونن وارو حصو ڪافي مالدار آهي. البت مهنجو هڪ سجهاءُ آهي ته اڪادميءَ جهڙن ادارن طرفان شايع ٿيندڙ اهڙن ڀاري رسالن ۾ وڌيڪ زور ادبي تنقيد ۽ تحقيقي مقالن کي ڏيڻ گهرجي. خاص قسم جا موضوع طئه ڪري واسطيدار ودوانن ليکڪن ۽ عالمن کان وڏا مقالا لکائڻ گهرجن، تڏهن هيڏو سارو خرچ ۽ محنت سڪيارٿا ليکبا.

- هيرو شيو ڪاڻي، الهاس نگر

☼ رهاڻ جو غور سان مطالع ڪيو اٿم ۽ بيحد پسند پيئي. چڱي جاکوڙ ڪئي اٿو. سمپادڪ منڊل ۽ خاص طور سمپادڪا شريمتي ڪملا گوڪلاڻيءَ بيشڪ ڪيرون لهڻيون. گيٽ-اپ ڏسي اکيون ٺري پيون، دل باغ باغ ٿيڻ لڳي. معيار جي درشٽيءَ کان به تمام گهڻو خيال رکيل آهي. جهونن سان نون ليکڪن کي به موقعو ڏيڻ جو قدم صحي آهي.

- پريو وفا، بمبئي

☼ واهه! واهه!!

- ايشور چندر، اجمير

☆ ٻاهرين ۽ اندرين ٽائيٽل سٺي، پسند پيا - ڪور جو چترُ عاليشان. راجستان جي ماحول وارو. رچنائون دل کي ڇڪينديون ۽ ڇهنديون. ڇپائي سٺي، پر ڪٿي ڪٿي اکر اکڙيل.

- سي. ايڇ. رائسنگهاڻي، پونا

☆ رهاڻ هٿن ۾ ايندي ئي ٻه گل - گلاب ۽ موتيو اکين آڏو تري آيا. جنهن جي خوشبو دل ۽ دماغ کي تراوت ڏيندڙ آهي، پر تنهن ته پوڄا پاٺ ۾، محفل ۽ مجلس ۾، سنڌين جي سينگار لوڙي پيوز جي گولهار ۾ گلاب جو درجو اول ئي اچي. ڇاڪاڻ ته گلاب جي گل ۾ سرهاڻ سان گڏ اکين کي ڪشش ڪندڙ سونهن به آهي. رهاڻ جي مشابهت گلاب جي گل سان وڌيڪ موزون ٿيندي. ڇاڪاڻ ته رهاڻ جي سنڌ نا پاڪن کي مجهس سهائل سرهاڻ جو واس وٺڻ لاءِ اوس ڇڪيندي.

- ايلارام پريمي، جبلپور

☆ مان ته سنڌين ته مون هن کان اڳ ڪڏهن هيڏو وڏو ۽ اعليٰ معيار وارو سنڌيءَ ۾ رسالو ڪڏهن ڏٺو هجي يا پڙهيو هجي.

- ڪي. وي. موٽياڻي، ڪيٽزي نگر

☆ مضمون ڪافي پسند آيا. خاص ڪري ليوت پسنت جي مضمون جا ٽيڪنيڪل اکر، سنڌي ذخيري کي وڌائيندڙ ۽ سنڌين جا ڪپاٽ کولڻ وارا آهن. ڊاڪٽر جيٽلي ۽ ڪملا گوڪلاڻيءَ جا کوجنائتا مضمون ٻڻ داد جا مستحق آهن.

- لڇمڻ ڪڪڙيجا، اُلهاسنگر

☆ پرچو هٿن ۾ کڻڻ سان ائين لڳو گويا هيترا سارا نالي وارا اديب مون سان رهاڻ ڪرڻ لاءِ مون وٽ ڪهي آيا آهن. انهن سڀني سان ڏينهن رات خوب رهاڻيون ڪيم ۽ انهن رهاڻين جي رهاڻ مٿرن سان ڪندو رهندو آهيان.

- واليرام ڪشناڻي، گانڌي ڌام

☆ راجستان جي جهاز جو درشن ٿيو. اندر سائي ڪلر ۾ ڏال ٽڙ پيپر سونهن وڌائيندڙ آهي. هيترن سارن اديبن جون رچنائون شمارڻ سنڌن قدر شناسي ڪرڻ آهي.

- امل آهوجا "رحمي" احمدآباد

## شوڪ

### ڊرامي، سنگيت ۽ ناٽڪ ڪلا جي مجسم
### شريمتي مايا ايسراڻي



ڊرامي ۽ ناٽڪ ڪلا ۾ ماهر، سنڌي سنگيت جي ڄاڻ
۽ سنڌيت جو پيغام گهر گهر ۾ پهچائيندڙ شريمتي مايا ايسراڻي
اڄ جيتوڻيڪ اسان جي وچ ۾ نه آهي، پر سندس مٿن ڪيتن
جا ڀرلاءَ، ناٽڪن ۾ اداڪاري ۽ هدايتڪاري، سنگيت
رڪارڊن جي ڪامياب پيشڪش ڪڏهن ڪان وسرڻ جهڙا آهن.
13 آڪٽوبر 1937ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ جنم ورتل
شريمتي مايا سڄي عمر سنڌي، هندي رنگ منچ سان جڙيل
رهي. اسٽيج جي کيتر ۾ سندس سيوائن جي قدر شناسي
ڪندي، راجستان سنڌي اڪادميءَ سندس سنمان ڪيو هئو.
هوءَ اڪادميءَ جي سرگرم ميمبرياڻي رهي. 5 نومبر 1987ع تي
هن اڀوڳڻي ڪلاڪار جلاڻو ڪيو. اڪادميءَ طرفان اهڙي
لاڏيڻي ڪلاڪار کي شرڌانجلي.

# راجستان سنڌي اڪاڊمي ءَ جي جنرل ڪائونسل جا ميمبر



کاٻي کان ساڄي (ويٺل) ڊاڪٽر لڇمڻ ڀائيـ، ڊاڪٽر رام آهوجا، روپڪمار ڪرانيا[...]
انڊرسين ايسراڻي، ڪملا ڪيسواڻي (وائيس چيئرمين)، ڪانتا ڪٿوريا (چيئرمين)،[...]
ڪملا گوڪلاڻي، ليلا راسنگهاڻي، ڪنهيالعل پرسواڻي.
(بيٺل) ڊاڪٽر جي.ڊي. ميگهاڻي، لڪشمڻ نردوش، جي.ٽي. شرما، ڊاڪٽر سمپت جئن[...]
راڌاڪشن چاندواڻي، ڪلسي لرلاڻي، آشا درگاپوري، ڀڳوان اٽلاڻي، ڊاڪٽر موهن[...]
آڏواڻي، لڇمڻ ڀمڀاڻي، وي.ايل. سڪسينا ۽ ايم. ٻيلاڻي (سيڪريٽري).



سالياني مخزن "رهاڻ-86" جو ومروچن ڪندي راجستان جو اڳوڻو گورنر
شري وسنت دادا پاٽل. پاسي کان اڪادميءَ جي چيئرمين شرامتي
ڪالنا ڪوروپا ۽ وڌان سڀا جو ڊپٽي اسپيڪر شري ڪشن موٽواڻي.



اڪادميءَ طرفان ڇپايل سرگواسي شاعر موليرام ولڀا 'رلدو' جي
مجموعي "مهڪ گلن جي" جو ومروچن راجستان جي اڳوڻي گورنر
شري وسنت دادا پاٽل ڪيو. اڪادميءَ جي چيئرمين شرامتي ڪالنا
ڪوروپا ۽ وڌان سڀا جو ڊپٽي اسپيڪر شري ڪشن موٽواڻي




راجستان سنڌي اڪادمي جي انعامي جلسي ۾ شري اين ايلاٽي سيڪريٽري، اڳوڻو گهرو وزير شري گلاب سنگهه شڪتاوت ۽ شريمتي ڪانتا ڪٿوريا چيئرمين راجستان سنڌي اڪادمي



گجرات سنڌي اڪادميءَ جي ميمبر ڊاڪٽر ڪمتا ڏڪشٽي ايم.اي، جو سواگت ڪندي راجستان سنڌي اڪادميءَ جي وائيس چيئرمين شريمتي ڪملا ڪيسواڻي



اڪاڊميءَ طرفان اُديپور ۾ ڪوٺايل اکل ڀارت سنڌي مشاعري ۽ سنگيت
سڀا جو جوت جلائي مهورت ڪندي ارڪ سماج شيوڪا دادي
داوي آڏواڻي. پرسان اڪاڊميءَ جي وائيس چيئرمين شريمتي ڪملا
ڪيسواڻي ۽ ميمبر ڊاڪٽر موهن آڏواڻي بيٺا آهن.



سنڌي مشاعري ۽ سنگيت جو مزو ماڻيندا






ناراڻ 'شيام'-1/ هري 'دلگير'-2/ هوندراج 'دکايل'-3/ ٻرڀو 'وفا'-4/
ڪرشن 'راهي'-5/ ارجن 'حامد'-6/ آشا 'درگاهوري'-6/ ارجن 'سڪايل'-7/
ايشور 'آنچل'-8 / لڇمڻ 'ڪومل'-9 / چندو لعلواڻي - 9 / قيمتراء گر
'ڪالب'-11 / هوتو 'سنڌو ٻاسي'-12/ لالڪرام چوٿراڻي-13/ ڪيمن ٻو •
مولاڻي-14 / واسديو 'موهي'-14 / ڪمل 'پياسي'- 15/ فتحچند شرما
'ٻروس'-16/ مرچومل 'سولي'-17/ روپڪمار 'گهايل'-18/ گهنشيام 'ساگر'-19 /
گوردن لدواڻي-19 / ليلارام 'پريمي'-20 / ڀڳوان 'نردوش'-21 / ناري
لڇواڻي-22/ ڀڳوانداس 'هوش'-22/ موهن 'اداسي'-22/ ڪيمچند گوڪلاڻي-23/
الهتا 'ڪمل ٻاسي'- 24 / شرد 'ديوانا'- 25 / روچو 'خوابي'- 26/
مهيش لٺواڻي-26.

# مَن

هوندراج 'دکايل'

ڇا ليو اکيون اندر اون ٽيون، ٻاهرين من ۾ لاهي،
هوءَ تو ڏسي سگهي سڀ، دلڙيءَ ۾ جو ٻي آهي!

من جي اٿاهه ساگر جا پوڙ تي ٽرالا،
جهڪي وٺيس ناهي، موتي پوئس ٿاهي!

همت جي ڪري نه لوهه، ڀرچي نه ڪو ڇهڙس،
دل جا هزار غم هوءِ پل ۾ چڙهندو لاهي!

احساس ڪنهن اُهاليءَ هن جا نه سگهيا ماري،
سهڪو، ڏکيو نه ڏسندو، وهندو ڪنهن ۾ ڪاهي!

هن ڪي مرڻ جيئڻ جي آهي نه اون ڪاڻي،
ڏونگر ڏسي نه ڏڄندو، چڙهندو ٻکي سو ڦاهي!

هن جي خوشي ٻيا راڄ ۾ ڪا ڏينهن ڪال لڳندي،
ويهندو نه اڻهه واهيءَ وهندو نه سڀ سڄاهي!

هو ڇڪ ڇڪي نه سهندو، اڏندو نه آپ نه ڏسندو،
اهڙو انهڙ دکايل! ڪنهن، ڪنهن اڏايو ڏاهي!

13-Z, P.O. Adipur (Kutch) 370205

# غزل

ٻرڙو 'وفا'

دل کان دل لائين ٻليون پيار جون پڇيون لاهيون ،
چو الهن وڇڙ هي قرب جون نا ڪونيون ڪاهيون .

ڪيڏا هڪ ٻئي کي لڳون اڄ ٻي ڳل رهندي ٻي ،
ختم ٿيندئون آهي وچ وارون ڪڏهن ڏوراهيون ؟

جن کي سڄ سمجهي آسان ساليي رکيو سمجهي ٻر ،
سي نه ها وهم گمان، وهم گمان هي ڏاهيون .

ٻڌا وڇيار اسين لي آئي ڪا اڄليون ڪوڙ ،
ڏسي جهڪر سکيون ٻهڄيون ٻـ اسين ڪوراهيون .

ڪوپ جهڙون ٿي هاڻون چاڙهي شراب جا اڏاب ،
ڳل اهن سان اسين خود کي نه لڳڻ نا چاهيون .

ڪيئن نه هيئن کي نا هيساڻون، ڏکڙن ڏاڍن کان ،
آهيون انسان مگر ڪيڏا نه ڪالٺر آهيون .

ڪٿي چالاڪيون اهي باڦ سان ڪرن جو غبار ،
چوطرف اڄ چئون ڏسجن ٿيون مگر اونداهيون .

مون ڏلو ارچتو هڪ شعاع وڃو اونداهه ٽوڙي ،
خبر آئي نه لڳائون وٺون آهن ٻاهيون .

اڄ نه مدد مان ٻـ لي خون جي چٺ ٻڌ اچي ،
واٽ جو چور لٽيرا ٻـ ٻٽن جهڙ ساهيون .

ڏس نه ڪيئن ملڪ جا غدار جهلن جهولن ٻر ،
۽ جي سرواڄ سچا تن جي ڳڇن ۾ ڦاهيون .

لڳي دشمن نه نه ٿو، لاش آ ڪنهن ڀيڻ جي جو ،
هن گهرو-جنگ ۾ ڀيڻن جا ٿي نا سر لاهيون .

ٻچي ويندا ئون وري ٻيهر ۽ غلامي جون ڪڙيون ،
جو حقيقت کان وفا اکيون لاپرواهيون .

C/3, Madhuban, St. Andrews Road, Bandra, BOMBAY–400050

# أفواهه

## كرشن 'راهي'

هڪ أفواهه هو!
طوفان جيان آيو
شانتيءَ جيان ڇانئجي ويو!
نه آڪ، نه ڌوانهون!
هي أفواهه ڪٿان آيو؟
ڪنهن چيو؟
پوءِ به اهو أفواهه
هر زبان تي هو
ڪن ڪن پڌو هو:
' نئون قانون اچي رهيو هو!
ڪيس ڪورٽ ۾ نه هلندو!
ڏوهه، سزا جو فيصلو!
اُتي جو اُتي ٿيندو،
' قيمتون قابوءَ ۾ رهنديون!
چيزون مقرر دام تي ملنديون!
ڇڪو نه وڪڻندو
سو سڌو جيل ۾ ويندو!
' سياست جي جاءِ شرافت وٺندي،
نه ڪا پارٽي، نه ڪا ٽڪيٽ هوندي!
اميدوار جي چونڊ،
گڻ ۽ لياقت تي ٿيندي!'
' نفع - خور واپاري، لچا، شاهوڪار،
اکاڙا ڪري رستن تان گهمايا ويندا!
نالائق منسٽر، رشوتي عملدار،
سزا ڏيئي عهدن تان هٽايا ويندا،

أفواهه وڌندو ويو،
اميد جا نوان نقش جوڙيندو ويو:
جي هي سڀ ڪجهه ٿيندو
نه بي روزگار کي روزگار،
بي گهر کي گهر نه ملندو ڇا'
ڪنهن اهو نه سوچيو
هي سڀ ڪندو ڪير؟
چوريءَ لڳي جي ڏي وٺ ۾
ڪنهن کي پڪڙيندو ڪير؟
هر ڪنهن اهين سمجهيو
نه هڪ ڏينهن صبح جو اٿبو
نه چرخو بدليل ٿي هوندو!
پر ڏينهن گذريا، راتيون گذريون،
ڏينهن: ڏينهن جهڙا
راتيون: راتين جهڙيون ئي رهيون،
نه ڏيري ڏيري،
اهو أفواهه
ڇڪيل سواد جيان،
زبان تان لهي ويو!
۽ قاتل ڦوڪڻي جي هوا جيان،
ڪن مان نڪري ويو!
مگر دل مان نه ويو!
ڪڏهن نه ڪڏهن
ڪنهن نه ڪنهن
ڪنهن کان پڇي ٿي ورتو:
هوءَ جو أفواهه هو
اُن جو ڇا ٿيو؟

T-13, Bark Qrts. Sarwodaya Estate, Chembur, Bombay-400071

# اڇند ڪويتا

□ ايشور آنچل

اڪيلائي

اهو
فنڪار
جهان
جهان ماڻهن سان ڀريل
جهالتن ڪري لڳاهه
ماڻهو
ماڻهو
ماڻهو

هيڏن ماڻهن وچ ۾ ٻي اهو اڪيلو،
ڪيس جا ڪهي؟

آءٌ اهو جي مورتي آهيان،
لڌهڪري اڪيلو آهيان،
اڌورو آهيان.
ٿوديءَ جي ٻوراٽي لاءِ ڪي گهرجي.

منهنجي فنڪار کي،
اهو ڪي ساراهه ڪجي،
الهن ته هجي ته،
آءٌ نظ الهن جو اوسيڙو جو لو ڪيان
جن مان اميد الر
ته منهنجي ساراهه اچي ڪندا.

ڪشمڪش

اڪيچن جو انتظار جو لئو ڪريان؟

حقيقت ۾
دوستي منهنجي مالڪ
ضرورت جو پورائو آهي.
جڏهن اڪيلائي مودڪي
ڪاٺ والگر چيرجندي آهي،
يا آلي ڪپڙي والگر نپوڙبندي آهي.
اڌهن ڪي چند
مسڪرائي چهرا
منهنجي اکين آڏو گهمي ويندا آهن!
يا ڪي
جواب آواز ٻڌڻ لاءِ
هردي جا ڪن سڪندا آهن!

اهي چهرا دلڪش
۽ آواز دلپذير هوندا آهن،
منهنجي زخمي
اهم لاءِ
فنڪار لاءِ
مرهم جو ڪم ڪندا آهن.

□

6, Shiv Darshan Co-op Hsg. Society,
O. T. Sec. ULHASNAGAR-421 003.

## دعا

لڇمڻ ڪومل

…ڪي زخم هڻا
…ن کي هن جسم پناهه ڏني
…ر اها ئي ڳالهه آ
…ه ڪو وار ڪامياب ٿيو
دل کي تسلي ٿي ته،
قصو ختم ٿيو.
…يوءِ به اسين ٻنهي جي ٻار هئاسين
ايترو ڏئي چڪا آهيون
جو مرڻينگ هٿ کڻي به ٿو ته
رڳو دشمن جي دعا لاءِ.
سمجهه چاهيندي به، ته
ڪير پنهنجو نه آهي
هر ڪنهن کي پنهنجو ڪندا رهياسين
رک ٺڪي
هيڏانهن هوڏانهن ڦهلجندي به
چوندا رهياسين:
سڀ ته اسانجي سر تي سايو ٿئجي
اسان سان گڏ گڏ هلي رهيو آهي.
هاڻي اسانجي اُن فيصلي جو
ڪهڙو به حشر ٿئي
زندگيءَ کان
پنهنجي وجود جي
هر قيمت وصول ڪندا سين
ضروري نه ناهي:
هر سپني جي سچائي به،
سپنو ئي هجي!

B-26, Press Enclave, Saket Marg,
NEW DELHI.

## آزاد نظم

چيتو لعلواڻي

هن دنيا ۾،
هن ڌرتيءَ تي،
انسان جي روپ ۾،
ان،
اڪيلو بيٺو آهيان.
؟
پنهنجي چوگرد،
قسمين قسمين چهرا،
ڏسي رهيو آهيان.
بعضي بعضي هو مونکي ڏسي رهيا آهن.
مون ڏٺا آهن،
مون ڏيکاريا آهن،
الڳ الڳ چهرا.
مرڪندڙ،
اداس،
ٻهروپي،
خوفناڪ،
وحشي
؟
ٽڪل ٽڪل،
سسڪندڙ، ٻڙڪندڙ.
چهرا:
اڄ مان هڪوار ٻيهر
چهرن جي انبوهه ۾ بيٺو آهيان.
۽ جڏهن چهرن کي مان ڏسي رهيو آهيان.
سڀئي چهرا مون طرف ڏسي رهيا آهن.

هيءَ ٻرندڙ چهرا،
زندگيءَ جي حقيقت ٻڌائي رهيا آهن
انساني دهشت، وحشيت،
جو،
اظهار ڪري رهيا آهن.
هيءَ شاهڪار،
ڪئنواس تي اڪريل،
برش سان جنم ورتل،
رنگن جي آتما ٻڌائيندڙ،
صرف،
وچتر ريکائون ڪونه آهن.
پر،
هنن کي نه معنيٰ آهي
هنن جي نه ڀاشا آهي،
هنن جو نه روپ آهي.
آڪار آهي،
هنن ۾،
انساني شوشڻ جو،
رنگ لڳل آهي.
هنن جو نه،
انسان،
رت چوسيو آهي.
چترڪار،
برش جي،
آڏين، ڦڏين
ليڪن، ريکائن سان
ڪومل ڀاونائن سان،
هنن کي،
سچايو آهي،
سنواريو آهي،
چٽيو آهي
۽
پنهنجي،
تصور جي،
خواهش جي،
اڇائن جي،
نمائش ڪئي آهي.
هنن چهرن ۾،
نمايان آهي،
آتم وشواس،
شانتي،
نياءُ،
اهنسا.
ڀڳتي،
شرڌا،
۽
ستيه...
هيءَ سڀ ڪلين ۾ تنگدل آهن،
اوڙيءَ سان ڦندي ۾ ڦاٿل آهن.
هيءَ،
سسڪندي سسڪندي،
دم ٽوڙي رهيا آهن.
هنن کي انتظار آهي،
هڪ فرشتي جو،
جيڪو اوتار وٺي ايندو،
هنن کي مڪتي ڏياريندو،
مڪتيءَ ايمان سوال جي نشاني آهي.

31/1 New G Ward, Kuber Nagar, AHMEDABAD.

# تصوير - ي - يار

□ قيمت راءِ ڳُر 'ڪاتب'

نه مندر ۾، نه مسجد ۾، نه صحرا ۾، نه گلشن ۾،
اڪيلي مون رکي تصوير تنهنجي پنهنجي پلڪن ۾.

1- وسي پس سا نه آئي هاٿي فقط منهنجي نگاهن ۾،
مگر هر نس اندر، هر سواس ۾، هر دل جي ڌڙڪن ۾.

2- ڏسان جو دم اهو تصوير، سو دم سال ٿو ڀانيان،
ڏسي تصوير پل پل ٿو ڪٽيان سو سال منٽن ۾.

3- عقيدت جا پٽي مون گل ۽ ٿي چاهت جي ڪياريءَ مان،
اچي تصوير تي چاڙهيا، وجهي سي دل جي دامن ۾.

4- ڏسان ٿو مسڪرائيندو جڏهن تصوير ۾ توکي،
خدائي کا خوشي محسوس ٿئي ٿي مون کي جيون ۾.

5- ڏٺو هي حسن جنهن هڪر مٺا! تصوير ۾ تنهنجو،
گذاريندو سڄي سو عمر تنهنجي پريم بندڻ ۾.

6- ڇٽي تصوير تنهنجي جنهن مصور پاڻ جڏهن هوندي،
پيو هوندو پڪيڻ سو نه خود هڪوار الجهن ۾.

7- پيا تصوير هيئڙي آ، نه هوندو يار خود ڪهڙو؟
نزاڪت هيءَ ڏٺي هوندي نه ڪڏهين ڪنهن نه هون ۾.

8- مندر سان ملي مون کي وٺي تصوير دلبر جي،
لڙهي نه نه وڃا سوان، تصوير جي لٺ، لال لهرن ۾.

9- اٿم هڪ آرزو دل ۾ صنم! "تصوير هيءَ تنهنجي،
مرڻ کان پوءِ مون سان رهي گڏ منهنجي مدفن ۾".

10- عبادت ڪابه مون کان ٿي سگهي هرگز نه، اٿي ڪاتب!
ڪيان ديدار ٿو هر پار تنهنجو دل جي درپن ۾.

2/204, Gurnani Mohalla, Delhi Gate, AJMER-305001

# تصوير ـ يار

□ قيمتراءِ 'ڪاتب'

نه مندر ۾، نه مسجد ۾، نه صحرا ۾، نه گلشن ۾،
اڪيلي مون رکي تصوير تنهنجي پنهنجي پاڪن ۾.

1- وسي پس سا نه ٿي هاڻي فقط منهنجي نگاهن ۾،
مگر هر لس اندر، هر سواس ۾، هر دل جي ڌڙڪن ۾.

2- ڏسان جو دم اُها تصوير، سو دم سال ٿو پاڻان،
ڏسي تصوير پل پل ٿو ڪٽيان سو سال مٽن ۾.

3- عقيدت جا پٽي مون گل ۽ ٿي چاهت جي ڪياريءَ مان،
اڇي تصوير تي چاڙهيا، وجهي سي دل جي دامن ۾.

4- ڏسان ٿو مسڪرائيندو جڏهن تصوير ۾ لوڪي،
خدائي ڪا خوشي محسوس ٿئي ٿي مون کي جيون ۾.

5- ڏاڍو هي حسن جڏهن هڪر مٿا! تصوير ۾ تنهنجو،
گذاريندو سڄي سو عمر تنهنجي پيار اڱڻ ۾.

6- جڏي تصوير تنهنجي جڏهن مصور ٺاهي جڏهن هوندي،
پيو هوندو پٽيندي سو نه خود هڪوار الجهن ۾.

7- پلا تصوير هڪڙي آ، نه هوندو پيار خود ڪهڙو؟
نزاڪت هيءَ ڏني هوندي نه ڪڏهين ڪنهن به جوڙن ۾،

8- مندر سان ملي مون کي وٺي تصوير دلبر جي،
لڙهي نه نه وڃا سوڻان، تصوير جي نيڻ لال لهرن ۾.

9- اٿم هڪ آرزو دل ۾ صنم! "تصوير هيءَ تنهنجي،
مرڻ کان پوءِ مون سان رهي گڏ منهنجي مدفن ۾".

10- عبادت ڪاڻ مون کان ٿي سگهي هرگز نه، اي ڪاتب!
ڪيان ديدار ٿو هر پار تنهنجو دل جي درپن ۾.

2/204, Gurnani Mohalla, Delhi Gate, AJMER-305001

آهستي - آهستي ڪاٻي پاسي کان سائيڪل هلائڻ لاءِ ڪير هدايتون ڏيندو. اُمان جنهنجو اڌ رنگيءَ سبب ساڄو هٿ ڪم ڪونه ٿو ڪري اُن کي ڪير روز ڪسرت ڪرائيندو ۽ روٽي کارائيندو. اهڙيءَ طرح سان گهر، ٻارن ۽ دوستن وغيره بابت انيڪ خيال دماغ ۾ ڦري رهيا هئا. هر خيال پٺيان آسن جي لمبي قطار هئي. منهنجون اکين ۾ آنسون ڏسي ڀر ۾ ويٺل سنڌي مسافر پڇيو... "ڌارين ۾ ڪهڙي ملڪ ۾ وڃي رهيو آهين؟

"لئبريا ۾".

"ڪنهنجي موت تي وڃي رهيو آهين؟"

"نه، ڪنهنجي جنم تي وڃي رهيو آهيان" مون جواب ڏنو.

"ته پوءِ تون روئي ڇو رهيو آهين؟" هن عجب وچان پڇيو.

"ڇاڪاڻ ته هندستان ۾ ڪنهنجو موت ٿي ويو آهي."

"هندستان ۾ ڪنهنجو موت ٿي ويو آهي؟" هن وري عجب مان پڇيو.

"اُن ماڻهوءَ جو، جنهنجي جنم تي ڌارين ۾ وڃي رهيو آهيان" .... مون جواب ڏنو.

"مون سمجهيو ڪونه تون ڇا چئي رهيو آهين!"

"مان هميشه لاءِ هندستان مان نڪري ولايت ۾ Settle ٿيڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان." مون کيس سمجهائيندي چيو.

"او هو، هاڻي سمجهيم." هن چيو.... "پر اُن ۾ رئڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. هن جهاز ۾ جيڪي به مسافر ويٺا آهن سي هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ڏانهن وڃي رهيا آهن، ڪي پنهنجي ملڪ هندستان مان ولايت وڃي رهيا آهن ته ڪي پرائي ملڪ هندستان مان پنهنجي ملڪ ولايت ۾ وڃي رهيا آهن. انسان روزيءَ جي تلاش ۾ هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ۾، هن ديش کان هن ديش ۾ ڀٽڪي رهيو آهي. آفريڪا جا ماڻهو آمريڪا ۾ نوڪري يا ڌنڌو ڪرڻ ويندا آهن ته وري آمريڪا جا ماڻهو ساڳئي ڪم لاءِ آفريڪا ۾ ايندا رهندا آهن. اها رفتار صدين کان جاري آهي. انسان صدين کان ڀٽڪندو رهيو آهي. هڪ شهر کان ٻئي شهر ڏانهن. هڪ ملڪ کان ٻئي ملڪ ڏانهن".

"پر توهين ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو؟" مون کانئن پڇيو.

"مان آڪرا، گهانا ۾ وڃي رهيا آهيان، منهنجو اُتي پنهنجو ڪاروبار آهي." هن چيو.

رڪاوٽ آهي سا جيستائين نه لٿي آهي، تيستائين شادي ڪانه ٿيندي. تون هڪ ڇوڪري کي پيار ڪندي آهين. اهو شڪل جو ڪارو آهي. عمر ۾ توکان ڏهه ٻارهن سال وڏو آهي. تون هن جي ٻاهر جي پيچ ۾ ڦڪڙجي ويئي آهين جتان تنهنجو پاڻ ڇڏائڻ مشڪل ٿي پيو آهي. هن توکي دلاسو ڏنو آهي ته توسان شادي ڪندو پر هو اڳيئي شادي ڪيل آهي ۽ ٻار به اٿس. توسان هن جو ٻن ٽن سالن کان ناجائز رستو آهي. ڪوڙا دلاسا ڏيئي توسان عشق پيو ڪري. زندگيءَ ۾ هڪ اتفاق اهڙو ٿئي ٿو جنهن ۾ اڻڄاڻ انسان شڪار ٿي سڌيءَ راه تان ڀٽڪي ٻري راه پڪڙي ٿو، جيستائين هن جي من کي اهڙي چوٽ لڳي جو صحي راه ڳولهڻ لاءِ حيران پريشان ٿي آخر وڃي ٺڪاڻي لڳي." موهنيءَ کي ڳالهه دل سان لڳي، اوچتو ڪاوڙجي رڙ لڳي. چيائين، "دادا، اوهان جيڪي ٻڌايو آهي سو ٻرابر سچ آهي. موهن کي اڄ تائين خبر ڪانه هئي ته هو شادي ڪيل آهي ۽ ٻار به اٿس". مون چيو مانس. "جيستائين اهيءَ سان بلڪل واسطا نه ٽوڙيندينءَ تيستائين تنهنجي شادي ڪانه ٿيندي." موهنيءَ جي دل ۾ اها ڳالهه اهڙي نه کپي ويئي جو چوڻ لڳي ته "منهنجو نه اندر پيو ٿو جلي ۽ جنهن ٻرندڙ جبل مان جوالا ڦاٽ ڪائي اڪرندي آهي تئن اها ڳالهه رڙ ور پيئي ٿي موهن کي ساڙي ٻاري."

"پياري موهني! پرش جي عزت هڪ پوشاڪ مثل آهي، هڪ لاهي هو ٻي ٿو پائي پر استريءَ جي عزت هڪ شيشي وانگر آهي، هڪواري شيشو ڀڄو ته وري نه ٺهندو. استريءَ کي موهه ۽ ممتا به گهڻي آهي نه هن کي تياڳ ڪرڻ جي به زبردست شڪتي آهي. تون پنهنجي دل جو ديپڪ دل جي آڳه سان روشن ڪر. انسان جي زندگي هڪ گهٽتائن جو گهر آهي. زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اهڙو هڪ اتفاق ٿئي ٿو جنهن ۾ انسان ڪنهن نه ڪنهن رچ ۾ ڦاسڻ کان سواءِ رهي ٿو سگهي ۽ ڪوريئڙي وانگر پنهنجي جار پاڻ ڀڪيڙي ٿو ۽ اُهيءَ ئي جار ۾ پاڻ ڦاسي ٿو پوي. دل ڪيڏو نه ننڍڙو ۽ پتڪڙو عضوو آهي پر هن ۾ ڇا ڇا نه سمايل آهي. امنگ ۽ آشائون به اُهيءَ ۾ سمايل آهن نه ڌڪار ۽ ڪروڌ جا وڪار به. تون ٻار ڪونه آهين، سمجهو ۽ سياڻي آهين. چڱي ٻري جي پهچاڻ اٿيئي. سوچي سمجهي اڳتي قدم کڻ. ايشور جي اوٽ وٺندينءَ ته سڀ سٺائي ٿيندي."

مان ان چئن مهينن کان پوءِ اُهيءَ آفيس مان بدلي ٿي ٻيءَ آفيس ۾ ويس، موهني موڪلي اُٿي اچي گڏي ۽ هٿ ڏسڻ لاءِ وري زور ڀريائين. هٿ

گهر ڪٽائي آيا. هر هر ڪشور جو ٽوٽو ٽٽي چاليءَ سان لڳائي اوچڳارون ڏيئي،
بيهوش ٿي وڃان. مهني ڏينهن کان پوءِ مولکي ڪڪي جهائي. مهنجا ڏينهن جهڙي
مولکي هيٺرو پاليندا هئا سي نه رهيا. مهنجا مٽيندا ۽ ڇوڙ لڳا نه اسان جي لاڪيٽي
لعل جي موت جو ڪارڻ هيءَ ڏاڍ آهي ۽ اوڙن ڏينهن کان پوءِ مهنجي لئين چاول
ايبيءَ ۽ مولکي هوائي جهاز ۾ چاڙهي روانو ڪياڻون نه هاڻي وڃي پهنجي ماءُ وٽ
مر. وري اسان کي مٿهن نه ڏيکارج. مولکي هتي آئي نه سال سوا ٿي ويو آهي.
مهنجي اندر جي احساس زندگيءَ جي گذريل ڏکن کي ڍڪي ورجائيندي آهيان ۽
الين ٿي ماضيءَ جي سمنڊ ۾ ايٽي غوطا کائيندي آهيان ۽ زندگيءَ جي نازڪ ٿوري
۾ بدل گهاڇيندي گيندانجهي ايٽي ٿي هلان. انسان نه پهنجي اڃا الوسار هوراڻ
السنا بندي ٿو پر ٿڪين نه ٿئي اهو ٿي ٿو جو ڪيس نه پر مالڪ کي منظور آهي.
ٿڌير ترابر زبردست طاقت آهي جنهن جي اڳيان انسان کي سر جهڪائڻو ٿو پوي.
زندگيءَ، دادا مولکي اهڙو نه ٺوڙي ڇڏيو آهي ۽ اهڙو نه پو ڳالهو آهي هر ڏک جو
ٽالو بنڌ سان ٿي اندر مان ڪجهه جڙ ڏڏي ٿو وڃي. هر چيز جونه ايٽي لڳي،
ڪراهت جهڙي جونه. اندران جا پوڳ، سوال ۽ سيڪار جا بد ندا سب جونه پساوا
ٿي رهيا آهن ۽ دنيا زهر مثل ايٽي ٿاسي ۽ جيوڙمه ڏک ۽ ڪليش سان پريل". موهنيءَ
جي ڏکي ڪهاڻي بندي ڪيس مٽي لسي هٿ گهمائي چيو مالس، " پياري موهني،
قدرت انسان کي برابر اهڙو نه ٻي وس بڻايو آهي جو هن جي هڪ اڃ پياس ٿي
اڄهي ۽ بيقرار مٿش قرار حاصل ڪرڻ لاءِ ٿڙڦندو ٿو رهي. دنيا ۾ ڀلا ڪير نه ڇا آهي.
ڏک روپ سنسار ۾ قدم قدم تي ٺوڪرون آهن. مسڪراهٽن جي چاڙ ۾ انسان ساهي
ٻني ۽ آرام ڪري وري آلسن ۽ ٺڪن جي آس ۽ لهمه واري واٽ تي اڳتي هلي
الهيءَ ڪشت ۾ ويراڳ پائي ٿو. ڪيڏي نه عجيب آهي هيءَ زندگي ۽ ڪيڏا نه
عجيب آهن زندگيءَ جا اتفاق. هاڻي اوهان پهنجي دل کي ڌارج ڏي ۽ ڪمور جي
امانت پهنجي ڪومل ڪليءَ کي پالي، لپائي، سي سکيا ڏيئي وڏو ڪر. زندگي
روشن ڪرڻ ماءُ کي ڪئين وڙ ڏيندو". "سک سپنا، ڏک پڌرا، ڏوارو هئن مهمان
ان کو آدر ڪيجئي، جو ٻيئي پکراڻ."

موهنيءَ کي آسه ڏيئي چالهه ٻي هوٽل ڇڏيسين. ان کان پوءِ موهني هڪ
ڏهو مون وٽ ڪڪيءَ سان گڏ ايندا ۾ گڏجڻ آئي هئي. مان ان جڳن ايندا چلو
جي پوءِ ۾ اچي رهيو آهيان ٿن موهنيءَ سان گڏجڻ ڪواڻ ٿيو آهي.

No. 103, Anand Sadan, Jn. of A B Nair & Juhu Road, Juhu North, Bor

# هڪ ٻيو آتنڪواد

لڇمڻ ڀمڀاڻي

سرجيت پيار سان شيلا جو هٿ دٻايو، "شيلا، تون هاڻي ڪنهن به
قسم جو فڪر نه ڪر. بي. اي. جو نتيجو ڏٺو اٿئي نه، مان فرسٽ ڊويزن ۾
پاس ٿيو آهيان. هاڻي مان پنهنجن پيرن تي بيهندس ۽ اسان پوءِ شهنايون وڄڻ
لڳنديون...."

شيلا جو چهرو لڄ وچان لعل ٿي ويو. جيڪڏهن باغ جو کليل ماحول نه هجي
ها ته هوءَ شايد سرجيت جي ڪلهي تي پنهنجو سر رکي، پيار جو اظهار ڪري ها.

"جيت، توکي نه پنهنجي پيار تي ايڏو ڀروسو آهي پر خبر اٿئي ته منهنجا
پاپا منهنجا ڪيڏا نه ويري آهن. هنن کي منهنجو منهنجو رستو اسهڻ ڪين وڻندو
آهي. چوندا آهن ته تون سردار، اسان راجپوت آهيون، اسان ڪٿي پنهنجي ڌيءَ
ذات کان ٻاهر ڏينداسين."

"ذات کان ٻاهر!" سرجيت زور سان ٽهڪ ڏنو. "ڪمال آهي. ڪهڙا نه
دقيانوسي ويچار آهن .... اسان ايڪيهين صديءَ ۾ وڃڻ جا سانباها پيا ڪيون ۽
منهنجا مائٽ اڃا ارڙهين صدي ۾ پيا هلن. ڇاجي ذات، ڇاجي پات...." سرجيت
وري کلڻ لڳو. سندس چهري تي ڏاڙهيءَ مڇ جي اڃان ٿوري رهڙ مس آئي هئي،
پر اهي ٿورڙا ڪارا وار سندس گوري مکڙي جي سندرتا ۾ اضافو ڪري
رهيا هئا.

سندس پيءُ سردار ڪلجيت سنگهه علائقي جو وڏو ٺيڪيدار هئو، گڏوگڏ
سياسي کيتر ۾ به سندس چڱو دٻدٻو هئو. مالي مڇيءَ وارو هئو. اڪثر روز
سندس گهر ڪنهن نه ڪنهن جو اچڻ وڃڻ پيو ٿيندو هئو. ڪڏهن ڪي سنگي
ساٿي ته ڪڏهن ڏاڏ وڏي دوست ته ڪڏهن سياسي ليڊر ۽ عملدار. هو بنا ڪنهن
ڀيد ڀاءُ جي هر ڪنهن لاءِ پنهنجو دروازو کليل رکندو هئو، اهو ئي سبب هو جو

۽ مان مڃڻو آهيان .... هيءَ لڳلا آهي.... موڪلي هن جي نه تلاش هئي .... هن جون
ليڙاون اکيون ڄڻ هڪ شانت جهيل مثل آهن ... جيت کي لڳو ته هو ان شانت گهريءَ
ڏيل ۾ ٻڏندو هلي رهيو آهي.

پاڙيسري هئڻ جي ناتي هنن کي گڏ ڏسڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ڪا رڪاوٽ
ڪانه پوندي هئي. ۽ جڏهن جڏهن اهي گڏ هوندا هئا ته ائين لڳندو هو ڄڻ سالن
جا وڇڙيل گڏ ٿيا هجن. ننڍو شهر هئڻ ڪري جڏهن طرح طرح جا افواهه ڦهلجڻ لڳا
ته ماڻهن سردار ڪلجيت سنگهه کي آگاهه ڪيو .... هو کلڻ لڳو. "اڙي مهنجو جيت
جنهن کي مون ڏنڻ جو عقل ڪونهي ۽ سو راجپوت ڇوڪريءَ سان عشق ڪندو!
چريا ٿيا آهيو. اڙي، هو ته ٻار آهن.... پاڙي اوڙي جا ٻار پاڻ ۾ کلندا کيڏندا،
ڳالهائيندا ٻولهائيندا.... ان ۾ ڪنهن کي ڪهڙو اعتراض؟"

پر اعتراض هئو شيلا جي برادريءَ وارن کي، برادريءَ وارن شيلا جي پيءُ کي
گهٽ وڌ ڳالهايو ته هن ڇوريءَ کي ڇڙواڳي ڏئي ڇڏي، راجپوتن جو نڪ هيٺ ڪيو
هئو. شيلا جا ابا ڏاڏا ٻراٻر ڪنهن وقت ننڍا وڏا جاگيردار هئا. پر وقت جي مار
سبب سندن اولاد پوڙهي ٿيندو ويو ۽ اڄ شيلا جا پيءُ ٻين ٽي ڪم ڪندڙ مزور
ٿي هئا. پهرين ته هو سمجهيا ڪونه ته شيلا ۽ سرجيت جي پاڻ ۾ ڳالهائڻ ۾ ڪهڙي
خرابي آهي. هو اڄ ڪان سو پر ورهين کان پاڙيسري هئڻ جي ناتي پاڻ ۾ ڳالهائيندا
پيا اچن، پر جڏهن برادريءَ جي اڙ رڳي مڪين ڪين راجپوتي آن ٻان جو حوالو
ڏنئي، ڳالهه سمجهائي ته راجپوت جي ڇوڪري راجپوت جي ئي گهر وڃندي، غير-
راجپوت ان ڇوڪريءَ جي مرده جسم کي ئي هٿ لائي سگهي ٿو تڏهن ڪين ڳالهه
سمجهه ۾ آئي، ڳالهه سمجهه ۾ اچڻ کان پوءِ هو ڄڻ ڄڻ ٿي ويا. اول ته هنن شيلا کي
پيار سان سمجهايو. ٿوري گهٽي ڌمڪي به ڏني. پر جڏهن هن نه مڃيو ته پوءِ هنن
سختي ڪرڻ شروع ڪئي.

شيلا جي هڪڙي ڀاءُ همت ڪري سردار ڪلجيت سنگهه جي ڪن تي اها
ڳالهه آندي، پر هن ان ڳالهه کي کل ۾ اڏائي ڇڏيو. هن کي اعتبار ئي نه پيو اچي
ته سندس معصوم پٽ جيت ڪنهن ڇوڪري ڏانهن اهڙي اکاهه سان نهاري سگهي
ٿو، شيلا جي پيءُ تڏهن جيت کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته هن نهايت صاف
صاف چئي ڏنو، "ڪاڪا، مان ۽ شيلا هڪ ٻئي کي چاهيون ٿا ۽ اسان ٻئي شادي
ڪنداسين، توهان پاڻ اسانکي آسيس ڏيو."

"ڪميڻا - ڪتا...." شيلا جي وڏي ڀاءُ ڪاوڙ ۾ چيو، "نياڻين تي اري

نظر رکي، هاڻي تون چئين ته مان ان سان شادي ڪندس. توکي خبر آهي ته اسان
راجپوتن جون ڇوڪريون اسلام ۾ ڇڪيل ٻي ڄڻي جوهر ڪنديون آهن، پر ڪڏهن
داريءَ ذات جي مرد جو هٿ ان پنهنجي جسم کي نه لڳائڻ ڏينديون آهن....“

”پر ڪاڪا“ جيسمن مشڪندي چيو، ”اهي ته بابا آدم جي زماني جون
ڳالهيون آهن.... آزاد هندستان ۾ ته هر ڪنهن کي آزادي آهي ته هو پنهنجي
پسنديءَ ڌنڌو ڪري، نوڪري ڪري، شادي ڪري، ملڪ جي ڪنهن به حصي
۾ گهمي ڦري.... هيئنر ڪو اسان غلام ٿورو ئي آهيون؟“

”اڙي توهان پنجابين سردارن ئي نه اچي اسانجي ملڪ جي ٻيڙي ٻوڙي
آهي.... نه نه مجال هئي جو ڪا ڇوڪري گهر کان ٻاهر نڪري.“ شيلا جي پيءُ وقلندي
چيو، ”پر ياد رک، جيسمن اسانجي رڳن ۾ اڃان راجپوتي خون آهي، تو ڪا به اهڙي
ڪميڻي حرڪت ڪئي ته انجام تمام برو ٿيندو.“

”ڇا توهان مونکي ڦاسيءَ تي چاڙهيندا؟“ جيسمن زور سان ٽهڪ ڏئي ۽ پوءِ
ورڻي ٻه ٽوماڻيءَ سان چيو، ”ڪاڪا، هندوستان ۾ رهڻ وارا اسان سڀ هندستاني
آهيون، سڀ هندو آهيون ... توهان ته ڪاڪا، اسانکي آسيس ڪيو.... اسان
توهان جا ٻار آهيون.“

ڪملجيت سنگهه جو رعب هيڻ سبب، شيلا جا ٻار ڪلئي عام نه ڪجهه ڪري
نه پيا سگهن. شيلا ۽ جيسمن لئي پيار جو اهڙو جذبو جاڳيل هئو جو دنيا جهان جي
ڪا به ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه هئا. اراديءَ جا پڪا ۽ مڪي ان شاديءَ لاءِ هرگز
رضامند نه هئا ۽ شادي ٿيڻ جي حالت ۾ شيلا جي پاڻن جو حقو پساطي پند ڪرڻ
جي ڌمڪي ڏيڻ لڳا. شيلا جا ٻار مذهبي پيا ته ڇا ڪجي. هڪ ڏينهن هڪ رشتيدار
سندن گهر آيو جنهن جي خاطرداريءَ ۾ هو دارون ڪولي ويٺا. ڳالهين ڳالهين ۾ شيلا ۽
جيسمن جي ڳالهه به نڪتي.

”پالي صاحب، اسان ته پريشان ٿي پيا آهيون. ڇوري اسانجو اڪ ڪٽائڻ
لاءِ تيار آهي.... ڪڏهن ته دل ٿيندي آهي ته ڇوريءَ کي ٽوڪيٽ ٿي ٽڪرا
ڪري ڇڏجي، پر سڪيلڌي پٽ آهي، پاڻ آما آهن ڪوله، سڀ اسانکي
ٿيا....“

ڇوريءَ جي بدران ڇوري کي جو نه نه ختم ڪيو.... نه هوندو بانس نه
بانسري....“

جيسمن جو خون... نه بابا نه... سردار ڪملجيت سنگهه اهڙو نه ڪي وارو

آهي جو هڻي اسان جو ستياناس ڪري ڇڏيندو ....”

”سر....دار....ڪمل....جيت....سنگهه....ڇا هو سک آهي؟“ سندن رشتيدار پڇيو.

”ها“

”بس، پوءِ ته ڳالهه ئي تمام سولي آهي....“ هن آواز کي ٿورو جهڪو ڪندي چيو، ”توهانکي ٿورو ناڻو خرچڻو پوندو.“

”ناڻو!“ هو ٿورو سوچ ۾ پئجي ويا.... قرض وٺڻو پوندو، وٺبو، پر اهو ڪنڊو ضرور لڳڻ کپي. پنهنجو ۽ برادريءَ جو نڪ بچائڻ لاءِ ٿوري گهڻي تڪليف ته سهڻي پوندي.

”ٺيڪ آهي ڀائي صاحب.... توهان ناڻي جو فڪر نه ڪيو.... پر توهان اهو ڪم ڪرائيندا ڪيئن؟ ڪٿي ائين نه ٿئي ته توهان يا اسان ڦاسي وڃون؟“

”نه...نه...نه.... اهڙا ڪيترا ڪم مان ڪيان ٿي ڪوله. هيءَ ڪم ائين ٿيندو جو نانگ به مري ويندو ۽ لٺ به ڪانه ڀڄندي. توهان رڳو مونکي سردار صاحب جو گهر ۽ سندس صاحبزادي جي شڪل ڏيکاري ڇڏيو.“

”پر ۽ ......“ هنن جي آواز ۾ ٿوري ڏڪڻي هئي.

”مان چوان ٿو ته گهٻرائڻ جي ڪا به ڳالهه ڪانهي. جنتا جي جان مال جي رکيا ڪندڙ پوليس پاڻ ايندي ۽ هن کي گوليءَ جو شڪار بڻائيندي.... توهانجو وار ونگو ڪونه ٿيندو.“

”يعني.. يعني پوليس هن کي ماريندي!! نه، ڀائي صاحب نه، توهان پاڳل آهيو. سردار صاحب جو پوليس سان تمام سٺو لڳ لاڳاپو آهي. سو پوليس وارا ڪيئن هن جي سڪيلڌي پٽ جيت کي گولي هڻندا.... ڇڏيو اهي چرچا....“

هاڻي هنن جو رشتيدار ٿورو گنڀير ٿيو. ”حقيقت ۾ مان راز کولڻ نه ٿي چاهيو، پر توهان تمام گهڻو گهٻرائجي رهيا آهيو تڏهن توهانکي ٻڌايان ٿو. پنجاب ۾ دهشت انگيز روز ڪا نه ڪا ڪاروائي ڪري ٿي تا وڃن انهن کي يا انهن جي مددگارن کي پڪڙڻ ۾ مدد ڪرائڻ لاءِ پوليس مخبر مقرر ڪيا آهن. مان به پوليس جي لاءِ مخبريءَ جو ڪم ڪندو آهيان. پوليس کي نه پنهنجو ڪوٽا پوري ڪرڻي آهي نه اسانکي نه پنهنجي ڪوٽا سو ڪڏهن ڪوڙا نه ڪڏهن سچا ماڻهو پڪڙائيندا آهيون.“

”ڪوڙا ماڻهو به پڪڙائيندا آهيو؟“ هنن عجب مان پڇيو.

”ڪوڙا يعني نقلي آتنڪوادي نه صرف پڪڙائيندا آهيون پر مارائيندا به

آهيون.“ هن زور سان ٽهڪ ڏيئي هٿن ڏانهن اکين اٿاريون جن هٿن جي اڀوجهائيءَ
۾ رحم ڪاني رهيو هجي. ”خير، اوهان ڇڏيو انهن ڳالهين کي. اوهان رڳو ڏٺين جي
شڪل مولڪي ڏيکاري ڇڏيو ۽ رقم پهچائي وڃو. باقي ڪم سڀ پاڻهي ٿيندو.“
۽ ڏهن ڏينهن کان پوءِ هڪ رات اٽڪل ٻارهين لڳي شهر ۾ جڻ زلزلو اچي
ويو. سردار ڪلجيت سنگهه جي گهر کي ملٽريءَ جون جيپون وراڪي واريون. سرچ
لائيٽ ۽ فلش لائيٽ جي روشنيءَ ۾ جڻ ڏينهن ٿي ويو.
جيستائين سردار ڪلجيت سنگهه ڪجهه سمجهي ٿي سمجهي، ان کان اڳ،
گولي بازي شروع ٿي وئي. گوليون اهڙي ريت هلي رهيون هيون جڻ ساهمون دشمن جي ڪا
وڏي فوج هجي. پاسي اوسي ۾ جاڳ ٿي وئي پر همت ڪري ڪو به ٻاهر ڪونه
نڪتو. اڌ ڪلاڪ کان پوءِ گوليباري بند ٿي ۽ ڪي ملٽريءَ وارا لائوڊ اسپيڪر تي
وارننگ ڏيڻ کان پوءِ تمام خبرداريءَ سان گهر اندر گهڙيا. ڪجهه دير بعد ٿي پاڙي
اوڙي وارا عجب ۾ پئجي ويا جڏهن هنن ڏٺو ته ملٽريءَ جا جوان سردار ڪلجيت
سنگهه ۽ هن جي پتنيءَ جي مرده جسمن کي گهليندا ٻاهر آڻيا ۽ جيپ ۾ وجهي سڄو
علائقو ڇاپ هليو ويو.
ٻئي ڏينهن اخبار ۾ اهڙا خبر شايع ٿي ته شهر جو مشهور ليڪيدار سردار
ڪلجيت سنگهه پنجاب جي دهشت گردن کي پناهه ڏيندو هو ۽ ڪين پاڪستاني
هٿيار پهچائيندو هو. ملٽريءَ وارن سان هڪ ڊوبدو ۾ هو مارجي ويو ۽ سندس
پتني زخمي حالت ۾ اسپتال ۾ پئي آهي. سندن پٽ سرجيت سنگهه، جيڪو هڪ
خوفناڪ آتنڪوادي آهي، اونده جو فائدو وٺي فرار ٿي ويو، جنهن جي ڳولها
جاري آهي.
پنهنجي شهر کان چار سو ڪلو ميٽر پري هڪ ناڪي جي راهداري ڪندي
جڏهن جيت اها خبر پڙهي ته هن جون واڇون ٽاڻ ٿي ويون.... مان آتنڪوادي....
منهنجو پيءُ آتنڪوادي.... منهنجي ماءُ آتنڪوادي، ڪمال آهي. لڳي ٿو ته ڪنهن
منهنجي خلاف سازش ڪئي آهي. هو پيرين پاسي ۾ چڙهي گهر پهتو. پر گهر جي
حالت ڏسي، هو صفا چريو ٿي پيو. ڪجهه پاڙيسرين ٻڌايو ته اسپتال پهتو جتي
سندس ماءُ پوءِ پساهه ٿي هئي.
”جيت... جيت.... پٽ، سڀڪجهه ختم ٿي ويو.... سڀ برباد ٿي ويو...
منهنجو ساهه صرف توکي ڏسڻ لاءِ اٽڪيو پيو هو.... شملا جي پاڻ....“ ۽ هن جون
... ٻند ٿي ويون.

جيمت بت بڻيو بيٺو رهيو. سندس اکيون پٿر ٿي ويون ۽ دماغ سن ٿي ويو.
ايتري ۾ پوليس کيس هڪ فرار آتنڪواديءَ جي روپ ۾ پڪڙي ورتو. هن گهڻو ئي
پاڻ کي بي ڏوهي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن جي ڪنهن به نه ٻڌي.
شهر جو ڪو به ناگرڪ سندس پاسو کڻڻ لاءِ تيار نه هئو، ڪير دهشت انگيزن جو
ساٿ ڏئي؟ شيلا جي پيئرن ۽ مائٽن کي ڌمڪيون ڏنيون ته جيڪڏهن ڪنهن به
جيمت جو ساٿ ڏنو ته اُن کي به پڪڙائي ڇڏيندا.

جيل ۾ جيمت مٿان ڏاڍيون عقوبتون ٿيون. هڪ ڪي اهڙو ننگي بيهد مار ڏني
وئي جو مار آڏو هو معصوم نوجوان ٽٽي پيو. "تون آتنڪوادي آهين؟"

"ها، مان آتنڪوادي آهيان" مار سبب جيمت نيم بيهوشيءَ ۾ ڳالهائي
رهيو هئو.

"تو پاڪستان مان ٽريننگ ورتي آهي."

"ها."

....

"تو ڏهه خون ڪيا آهن"

"ها."

"تون پنهنجن ساٿين کي هٿيار سپلاءِ ڪندو هئين."

"ها."

هر سوال جو جواب ها ۾ حاصل ڪري، پوليس اهو ثابت ڪرڻ ۾ ڪامياب
وئي ته جيمت هڪ خطرناڪ آتنڪوادي آهي جنهن کي پڪڙڻ لاءِ سرڪار انعام
رکيو هئو.

ٻه ٽي ٽن سالن بعد اُن ئي شهر ۾ اڌ رات جو ٺاڪوڙو پئجي ويو جڏهن موٽر
سائيڪل تي آيل ٻن نوجوانن شيلا جي ڇتي پيئرن کي گهر مان ٻاهر ڇڪي، گوليءَ
سان اُڏائي ماري ڇڏيو ۽ شيلا کي زوريءَ ٻڌائي ويا. پوليس گهڻو ئي ناڪيبندي
ڪئي، پر آتنڪوادين جو ڪو پتو ڪونه پيو. سڄي شهر ۾ دهشت ڇانئجي وئي.

رات جو ٽيون پهر هئو. هڪ کنڊهر ۾ شيلا جا هٿ پير ٻڌل هئا ۽ سندس
سامهون ڪاريءَ پڳڙيءَ سان، پاسي ۾ رائيفل رکي، هڪ نوجوان پٺ ۾ ليٽيو پيو
هئو. شيلا جي سڏڪن جو هن تي ڪو به اثر ڪين پئجي رهيو هئو ۽ لڳي پيو ته هو
پنهنجن خيالن ۾ کوهيل هئو. ڪن بعد هن نوجوان تمام درديلي آواز ۾ پنجابي ٽپا ڳائڻ
شروع ڪيا.

شيلا وانڱي ٿي وئي.... ساڳيا ٽپا.... ساڳيا آواز.... هن جي وات مان ازخود

رڙ ڪندي.... جيمس ....

جيمس آهستي آهستي پاسو ورايو ۽ پنهنجي ڇوري ٽان ٻڪڙي هٽائي، رائيفل کڻي، شيلا ڏانهن نشانو تاڻيو ....

"جيمس.... جيمس، تون هيءَ ڇا ڪري رهيو آهيو آهين؟ مان آهيان تنهنجي شيلا... تنهنجي هير .... تنهنجي ليلا...." پاڻ ڏانهن تاڻيل بندوق ڏسي شيلا هيسجي ويئي.

"ها، تون برابر شيلا آهين... مان جيمس آهيان.... مان جيمس آهيان" اهين چئي، هو ٺوليءَ سان ٺلي ويو ۽ بندوق جي هڪ گولي شيلا جي ڪلهي ڏانهن هلائين. شيلا کان رڙ نڪري ويئي ۽ ڪلهي مان رت واهولا ڪري وهڻ لڳس. ٻيو جيمس هڪ گولي پنهنجي ڪلهي ۾ هڻي ته اڳان ئي رت جو ڦوهارو وهي نڪتو.

"شيلا مري ويئي..." بندوق جي ٻي گولي شيلا جي ٻئي ڪلهي ۾ لڳي، "جيمس مري ويو" وري هڪ گولي جيمس پاڻ کي هڻي.... "ڏس شيلا، تو چيو هئو ته گڏ جيئنداسين، گڏ مرنداسين...." وري هڪ گولي شيلا جي ڇاتيءَ ۾ لڳي، "شيلا ويئي .... جيمس مري ويو.... هير مري ويئي، رانجهو مري ويو.... سسئي مري ويئي، پنهون مري ويو...." ۽ پڇاڙيءَ واري گولي هن پنهنجي سيني ۾ هڻي ٿو. □

182, Sindhi Colnoy, Bani Park, Jaipur-302 016

# گهور ڪلجگ

☐ آنند گولاڻي

زال مڙس جي ساڳيءَ آفيس ۾ نوڪري ڪن ته کين ڪي فائدا به آهن ته ڪي نقصان به آهن. سرڪار بهادر کي جهٽ خبر پئجي ويندي ته اڄ مڙس دفتر ڇو نه آيو يا اڄ زال ڇو گهر ويهي رهي. گهڻو ڪري هڪ ٻئي جي ناموجودگيءَ جو سبب ٻڌائيندو آهي. جي ٻئي نه آيا ته انهي کي ساڳيو ڪم ٿي سگهي ٿو.

انهي ڏينهن مسٽر ۽ مسز چتوالا ٻئي آفيس الڳ الڳ وقتن تي جدا جدا نمونن ۾ آيا. انهي جو رنگ روپ به نرالو هو. مسٽر جو اک پلاسٽر سان ڍڪيل هو ته مسز جي ڪاٻي ڪلائي پلاسٽر سان ٻڌل هئي. هڪ اڌ ڪلاڪ دير سان آيو ته ٻي ڪلاڪ دير سان آئي. انهي کي حاضريءَ واري رجسٽر ۾ دير سان اچڻ جو سبب لکڻو هو. مسٽر اک ضرٻجڻ جو سبب لکيو ته مسز لکيو ته ڌڪ کائڻ ڪري سندس ڪلائي زخمي ٿي پئي.

پهريان ته جيئن ساٿين جو الڳ الڳ اچڻ وڏي ڳالهه نه لڳي. وري جو مهينن جا مهينا الڳ الڳ اچڻ لڳا ته دفتر جي زالن ۽ خاص ڪري ڪنوارين ڇوڪرين ۾ چوٻولو ۽ هڪ قسم جو هاهاڪار مچي ويو. اول ته ننڍيون ڪانفرنسون ٿيڻ لڳيون. هر ڪنهن پنهنجا وزندار رايا ڏنا. نيٺ هڪ وڏي ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ ڇهن زالن (ٻه پرڻيل، ٻه ڪنواريون) جي جاچ ڪاميٽي ناهي وئي، ڇهن ميمبرن ٻه جاسوس مقرر ڪيا، هڪ ڇوڪرو ۽ هڪ ڇوڪري، ڇوڪرو مسٽر کان آڏي پڇا ڪندو ۽ ڇوڪري مسز کان وڪيلن واري آڏي پڇا ڪندي.

انهي کان ايترا ته آڏا ابتا سوال جواب ڪيا ويا جو سندن مغز چڪر کائڻ لڳو. نيٺ ڇهن مهينن جي سخت محنت ڪارڻ انهي پنهنجن جرمن (ڏوهن) جو اظهار ڪيو. مسٽر زالن جي اڻ زورواريءَ جي شڪايت ڪئي ته مسز مردن جي ظلم جو وستاري بيان ڪيو. ڪاميٽيءَ جي ٻن پرڻيل زالن مسٽر جو پاسو ڪيو ۽ ٻن ڪنوارين زالن (ڇو جو انهن جي عمر ٽيهن ورهين کان مٿي هئي) مسز جو طرف ورتو. زالن ۽ ڇوڪرين جي عام سڀا کي ڪنهن به هڪ کي ڏوهاري قرار،

ٺوس لڳندي ئي ٻڌجي ٿو سگهجي :—

مسٽر ڇڙووالا ڪنهن ديسي بليڊ سان ڏاڙهي لاهي ڇڏڻجي، کهڙي ڏاڙهي ۾ ئي دل ئي دل ۾ ڪاوڙ جي رهيو هو ته مسز رڌڻي مان رڙ ڪئي.

”توهان ڪنهن خاص دماغي ڊاڪٽر کان ڇڏڻجي وڃو جو علاج ڇو نه ٿو ڪرائين؟“

”توهان وري Throut Especialist کان ڇڏڻجي ڪاڪڙي جو علاج ڇو نه ٿي ڪرائين؟“

”ڇو ماڻهو ته پالڪ آڻجان ته ميڙي آندي ائيڙي هتي اچي ڏس ته، ٿئي ۾ ميڙي جو ڪهڙو حال اچي ٿيو آهي.“

”مان ڇو اچان جڏهن خبر اٿم ته ٿئي مٿي تي ٺڪاءُ ٿي ويندي.“

” ته، الي اچي ٿي هٽاڻ. هو هر ڪنهن کي پيو ڏاڍهن ڏين هاڻي ڪوڙ کي سچو ڪندس. سچ ته پيئو لڳي.“

”هاءِ! الا! هاءِ رام! ستنام! Oh God! توهان اچي سهاءِ ڏجانءِ“ مسٽر ڇڙووالا هڪ ئي وقت هندو، مسلمان، سک - عيسائي، يعني سچو سيڪيولر هندواسي ٿي ويو! اڌ لاٿل ڏاڙهيءَ سان سندس جاءِ ۾ گهڙي ويو. در ٻاهران ٺڪ ٺڪ ٿيندي رهي.“

”اڙي او نامرد نڪر ٻاهر!“ مرد کي زال ذات نامرد چوي، ته مرد کي لاچار مار کائڻ لاءِ سندس جاءِ کان ٻاهر نڪرڻو پوندو. مسٽر در جو ٿورو ٿورو کولي ڇڏڻجو نڪ ٻاهر ڪڍيو مس ته ٿئي ٺڪاءُ ٿي ويس. اُن جو پيو به اثر نتيجو نڪتو. مسز اهڙي زور سان ٿئي اڇلي هئي جو در کي ٺڪاءُ ڪري سندس ئوانت کي اچي لڳي! مسٽر نڪ کي رهڙي ئي رهيو هو ته مسز ئوانت کي ٻڪڙي زور سان روئڻ شروع ڪيو. ايتري قدر جو فلئيت ٻاهران ماڻهو ڪٺا ٿي ويا. چي، ”مسٽر ڇڙووالا جا افعال ئي اهڙا آهن! هن کي زال مارڻ Wife Beating جي ڪني عادت ورثي کان جو مليل آهي!

لامور ”جيم ۽ سماج شيوڪ“ جي فيصلي کي آفيس جي سيڪڙي مردن ۽ تجربيڪار پرڻيل زالن قبول ڪرڻ فرمايو پر ڪنوارين ڪنيائن (جن جي عمر ٽيهن ورهين کان مٿي هئي) ٻڪ راءِ ٿڏي ڇڏيو! رنڊبر ڪيل سماج شيوڪ ٿڏو ساهه کڻي چيو، “ زال مرد جي جهيڙي جي باري ۾ هيءُ ٻنهي ۽ آخري فيصلو ڏنو اٿم. گهور ڪاڄ ۾ ٻنو ۾ ٻڌو هوم ته مرد زال کي ماريندو آهي. پر هاڻي ٻڌان ۽ ڏسان ٿو ته ٻيل ٿيل ناري، ٻلوان، ڪمزور مرد کي ماري، پاڻ کي مظلوم ڪري ڪوٺائي ٿي!

اوم شانتي.

544, Sewa Samiti Nagar, Koliwada Bombay-400 037

ڪنهن مناسب شهر ۾ ڪرائيندو. سوال محض اسان ٻنهي پٽ جو نه آهي بابا. سوال چڱن ڀلن جو آهي. ڪنهنکي دوش جو ڀاڱي بڻائجي. ڪنهنجي مٿان لڪر نه هڻڻ ۾ ئي سڀني جي عزت آهي.... ها اوهان کي هر مهني مدد ڪندو رهندس. اهو منهنجو وچن آهي. بابا پريل من سان چيو هو: ڪالهه تائين پوري گهر جو بوجو مون اڪيلو سنڀاليو آهي. توکان روپيه وٺي پيريءَ ۾ ڪهڙا شوق پورا ڪرڻا اٿم. منهنجي پينشن منهنجو سهارو آهي....

بينڪ ڪافي عمدي ڍنگ سان سنواريل هئي. قيمتي غاليچو ۽ ڇت کان لٽڪندڙ عاليشان جهمر وڏ گهڙائي ۽ صحيح چوڌاري جي مهر هنيون پيا هئا. ڇت جي ڪل مٿان عاليشان گهڙيال ان جا اکاوَ هنيا. پيءُ ۽ پٽ جون اکيون اماڪ مٿي کڄي ويون.

بابا اوهين اشنان ڪندا؟

اڃا وقت ڪٿي آهي پٽ. مان توکي ولڻ آيو آهيان. تنهنجي امان سان وڏيڪ الرٽ ڪرڻ ۾ مان اسمرت آهيان. هفتي کان سندس مک تي تنهنجو نالو آهي. اٿڻ ويهڻ کان لاچار آهي. ڏينهن ۾ الائي ڪيترا ڀيرا تنهنجو پڇندي رهي ٿي. ڊاڪٽرن جواب ڏنو آهي.

امان!.... ڪنهن جي اکين اڳيان ماءُ جو چهڪو چهرو ڦاڪڻ لڳو. جڏهن کيس ڪليڪٽريءَ جو عهدو مليو ۽ اها خوشخبري امان ٻڌي هئي ته خوشيءَ ۾ جنسي پاڳل ٿيڻ جي پئي هئي. ڳوٺ جي ڪوليءَ ۾ وڃي پنج روپيه پيٽا رکي هيائين. ڏه پنڊرهن منٽ واهي ٻيو سان لين تي ويٺي هئي. سندس مک منڊل ڏسڻ وٽان هو. سندس اکين مان وهندڙ جل ڌارا.... مک منڊل ۾ اي انتها سکون جا چاڪا.... سڀ ڪجهه هو.... ٻيو خود سندس مک منڊل ۾ گويا لهي آيو هو.

اوهين ناشتو وغيره ڪريو. اسين تيار ٿي ٿا وٺون بابا.

تيار ٿيو. ناشتي وغيره جي طلب نه اٿم. وقت ٿورو آهي ڪيان.

ڪيان پراڻي نداو جي اڪير ڳولهڻ چاهي پيءُ جي چهري تي، پر رهڻ ڏنائين.

چاچا ۽ چار پليٽون ٽولن سان ٻري اچي سهري جي اڳيان رکيون.

نه پٽ مولڪي درڪار نه آهي. ها پاڻي پيئندس.

چاچا کيس پاڻي ڏنو.

هئا.... اوهه.... فرسٽ ڊي وائيٽ پارٽي جا ڀا.... ڀاڀا جي سس ۽ سهري گڏجي ڪئين ۾
آڱريون ڏنيون هيون. اهان ڀاڀا جي مٽرن وڃڻ لاءِ چانئٽ ڪان پهر تي ڪوله ڪيا
هئا ته سندس سس اهڙي ته اڇي مٿس ڪڙڪي جڻ جنسي ٻلاءِ. ڀاڀا جي خوشي
ڪافور ٿي وئي. کيس لڳو ته سوين واڳون کيس اڪيلو ڏسي چوطرف حملو ڪري
کيس زخمي ڪري ڇڏيو آهي. کيس سمجهڻ ۾ اچي آيو ته سسڻس ۽ سهري جي من
۾ ڇا آهي ۽ هو ڇا ٿا چاهين. هوءَ ٽٽل من سان پنهنجي ڪمري ۾ وئي. سندس
اکين ۾ لڙ ڀرجي آيو.... اُن کان پوءِ ڀاڀا جي الٽهڪرڻ ۾ پيو ڇتر ڪلپ تي پنهنجي
سامهون نوڙڻ لڳو.... هڪ ڏينهن هوءَ گهر ۾ رات جو ڪنهن پارٽيءَ کان دير سان
موٽي هئي. سسڻس رڙيون ڪري کيس ذليل ڪرڻ چاهيو ۽ کيس ڪلچٽي ڪوٺيو
جنهنتي ڀاڀا جي اهم کي ضرب پهتي هئي. گيان جي صبر جو بند ٽٽي پيو هو ۽
پوءِ گهر مان ٻه گهر ٿي پيا هئا.

ڌرمداس پٽ جي در تي دستڪ ڏيڻ کان اڳ، راهه ۾ پنهنجي ضمير سان
جدوجهد ڪندو رهيو هو. پنهنجي خيالن جي ڪوٺيءَ جا ڪلف کوليندو ۽ بند
ڪندو رهيو هو. ستن سالن بعد پنهنجي پٽ جي گهر طرف سندس قدم حالتن موڙيا
هئا.... ٽٽل رشتن مٿان پل ٻڌائي يا رشتن جو بارود وري ڌماڪي سان اُن پل کي
ڇنڀون ڇنڀون ڪري اُڏائي ڇڏيندو. هو ڀپ جي گرفت ۾ هو ته ڪٿي سندس
اٿڻ ٻدلي ونڻ احاطا کيس بي عزو نه ڪري ڇڏي.... مان مسڪين رٽائرڊ پينشن
بردار اهڙو ڪاپاري ڌڪ سهي سگهندس؟.... ٻڌو اٿم گيان ڊسٽرڪٽ ڪليڪٽر مان
سيڪريٽري ٿيڻ وارو آهي.... او.... سندس ٺاٺ مان مرتبو....... بنگلو پوشاڪ.......
سرڪاري گاڏيون لڳيا سجدا.... نه نه اُهن سڀني سان منهنجو ڪهڙو ٻراوٽن....
مان.... مان اوور لُڪ ڪندو ساس. مان کيس ماءُ وٽ پهچائڻ لاءِ آيو آهيان....
اسان جا رشتا اهڙو نه سينواري وسا آهن جو پيڙ پيا کسڪن.... پر ٻنهي طرفن
کان هڪ لنبي عرصي کان مانائي ڇو رهي؟ ڪير آهي جوابدار.... گيان؟ يا مان....
يا گيان ماءُ جو رنل ضد؟ اسان فرض کان منهن موڙيو آهي. اسان رشتن جا فرش
ڇو نه لتاڙيا.... فرش گم رهيا.... رشتا زخمي رهيا. بابا .... بابا چالهه پيئندا؟ هت اس
واهه مٺت ڀينهڊي گيان جي آواز ڌرمداس جي سوچڻيءَ کي ڪاٽس ڌار ڪري ڇڏيو.

ڌرمداس لٿو ۽ سندس پٺيان گيان هيٺ لٿو.

ايس. ٽي. بس اسٽاپ تي هڪ لنبي ڪاٺ جي ٿنڀي تي رکيل اسٽول جي

"بس ڊاڪٽر".

ڊاڪٽر هليو ويو، وڃڻ مهل شوڀا کي دوا ڏياري ۽ ٻيون دوائون وٺڻ لاءِ شوڀا کان موڪلائي ويو.

وڃڻ جي وقت بعد شوڀا سوچڻ لڳي، "مان ڪهڙو سک ڏنو آهي پتيءَ کي؟! مان ڪجهه به سک ڪونه ڏنو آهي .... مان .... مان پاپڻ آهيان، مان گنهگار آهيان جو مان پنهنجي پتيءَ کان سيوا ڪرايان ٿي. منهنجو ته فرض آهي پتيءَ جي سيوا ڪرڻ. منهنجي ڪري هي ڪيترو نه دکي آهي ڪيترين نه چنتائن ۾ هوندو. هن کي مان اڃا الائي ڪيترا ڏينهن ڇڏيندس. الائي ڪڏهن منهنجو موت ايندي. مان پنهنجي پتيءَ کي دکي ڏسڻ نٿي چاهيان. هن جو مايوس چهرو مونکان ڏٺو نٿو وڃي. اڃا هن جي عمر ئي ڪيتري آهي. هن ڪهڙو ڏوھ ڪيو. مان هن کي دکي ٿيڻ ڪو نه ڏيندس، اصل نه. هرڪو سمجهي ٿو، ڄاڻي ٿو موت اچڻو ئي آهي. اُن هوندي به هرڪو هن کان بچڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پر مان جلد مرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. جيترو ٿي سگهي اوترو جلد مان به هن جيون جو انت آڻڻ چاهيان ٿي. مان هن کي سکي ڪرڻ چاهيان ٿي. هيءَ منهنجي سيوا ۾ ايترو نه غلطان ٿي ويا آهن جو هنن کي پنهنجو، پنهنجي شرير جو به خيال نه رهيو آهي. ڪيترو نه ورڪ ٿي ويا آهن هيءَ. هن فيصلي بعد هڪ انوکي شانتي محسوس ٿي رهي آهي هاڻي. هاڻي مان پنهنجي موت کي سويڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. جڏهن هستيءَ دل ۾ موت لاءِ شردا آهي، برابر آهي، سک آهي ليڪن مونکي به هن لاءِ آهي. مان نٿي چاهيان ته هو منهنجي لاءِ ايترا ڪشٽ سهن ڪري. ان ڪري ئي مان پنهنجو انت چاهيان ٿي". هن اکيون بند ڪيون، هڪجي بعد پلڪن مان آنسن جي ڌارا وهڻ لڳي.

وڃڻ جي دل ئي نه پئي ٿي، همت ئي نه پئي ٿيس، پر شوڀا جي وڏائي دک ڪري هن پڪي دل ڪري، ڏڪندڙ هٿن سان ٿورو ٿورو زهر دوا ۾ وجهي شوڀا کي ڏيڻ چالو ڪيو.

هڪ ڏينهن صبوح جو، چانهه جو ڪوپ ڏيڻ مهل جيئن شوڀا کي پيارڻ لڳو ته شوڀا جا چپ ڏڪڻ لڳا. هوءَ تمام گهڻو ڪمزور لڳي، ساهه لال ٿي ويس، سڄو بدن ڪنبڻ لڳس. ڏڪندي ڏڪندي چيائين "پتي .... مان .... ٺيڪ ٿي وئي آهيان... مان ٺيڪ ٿي ويس... مان.... هاڻي وڌيڪ ڪونه .... جيئندس ... ڪال ديوتا... مونکي وٺڻ آيو .... آهي...." هوءَ سڏڪڻ لڳي.

وچيه شوڀا جي مستڪ کي پنهنجي گود ۾ رکيو ”ماں.... مان توهان کي گهڻي .... تڪليف ڏني .... گهڻو .... دکي ڪيو آهي. مون .... توهانکي توهان .... مهنجي .... خوب .... شيوا.... ڪئي آهي .... مونکي .... مونکي .... معا .... ف ڪندا .......... مونکي .... معا .... ف .... ڪ.... جو.... شوڀا وڏيڪ ڪنگهڻ، سهڪڻ لڳي.

ڏڪندي ڏڪندڙ لفظن سان وچيه چيو ”شوڀا .... ماں.... ماں.... تنهنجو گنهگار آهيان.... تنهنجو ڏوهاري آهيان.... معافي لاءِ مونکي .... مونکي معاف ڪر شوڀا.... معاف ڪر شوڀا ماں.... مان پاپي آهيان.... ماں.... ماں....

پر شوڀا جو ڪنڌ هڪ پاسي جهڪي ويو هو. شوڀا هميشه هميشه لاءِ اکيون بوتي ڇڏيون هيون.

وچيه جي وات مان رڙ نڪري وئي، ”نه نه.... ائين نٿو ٿي سگهي. ائين نٿو ٿي سگهي... هي ڀڳوان ماں.... ماں.... هي ڇا ڪيو.... مان پنهنجي پتنيءَ جو.... مان مهنجيءَ شوڀا جو پاڻ ٿي انت آندو.... مان پاپي آهيان. .... مان خوني آهيان. ڀڳوان مونکي سزا ڏي.... مون پاپ ڪيو آهي، شوڀا مونکي معاف ڪر. تنهنجا دک مونکان ڏٺا نٿي ويا.... ماں.... توکي زهر ڏيندو رهيس دوا ۾، مان تنهنجو خون ڪيو آهي. شوڀا مونکي معاف ڪر .... شوڀا معاف ڪر ....“ وچيه جي اکين ۾ آنسون اچي ويا. هن شوڀا جي چپن، مهن لي چمين جي برسات وسائي ڇڏي. وچيه ٻارن وانگر روئڻ لڳو.

شام جو وقت هو. شوڀا جنهن پلنگ تي سمهي پيئي هئي اُن هنڌ کي وچيه صاف ڪرڻ لڳو، چادر مٿي کڻي ڇنڊڻ لڳو. تيئن هڪ ڪاغذ جو ٽڪر هيٺ ڪري پيو. هن جي نظر اُن ڪاغذ جي ٽڪر تي پيئي هن اُهو ڪاغذ کنيو. کولي پڙهيائين. هن جي اکين ۾ آنسون ڀرجي آيا. هيءُ اُهو ڪاغذ ٿي دعا پڙهي ويو. وري پڙهڻ لڳو. هن جي اکين مان آنسن جي ڌارا چالو هئي.

”سوامي،

مان ڄاڻي رهي آهيان توهانکي مهنجي بيماريءَ جي ڪافي گهڻي چنتا آهي. توهان مهنجي لاءِ آفيس مان مهنو موڪل ورتي آهي. مان ڪهڙي نه ڪرم نصيب آهيان جو توهانجي شيوا نٿي ڪري سگهان پر شيوا ڪرائي رهي آهيان. مان پنهنجي سر تي پاپ چاڙهي رهي آهيان. الائي ڪڏهن مهنجو انت اچي. مان سمجهان ٿي نه توهانجو مون سان تمام گهڻو پريم آهي. توهان مهنجي دکن کي ڏسي بيماريءَ کي

# احسان فراموش

□ روپچند سپاهيملاڻي

اڄ آتمارام گهڻو اداس ٿي ويو. منهنجي ساڻس دوستي اٽڪل 25 سال پراڻي آهي. اسين ٻئي ساڳيءَ بلڊنگ ۾، آفيس ۾ ساڳيءَ ۾ ملازم آهيون. فقط هو هيڊ ڪلارڪ آهي ۽ مان ڪلارڪ. پڪا مٽ يار آهيون. منهنجي زندگي خواه سندس زندگي اسان ٻنهي لاءِ کليل ڪتاب مثل آهي. اداسائيءَ جو ڪارڻ پڇڻ تي هن هڪ ٿڌو ساهه کنيو ۽ هڪ خط کيسي مان ڪڍي موڪلي ڏنو. چيائين: ڪالهه آفيس مان موٽڻ بعد رميش جو هيءُ خط ميز تي رکيل ڏٺم. اترو چوندي سندس اکيون ڀرجي آيون ۽ منهن ڦيري ڇڏيائين. خط پڙهيم، رميش لکيو هو:

مٺا ڊيئر انڪل،

رميش جي ماءُ بيمار ٿي پيئي آهي جنهن ڪري رميش جي ڊيوٽيءَ کي ڪاڏي پيئي جي تڪليف آهي. ان ڪري رميش ۽ ٻچيءَ کي وٺي اوڏانهن وڃي رهيو آهيان. ڪجهه ڏينهن اتي رهندا سين، رميش جي لاءِ ۽ سئيڊ وچ ٿڪيا پيا آهيو، آهي ڪاٿي ڪين پيئجو. اوهان جي ڪنگهه وڌندي پيئي وڃي، ان جو ٺيڪ طرح علاج ڪجو. پنهنجي صحت جو خيال رکجو. وڌيڪ سڪ.

— رميش جي ايها اڳاڻي لکيل چٺي پڙهي موڪلي منهنجي لڳي. رميش آتمارام جي وڏي ڀاءُ جو پٽ هو. رميش اڃا ڇهن ورهين جو مس هو ته هڪ ڏينهن سندس ماءُ ۽ پيءُ ٻئي موٽر ڪار حادثي ۾ اوچتو مري ويا. ان وقت کان آتمارام هن لاءِ ماءُ به هو ته پيءُ به. کيڏي لاڏ ڪوڏ سان کيس پالي، پڙهائي، لائقيءَ لڳايو هئائين! گوداوريءَ سان سندس پيار هو پر هن اهو پيار به پلي ڇڏيو ۽ زندگي ڀر ڪنوارو رهڻ جو فيصلو ڪيو. صرف انهيءَ انديشي کان ته متان چاچي رميش کي اترو پيار نه ڏيئي سگهي ۽ هوءَ ٻار کي اڻات سمجهي دکي ٿئي. موڪلي ياد آهي ته جڏهن رميش کي نالائق تي ٻيو هو ته ڏهن ڇاڇهه ڏينهن آتمارام جيڪا سندس ٽهل شيوا ڪئي!

سان سندن شادي ٿي. وچڙال ملي هڪ ٿيا.

شادي ۽ جي ٽن ڏينهن بعد ٻئي مهني جي موڪل وٺي هليا ڏکڻ ڀارت ۾ هني مون ڪرڻ. سندن وڃڻ جـي ٻئي ڏينهن رميش جو آفيس ۾ وري فون آيو. مون کان چاچي جي صحت جي بابت ۾ پڇا ڪيائين. جنهن تي مون کيس اهـا خوشخبري ٻڌائي ته سندس چاچو شادي ڪري هني مون تي ويل آهي ته ڪالهه ڏالهين اڪري ويئي. هاڻي ته چاچي جي شاندار فليٽ ۽ ٻي ملڪيت سندس هٿن مان هميشه لاءِ هلي ويئي.

مون ٽيليفون رکي ڇڏي- هاڻي وڌيڪ ڳالهائڻ لاءِ هو ئي ڇا؟



M-19, Near Post office, Vaishali Nagar, Ajmer-305006.

هو، در دروازا بند ٿي ويندا هئا.

جهڙي اهڙي ڳوٺ لي ته عبدل رحمان جي اڪ، ۽ ڪنهن ٻڌلدي هئي وڏا وڏا زميندار سندس هيٺ جو شڪار ٿيا هئا. ڪيترن کي ته اڳواٽ چتاءُ ڏني ايندو هو. "مان اڄ توهان جي ڳوٺ جو مهمان آهيان، مال تيار رکو." دهشت ڇانئي ڌاڙا هڻندو هو. شادڻ مرادڻ جي ته خاص ڇانچ پڙتال رکندو هو. ڪنهن خبر هئي ته سيٺين جي شادڻ ۾ مٿن مالڪن جون زالون ڳهڻ سان ڀي ڀي ڀڪنديون آهن. هڪ ٻي ڌاڙي ۾ عبدوءَ کي جهجهو مال ملي ويندو هو.

باوجود ڌاڙن جي ڌڪاءَ، خوف، هراس جي شاديون ته ٿينديون رهيون. ڪنهن ۾ به ڪاڻ سماج جو وهڪرو بند نه ٿيو نه آهي. ڀڳتيون ڀاڳ ۽ ٻولڊا رهيا، ميلا ملاڪڙا لڳندا رهيا، راڳ راڳڻين ۾ به خاموشي ڪين آئي. ڪتاري وارا ڳوٺ ڳوٺ جو رنن ڪندا هئا. سسئي پنهونءَ، ليلا چنيسر، سهڻي ميهار جون دردليون ڪهاڻيون ٻڌائي لوڪن کي ولڙائيندا هئا. هاري ناري هر ۾ ڪاهيندا هئا ته شاهه لطيف جا بيت ۽ ڪافيون به ڳائيندا هئا.

شادڻ مرادڻ لي به هرڪو پنهنجي وت آهر خرچ ڪندو هو. غريب غربو ته مسجد ۾ نڪاح پڙهائي ڪنوار کي گهر وٺي ايندو هو، پر وڏ وڏيرو وت آهر خرچ ڪندو هو. وڏيري جي شاديءَ ۾ رونق لڳي ويندي هئي. ٿان جا ٺڪا مٿي لي، ٻڌن لي ٻهراڻ، واهه هئي ٻج اڪتل سلوار ٻهري جڏهن وڏيري جا مٽ مائٽ ڳوٺ ۾ گهمندا هئا ته نئين زندگي اچي ويندي هئي. والد ر وروڻهه لاءِ ڪڏهن ڪنهن ڪنهنءَ کي گهرائيندا هئا ته ڪڏهن ڪنهن راڳندڙ کي، يا جيوٽيءَ کي يا حبابءَ کي. ڳوٺ جا سڀ هندو مسلمان شاديءَ ۾ شريڪ ٿيندا هئا.

هندو زميندار ۽ سيٺيون پنهنجي اهوني شغل ڪندا هئا. ڀڳت ڀاڳ، نڪاڻي ۾ پانڌ صاحب ۽ مجلس مڙيون ڪندا هئا. شاديءَ وقت سڄي ڳوٺ ۾ نئين زندگي اچي ويندي هئي.

اڄ ٻري حاجران جي ڳوٺ ۾ نئين رونق آئي هئي. چرپر اچي وئي هئي. ڪهمسنگهه زميندار جي گهر شادي هئي. نئين چهل پهل. مهمانن جي اچ وڃ. مهمان ٻلي جون ڌوليون پائي ٻگها ڪوٽ، بوسڪيءَ جا ٺڪا ٻهري جڏهن گهٽين ۾ ٻئي آيا تڏهن ظالمون ڏرن لي اچي منهن ڏيکي رونق ڏسڻ لڳيون. واٽين ڪلي ڪيڪار ڪئي. ڪن مهمانن کي ٿاڌل پٽي پياري ته ڪن سوٻا ليمن. واسست ڪرڻ ۽ خوش نازو ڪرڻ ۾ مهمانن جو سڄو ڏينهن گذري ويو.

رات جو جاڙي جي ڀڳت جو ٻڌي ڏور ڏور ڳوٺن مان ماڻهو اچي لڳا. ڪي
ڪاٺ ڳاڏن تي، ته ڪي گهوڙن تي ته ڪي گڏهن تي ۽ واٽهڙو اسر وارا ته پنڌ ئي
اچي ويا. ڪڏ پرساڻ وٽن سان وهت ٻڌي لڏن ۽ ڏهورن کي وهندا ويا. هلنديءَ
پهچنديءَ وارن مٿن مالن، وڏ وڏارن ۽ اسائي ٻالڪن، سيٺين ۽ زميندارن لاءِ کٽون
وڇايون ويون.

رات جو پهر ٿيو شروع ٿيو ته ڀڳت صاحب ڇير ڄامو پاتي، سازندن کي
هٿ جوڙي، آئل ساڌ سنگت، راڄ مهاڄڻ کي هٿ جوڙي ڀڳت شروع ڪئي. پس
پوءِ ته ڪلام مٿان ڪلام پئي ڳايائين. فرمائش مٿان فرمائشون پئي ٿيون. ”واهه!
ڀڳت صاحب واهه! ڪو سچل جو ڪلام ٻڌاءِ“ ڪن وري عمر ماروئيءَ جي وائي
جي فرمائش ڪئي. ڀڳت صاحب ڪلام شروع ڪيو، وچ وچ ۾ پيرن ۾ ٻڌل گهنگهرن
سان پاڇي جي سر سان تال ميل پئي ملايائين. وچ ۾ وري شاهه لطيف جي ڪافين
جو به مزو پئي وٺايائين. درد ڀري آواز سان عمر ماروئيءَ جون چوڏهن رانديون شروع
ڪيائين. عمر جو ماروئيءَ کي کڻي اچي ڪوٽ ۾ قيد ڪرڻ، ماروئيءَ جي
وطن لاءِ اڪير جو درد ڀريو داستان شروع ڪيائين ته اڀري ۾ ڏور ڏور کان ”چاڪي“
جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ”چاڪي“ جي آواز ٻڌي سڀ چپ ڪري ويا. جو ٻڌندڙ عمر ماروئيءَ
جون رانديون، جن جا هزارن ۾ وڪارو ساري سنڌ ۾ وڪامجي رهيا هئا، وسري ويون.
پاڇاءَ ڏ ڪڙ بند ٿي ويا. ڀڳت ۾ خاموشي اچي وئي. جتن جو قافلو ڏور اوڀر کان
آيو، ڳوٺ جي رات واري وستي کان لنگهندو اولهه ڏاهن وڌندو رهيو، ”چاڪي“ جو
آواز گونجندو رهيو. آواز جڏهن ڏور ٿيو ته ڀڳت وري ڀڳت شروع ڪئي.

ڀڳت پڄاڻ ٻڌندڙن کي چڪڻ لاءِ چهر کي چمڪايو، وڏا آلاپ ڪڍيا. هار کي
سوڀ ۾ بدلي ڪرڻ لاءِ جفاڪشي ڪئي. ڏوهيڙن ڳائڻ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏيائين.
رات پئي، ڪڪڙن ڪر موڙيا، ڀڳت نه پهچي ڀڳت بند ڪئي. هرڪو پهچي
پهچي ماڳ، ورڻ لڳو جيئن آيا تيئن واپس ويا.

وهاڻ ڏينهن مچهند جو راڄ (مسلمان) مهاڄڻ (هندو) جي مجلس هئي.
زميندار ڪشن سنگهه ڪو وڏو زميندار ڪين هو پر مهمان نوازيءَ جو شائق هو. هونءَ
ته گهر ۾ پڪاليءَ سان هلندو هو پر مجلس مڙيءَ ۾، شادي وهانءَ ۾ دل کولي خرچ
ڪندو هو. آئي ويل جو آدر ته ڪو سنڌس کان سکي، سيٺين سڄڻن جي نه خاص
عزت ڪندو هو پوءِ اهي ڏيڻو هجن خواهه ولو. ٻر ۾ ا سنڌس رهائي هوندي هئي.
پاڻ ته شادي غمي ڪڏهن ڪين گسائيندو هو ان ڪري اڄ نه سنڌس وٽ

عبدوءَ کي به دور دور پنهنجي شڪار جي اوجهه پئجي وئي. ڪڙان جي ٺاپ ٺاپ
سڀ سون ورني شام ۾ خلل پئجي ويو. حواس ڪارڻ پکين جو لاڏون بند ٿي
ويو. گهوڙا اوڪڙ ۽ ليون لتاڙيندا ٻيون وڃن. ٻوءِ نه وار. ٻڌائيندڙ اسان اچي
ويو. ٻه گهوڙا ٻڌايائين پار ڪيو جيئن بندوق ٽلاءِ ۾ ٽولندا آهن. ان جهل
نه ڀل گهوڙا ڊوڪندا رهيا. پنيان ڳاڙهو ڀولا ۽ اڳيان اوڙيءَ جون ڏکيون
ٻراون جن گوشت جي چوڌاري ڪوٽ لاهي ڇڏيو هو. ساري ٽڪر ۾ ٽاڪوڙ پئجي وئي.
گهوڙا ڊوڪ ڊوڪان ڪندا وڌندا رهيا. واهه ۾ پاڻي اڌائيندا وڌندا
رهيا. سامهون ڏڏڙ ٽسي گوشت وارن ۾ ٽاڪوڙ مچي ويو. سامهون ايندڙ ڪو خطرو
سمجهي هرڪو هيڏي هوڏي ڊڪڻ لڳو.

جيئن مٽيءَ جو واچوڙو جلدي پکڙجي ويندو آهي تيئن خوف ۽ حواس ساري
گوٺ ۾ پکڙجي ويو. سڀني کي ٻڌون پئجي ويا ته، اهو ڪو ڏاڙيل ٽي هولدو.
داٺود خان وڏيري بندوق ڪهرائي ورتي. چي، اڄ مقابلو ڪرڻو ٿي آهي، گوٺ جو
شان جو رکڻو آهي. پنهنجا پهلوان ولي گوٺ جو مدد جهلي اٿي رهيو. عبدل رحمان
جي گهوڙي ته اچي سامهون اٿي رهيس. جيئن شينهن شڪار مٿان ٽپو ڏئي غالب
پوندو آهي تيئن عبدو اسان ٽپو ڏئي وڃي داٺود خان کي جهليو. بندوق ڪسي
تڪر ڪري پري ڦٽي ڪيائين. چي، "وڏيرا اسين ڪارن سان اسانجو اڪاڄ پڙهيل
آهي. اون وڃي ليرون ۽ بدڪن جو شڪار ڪر. وڃ وڃي گهر سکي ليٽ اڄ اسين
سيٺ جا مهمان آهيون."

"وري اهڙي هوڙيائي نه ڪجانءِ" ائين چئي وڏيري کي ڌڪو ڏنائين. گهوڙا اون
وٽان سان ڀڄائي رنگرنگي دروازي طرف وڌيو. دروازا بند ليڪن لڳا ڪيتريون خالي ٿي
ويون. شهنائيءَ جو آواز ٻُڌ وڃان پُرسانجي ويو. عبدوءَ زور سان حويليءَ جي
دروازي تي ڪنڌ و ٺڪاءُ ڪندي چيو "سيٺ! دروازو کول ته اسان چمڪون ٿي
ويندين."

فضا ۾ خاموشي، ٽپ ۾ وچڙندڙ قدم.

"اڄالي هوڙيائي نه ڪر، نه ته پڇتائيندين!" وري آواز.

"ڪڙ! ڪڙ" اندران ڪڙي کولڻ جو آواز، ٻوءِ ته ڏاڙيل ڊوڪي پيا. مهمان
جي لٺ چالو ٿي وئي. اوني ۽ مدين سان جهول ڀرجي ويو. ڪشمڪش جو دم خدڪ
لڳڻ لڳو. هيڏي بي عزتي سهڻ کان ماڻهو هٽي. اي وس! لاچار! ڪوئي چارو ڪونه!
اهڙي بي عزتيءَ کان مرڻ بهتر آهي، دل ۾ سوچيائين "ماڻهو هي سڀ جا چولدا،

مان نه ڪڏهن به ڪٿي نه سگهندس".

اوطاق جي صفائي ڪري ڦاڙهن زالن جي حويليءَ ڏانهن رخ رکيو. بندوق جي ناليءَ جي اڳيان سڀئي، پوڙهن ڦاڙهل. ڪشمڪش، آواز ڪري ڪڙو کوليو. ڦڙڪندڙ هٿن دروازا کوليا. ٻيءَ وڃان زالن جو خون سڪي ويو. جيئن هوا ۾ ڪپڙو ڦڙڪندو آهي ائين سندن سرير پئي ڏڪيو "هنن کي منهن جي ڳالهه ٻڌائين!" عبدوءَ همراهه کي چيو.

اسانجي سردار جو چوڻ آهي ته "توهان زالون آهيو، اسان توهانکي هٿ نه لڳائينداسين، سون سڀ لاهي چادر ۾ وجهو. اڪ جو سون نه لاهيو، اهو توهانجو سهاڳ آهي."

زالون خاموش! هڪ ٻئي ڏي نيٺ! موت جي ڇايا.

عبدوءَ ڳالهه جو عمل نه ڏسي رڙ ڪئي "جلدي ڪيو سون لاهيو نه ته ٻار اڄ ڳاهجي ويندا".

سون جي ڪرڻ جو آواز! ٺڙ! ٺڙ! ٺڙڪ! ٺڙڪ!

ٻر ڪي اکيون عبدل رحمان کي تڪڻ لڳيون. هي آواز ته سڃاتل پيو لڳي. ڪشمڪش جي پوڙهي زال سگهڻيءَ دل ۾ سوچيو. هوءَ اُٿي، ته لاهي پئي، وني مان عبدل رحمان ڏي گهور ڪري نهاري ته پئي. هوءَ آهستي آهستي وڌندي رهي عبدل رحمان طرف، سندس ڪي ٻه ڪون! سڀ ظالمون واڙهون. "هيءَ ڇري ڪري چالي، موت ڏانهن پئي وڃي!" هو سوچڻ لڳيون. سهرلس غصي ۾ لال ٿي ويو، رڙ ڪري چيائين "چوڪر واپس ٿيءَ" ٻر انهن ڪان رهيو نه ٿيو. هن ڪان دانهل آواز اڪتو "عبدو چاچو!" جيئن ڪوئي ٻوساٽيل فضا ۾ ڪر اوچتو طوفان اڀندو هجي ائين، ٻار ٻرٻو ٻهڪاٽپ جو آواز ٻڌي عبدل رحمان جي دل ۾ اٿل ٻٿل اچي وئي.

"چوڪر تون ڪير آهين جو تو مونکي چاچو سڏيو آهي؟" سگهڻي آواز ٻڌي خوش ٿي. سندس من ۾ همت آئي.

"چاچا مان آهيان سگهڻي، غريبي ڌيري واري سگهڻي! توهانجي ڀائٽي سگهڻي" سگهڻيءَ منهن جو رنو ٻري ڪندي چيو، "تون اسان وٽ مهمان ڪئن ڏهندو هئين! اسانکي ڪيڏائيندو هئين!"

عبدل رحمان سگهڻيءَ جي منهن ۾ ڏسڻ لڳو. دل ۾ سوچيائين ته ... ته سڃاتل پئي لڳو. "ابا! تون گنبي مل جي ڌيءَ ته نه آهين؟" ها چاچا ها مان اهائي آهيان گنبي مل جي ڌيءَ سگهڻي، توهان جي ڀائٽي! سگهڻي ڊوڙي وڃي عبدل رحمان

ڪي ڀاڪر پاتو. اڄ پٽ تـون اهڙي وڏي ٿـي وئي آهين ٻـلا سال گذري ويا
آهن جو مان توهانکي ڇڏيو آهي ۽ اچي هن ڏاڍي پريو آهيان" عبدل رحمان سڀني
جي مٿي تي هٿ رکي چيو، "ٻلا! اهي هيءَ ڪير؟"

سڀني ورائيو، "هي منهنجا ساهرا آهن. گهوٽ منهنجو جوڙيو آهي"، سهري
ڏالهن لڄ وچان لهاري رکي جو پاڻ هيٺ ڪندي چيائين تـه هي منهنجو وڏو سهرو
آهي." منهنجا هي سڀ ساهرا مالڪ آهن. هن قولله پر تـه ٻـئي سمائجي. جنا کر
سکو ڪاڪو آيو هيمس.

عبدل رحمان جو شرم کان ڪنڌ هيٺ جهڪي ويو هٿ جوڙي چيائين "سيٺ!
مونکي معاف ڪجو. مونکان خطا ٿي. مونکي خبر ڪين هئي تـه هي منهنجي ڌيءَ
جو گهر آهي".

سردار کي هيٺين ترو ڏسي همراهن بندوقون سڌيون ڪيون ۽ سمجهائون کر
منصوبو ئي ڪين آهي. سردار ڪين بندوقون جهڪائڻ جو اشارو ڪيو. سڀني انهيءَ
برالدران ملاتي ڪٿي آئي ۽ اچي عبدل رحمان اڳيان رکيائين. سڀاڻي پاڻ ئي ڪاٺي همراهن
کي ئي ڏارالائين.

آخر الي اهي هٿ جوڙي ڪشمڪش کان موڪلايائين ۽ چادر ويڙهي سون
سميت سيٺ جي هٿ ۾ ڏيندي چيائين، "سيٺ صاحب! هي وار مان توهان کي هي
سڀ واپس ٿو ڪيان ۽ آئينده هن ڳوٺ کي ڪڏهن ئي ڪو ڌاڙو نـه هڻندس جو هي
منهنجي ڌيءَ جو ڳوٺ آهي"

ٻيا همراهه سڀ غصي ۾ لال ٿي ويا. هنن هيڏي ساري سون جي ڏاروانس
ڏسي اڳواٽ سوچي ڇڏيو هو تـه اسانکي ڪيترو حصو ملندو. هيئن آيل رزق هٿان
مان ويندو ڏسي غصي ۾ اچي ويا.

عبدل رحمان هنن جي شڪلين مان سمجهي ويو تـه هنن جي من ۾ ڇا آهي.
هڪل ڪندي چيائين "حرامخورو! توهانکي حياءُ ڪين آهي. هيءَ منهنجي ڌيءَ
جو گهر آهي. هلو واپس." پاڻ پڻ ڪندي چوندو ويو. عبدو اهڙو وال ڪين آهي
جو پنهنجي ڌيءَ جي گهر ڌاڙو هڻندو. مونکي پنهنجي عزت وڃائڻي ڪين آهي
ڇا ماڻهو منهنجي لاءِ چوندا، لعنت آهي اولي عبدو ڌتڪار آهي لولي ۽ هيڏي اچن
کان اڳ ٿوري جالع نـه رکين هان"... چوندو هي همراهن سميت ٻاهر اکتو سڀني
سمت کي ويندي ويندي پارت ڪيائين. همراهن ٻاهر اچي گهوڙن جوڙان

گهوڙن هڻڪار ڪئي ۽ ان ۾ شوخي ڪين هئي. گهرن جا دروازا کليل ويا. ماڻهن
جي منهن تي ڀؤ ۽ تعجب جي ڇانئا. ذري ذري، ڌاڙيل سڀني سان گهوڙن گونگ ڇڏيو
گهوڙن واڳ، ڀار ڪيو ۽ ۾ ڀاڪيءَ ڇاڪا ۽ ڪاڏا. ڀيرن ڀيرن تان هلندا رهيون ۽
ڏڪڻ ۽ آڏاڻي. گهوڙا ون ڪڙان ۽ ٽپن سان. راڌ ڪندا ونڌ وڌندا رهيون ۽
وڻن جو لامون گهڙسوارن کي چمندا رهيون. ڀڪي منڍ اولي رهيا هئا. جانورن ۾
ٽاڪوڙ ڪين هئي.

انتري ۾ اڪرال ڀهڪا ڏنا، ٽڙ ڦڙ ٿي ڪاڏل ٿيا. عبدو ڪنڙو ڪندو
ڪلاهه مان نڪري، ڀولڙ جي اولاهي ڀاسي لس ۾ گم ٿي ويو.
◻

BK- 586, O.T. Section Ulhasnagar-421002

"سموري عظيم ادب ۾ اها ڳالهه، ضرور نظر اچي ٿي ته انجا ڪردار پنهنجي
سماجڪ وجود سان گڏ ۽ ان وجود جي مسئلن سان گڏ هڪ ٻئي جهڙي گهڻگهڻائي
واسطگيءَ سان اظهاريا ويا آهن. جيتري گهرائيءَ سان انهن لاڳاپن کي سمجهيو ويندو ۽
جيترن مختلف نمونن سان انهن اندروني لاڳاپن کي پيش ڪيو ويندو ۽ رچنا اوتري
ئي مهان ٿيندي."

"ايڪ جيتري گهرائيءَ سان ڪنهن وقت ۾ انهي مسئلن کي سمجهندو
سندس اظهار اوترو ئي محسوس قسم جو هوندو. اهڙيءَ طرح عظيم فنڪارن ذريعي
پيش ڪيل ڪردارن ۽ حالتن جي ڦوٽ روزاني حياتيءَ جي هوبهو جاچ کان ڪجهه اڳتي
نڪري وڃي ٿي. حياتيءَ جي اونهي ڄاڻ رواجي شين جي جاچ لائين مدد ڪري ٿي."

— جارج لوڪاچ

# ٽون مهان آهين

پدم راج ديودت شرما

سنڌس پڌلي هاڻي ڪاٽي ڪوششن بعد سنڌس سهوڳ راجستان جي ٻاڙمير جي ريگستاني علائقي مان جئپور ڪرائي هئي. ڪٿي رڻ پٽ ۽ ڪٿي هيءَ گلابي نگر. هتي پهچي سامت جو ساهه کنيائين ته هاڻي ٻارن جي پڙهائي ايڪ ٺاڪ ٿيندي متن مالڪن ۽ ٻارن دوستن جي قرب رهيو. رامچند ٻجلي ٻورڊ جو اسسٽنٽ انجنير هئو. محنت ايمانداري ۽ قابليت ڪري پنهنجي ويڙهه ۾ نالو هوس. جئپور ۾ کيس اسٽور انسپيڪشن ۾ رکيو ويو. ويڙهه ۾ ٿيندڙ گهرائي ڪروڙ روپين جي خريدي ٿيندي هئي. مال قبول ڪرڻ کان اڳ ان جي چڪاس اسٽور انسپيڪشن سيڪشن ۾ ڪئي ويندي آهي. رامچند جي اها ڊيوٽي هئي ته آيل مال جي پوري طرح چڪاس ڪري ته مال اراسر ٿيندڙ جي شرطن موجب صحيح آهي يا نه! سنڌس چڪاس رپورٽ بعد ئي مال جي خريدي ۽ رقم جي ادائگي ڪئي ويندي هئي.

مارچ جو مهينو شروع ٿيو، سامان جي خريديءَ لئي زور هئو سرڪار ۾ دور دراز ڳوٺن ٿاڻين ٻجلي پهچائڻ جي رٿا کي اڳتي وڌائڻ لاءِ وڏي بجيٽ پاس ڪئي هئي. مال جي خريدي ۽ چڪاس جو ڪم زور شور سان چالو هئو. مارچ جي مهني ۽ سرڪاري سامان جي خريديءَ جو چولي-دامن جو ساٿ آهي. جيتري مارچ جي مهني ۾ سرڪاري کاتن ۾ خريدي لئي اوتري ٻئي ڪنهن مهني ۾ نه ٿئي. انجنيري کاتن جي ڳالهه ئي نرالي آهي. هيءُ مهينو انهن لاءِ خاص اهميت ڀريو آهي. رامچند پوري رفتار ڪم ۾ مشغول هئو. جيستائين سنڌس چڪاس جي رپورٽ پيش نه ٿئي تيستائين محڪمو مال قبول ڪري نٿي سگهيو. چاهي هيٺ ڪرمچاري هجن يا مٿي عملدار هجن سڀئي ۾ سنڌس سچائيءَ جي ساک هئي. ڪم ۾ ذاتي ذميواريءَ جو هئو.

اڄ آفيس جي ٽيبل تي سرڪاري ٽپال ۾ روزاني وچور نظر مان ڪيائين جنهن موجب هڪ وڏي ٽينڊر جي مال جي ڪيس چڪاس ڪري رپورٽ ڏني هئي. آهي وڏا والو Valve هئا جي ٻاڦ جي سب اسٽيشن ۾ ڪم ايندڙ هئا. لکين روپين جي خريداري هئي. اسٽور ڪيپر ونس اچي احوالي ته سائين مال جي ٻاهران ڪيپ چڪاس لاءِ پهچي وئي آهي.

"ڀلا گهٽي روپين جو ٽينڊر آهي؟" رامچند اسٽور ڪيپر کان پڇيو.

"سائين! اها ڳالهه ته اڪائونٽس برانچ مان ئي ملي سگهندي".

"ٽينڊر ڪهڙي ڪمپنيءَ جو آهي؟" رامچند ٻيو سوال ڪيو.

"سائين! ٽينڊر رامڪو ڪمپنيءَ جو آهي، هيءَ ڪمپني اڳ ۾ به گهڻيئي اهڙيءَ قسم سپلاءِ ڪري چڪي آهي. ٻين ڪيترن ئي وڏن ڪمپنين کي مال سپلاءِ ڪري چڪي آهي". اسٽور ڪيپر جواب ڏنو.

"جهڙوڪ؟" رامچند پڇيو.

"جيئن ته اسڪارٽ، ڪانٽڪ، پراميئر وغيره ان ڪانسواءِ هيءَ والو ولائتي ڄاڻ حاصل ڪري ٺاهيو ويو آهي ۽ اُتي جي پراڻوڪ شالان ۾ هنن جو استعمال ڪيو ويو آهي". اسٽور ڪيپر خلاصو بيان ڪيو.

"پر ڀائي! اهي ته آٽو موبائيل ڪمپنيون آهن. انهن جي گهرج ۽ اسانجي گهرج ۾ فرق ٿي سگهي ٿو. ڀلا ٻين پراڻين جي اسٽيٽ اليڪٽرسٽي بورڊن مان ڪهڙن بورڊن ۾ اهي والو خريدا ويا آهن؟

اسٽور ڪيپر خفي ٿي چيو، "سائين مان ته ڪلارڪ ڪيڊر جو ماڻهو آهيان ٽيڪنيڪل ڪيڊر جا اوهين صاحب آهيو. گذريل ويهن سالن کان اسٽور ۾ ڪم ڪري رهيو آهيان انڪري جيڪا ٿوري ڄاڻ هئي سا اوهان کي ڏنم.

رامچند ساڳئي ٻولي سان پڇيو: "ڀائي! هيءَ هڪ وڏي سپلاءِ جو معاملو آهي، لکين رپين جي خريد آهي ان ۾ ته بورڊ مقرر ڪري، بورڊ جي رپورٽ جي آڌار تي مال کي پاس ڪيو وڃي ته اهو ٺيڪ ادو ٿيندو."

اسٽور ڪيپر صفائي ڏيندي چيو، "سائين توهين پاڻ آفيسر آهيو. ٽينڊر جي اوهان کي ويڙهڪ ڄاڻ ۾ مان سمجهان ٿو ته هيءَ هڪ اسٽينڊرڊ ڪمپني آهي ۽ هن جو مال عرب ملڪن ۾ پڻ ايڪسپورٽ ڪيو ويو آهي. انڪري شايد بورڊ

ناهي مال جي چڪاس ڪرڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي ويئي آهي. اڪري
ته اوهان جهڙي ايماندار ۽ هوشيار اسسٽنٽ انجنيئر کي هن ڪم ۾ لڳايو ويو آهي
ته ان اسان جي ڊپارٽمينٽ ۾ اسسٽنٽ انجنيئرن جي ڪهڙي ڪمي".

اسٽور ڪيپر جو نشان صحيح جڳهه تي لڳو. هڪ مدت لاءِ رامچند چپ ٿي
ويو. سوچڻ لڳو ته هن ڊپارٽمينٽ ۾ ڪو نه آهي جو منهنجي ايمانداريءَ جو قدر
ڪري ٿو. اڄ ڪالهه جي جيون جو وڏو اختلاف اهو آهي ته مالدار ۽ ولس
بي ايمان کي ۽ ماڻهو سڀ ڪجهه ڄاڻندي ۽ ايماندار سڏي هن کي پڌائين ٿا پر
هڪ غريب يا ساڌارڻ درجي جي ايماندار سرڪاري ڪرمچاريءَ کي ڪو ايماندار
چئي سماج ۾ ساراهه ڪرڻ وارو ڪونهي. ايماندار سڏڪي رهيو آهي نه ڪير هن کي
ايماندار چئي حوصلي افزائي نه ڪري. حوصلي افزائي نه ٿيڻ ڪري سماج جا ڪي اهڙا
۾ عناصر آهن جي هن کي بيوقوف، مدي خارج ۽ غير عملي چئي ٺٺوليون ڪن ٿا.
اسان جي سماجي جيون ۾ وڌندڙ ڀرشٽاچار لاءِ اُن ڳالهه جو گهڻي ڀاڱي ذميوار آهي.

اسسٽنٽ انجنيئر جي چهري تي هڪ هلڪي مسڪراهٽ اچي ويئي هن
ڄاتو ٿي ته اسٽور ڪيپر جي منشا ڪهڙي آهي، هن اهو به پئي پاسي ڄاتو ٿي ته
اسٽور ڪيپر هن سامان کي پاس ڪرائڻ جي مڪمل ڪوشش ۾ لڳل آهي. فائون
جو سهارو وٺندي هن پڇيو: "والو جي جاچ ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته ٽينڊر جي
شرطن ۽ والو جي ڊرائنگ جي ڀيٽ ڪئي وڃي ته والو برابر ليمن ۽
ڊرائنگ موجب صحيح آهن يا نه."

"حاضر سائين! سڀ ڳالهيون هيٺڪيون موجود آهن. اسٽور سيڪشن جي
رڪارڊ ۾ سڀ ڪجهه موجود آهي." اسٽور ڪيپر ورائي ڏني.

ٻئي رڪارڊ روم ۾ پهتا. اسٽور ڪيپر انهي جي انچارج جي مدد سان سڀ
رڪارڊ وغيره پيش ڪرايو. ٽينڊر سان واسطيدار ٻيو سيڪشن آفيسر به پهچي ويو.
ڪلوڪل مثالي نمڪين ڪوامب ڊولڪ ۽ اچي ويا. ٻنهي ته هن کي وڪوڙي ورتو
وارو هڪڙو جهڙو هئو پر هاڻي نه پوري چنڊالن جي چراڪڙي هئي. ٽينڊر واري
سيڪشن آفيسر چيو: "رامچند هي ٽينڊر جا شرط ۽ بلڪل صاف آهن جي ڪمپنيءَ
پورا ڪيا آهن. هيءَ هڪ رپورٽ فورم آهي ۽ مال تي آءِ. ايس. آءِ. جو مارڪو
۽ لڳل آهي."

راميچند مارڪو ڏٺو ۽ ٻڌائين جي گهر ڪئي ته ڪيس ڪاغذن جو بنڊلو ڏٺو ويو جنهن ڪي هن غور سان ڏٺو ۽ هڪ جوهريءَ والڪر پرک ڪري چيائين: ”هيءَ ته ٻئي ڪمپنيءَ طرفان ڇپايل لٽريچر آهي جنهن ۾ ڪمپنيءَ پنهنجي مال جي واڪاڻ ۽ ٽرانڊنگ ڏني آهي. معلوم ٿو ته اها ٽرانڊنگ ڪنهن جا اسالهي ويپاريءَ جي طرفان ٽينڊر جي شرطن سان گڏ شايع ڪئي وئي آهي.

سڀ هڪ ٻئي جو منهن ڏسڻ لڳا. ٽينڊر سيڪشن جي سيڪشن آفيسر ٽيليفون جو چونگو کڻي سپرنٽينڊنگ انجنيئر سان ڳالهايو ۽ سربستي حقيقت کان کيس واقف ڪيائين. سپرنٽينڊنگ انجنيئر کيس چيو ته راميچند کي مون وٽ موڪليو ۽ مان کيس ٽرانڊنگ ڏيکاريندس پر هن وقت مان هڪ ضروري ميٽنگ ۾ مشغول آهيان ان ڪري سڀاڻي سڀئي ڪاغذ کڻي مون وٽ اچي.

o o o

راميچند گهر پهتو. سڀاڻي جا ٽينڊر اها ئي ڳالهه سندس ذهن ۾ ڦري رهي هئي. هيٺ کان مٿي تائين سڀ ٻڌ آهن. سڀني جي حصي رسي آهي. معلوڪان مال جي صحيح هئڻ جي تصديق ڪرائي معلوڪي پروفوف ٻڌائڻ چاهين ٿا. پهاڙيءَ جو مال ۾ ڪا خرابي اکتي ته ڏوهه مون تي ايندو. سندس زال ٽيبل تي کاڌو رکي وئي ۽ هيءُ ڪنهن ڳوڙهي خيال ۾ محو هئو. گهڙيال ڏهن جا ٽڪاو هڻيا. زالس پيو پوپو گرم گرم ٿئي تان لاهي سندس لاءِ کڻي آئي.

”اڙي! هي جا توهان ته اڄا کاڌو شروع ئي نه ڪيو آهي؟“

”اڄ بک ڪانهي“.

زالس کيس ڪنيندي چيو ”توهان ئي ته چيو هئو ته اڄ پوپو کائيندس. مون ته اڄ خاص توهان جي لاءِ مکائي جو اٽو پيسايو آهي. سچو پوپو ئي ٿڌو ٿي ويو. مان پيو گرم پوپو توهان کي پچائي ٿي ڏيان، اهو مان پاڻ کائي ڇڏيندس.“

”نه نه اون تڪليف نه ڪر مان اِهو پوپو ئي کائي ڇڏيندس!“

هر زال کي هڪ اهڙي اندر دشٽي مليل هوندي آهي جنهن جي معرفت هوءَ ٻئيءَ جي من تائين پهچي ويندي آهي. جيئي وڏا وڏا من وديا جا ڄاڻو فيل ٿين ٿا اتي استري ڪامياب ٿي وڃي ٿي. ٻئي ڳالهه لڪائي رهيو آهي يا ڪو ڳالهائي رهيو آهي فورن اُن ڳالهه کي پالپي ونئي ٿي. ان ڪري آرڌانگني اکو زال لاءِ صحيح

آهي. رات ٿي بستري تي رامچند پاسا ورائي رهيو هيو. سندس زال هن جي غمگينيءَ کي ڀانپي ورتو ۽ ڀاڀرهه مان پڇائين "اهڙي ڪهڙي تڪليف آهي جا حل ٿي نٿي سگهي؟" رامچند اداس ٿي چيو، "ڪيتري نه تڪليف ۽ ڪوشش کان پوءِ پنهنجي پٽ جي اسامي بدلي هتي ڪرائي آهي ته هاڻي هيءَ ماجرا ٿي آهي". اهين چوندي سڄي حقيقت کان کيس واقف ڪرايائين.

"ڀاڳ هيتري ڪوشش ۽ سفارش سان بدلي ڪرائي آهي جيڪڏهن آفيسرن کي ناراض ڪنداسين ته اڳتي هميشه لاءِ جيپور ۾ بدلي نه ٿيندي. ٻيا به انجنير ڪم هلائين ٿا. ٻڌي سگهيتا ڪي هڏي مشڪل سان سيمنت انڊيلا سوٽيا اسڪول ۾ داخلا ملي آهي اهڙو وجهه نه وري زندگيءَ ۾ نه ملندو. اوهين جيڪڏهن خلاف رپورٽ ڏيندا ته ضرور جيپور مان بدلي ڪري ڪنهن اوڙاهه ۾ ڪٿي موڪليندا.

"اهائي ڳالهه مان سوچي رهيو آهيان، ٻارن جي مستقبل جو به ته سوچڻو آهي". رامچند چيو.

"ڪو اهڙو طريقو ڪيو جو نانگ به مري لٺ به نه ڀڄي."

تون ٿي ٻڌاءِ اهڙو ڪهڙو طريقو آهي، منهنجو ته دماغ ٿي ڪم نٿو ڪري.

زالس وراڻي ڏني "هيترا ماڻهو نوڪري ڪن ٿا اهي ڪيئن ٿا ڪن؟"

کلي ٿي رامچند چيو "تون چاهين ٿي ته مان به انهن وانگر ٿيان."

"پاڻيءَ کان اڳ ڪپڙا ڇو ٿا لاهيو سڀاڻي توهانکي سپرنٽينڊنگ انجنير سان ڳنڍڻو آهي ان کان پوءِ فيصلو ڪنداسين." زالس صلاح ڏني.

"تنهنجي نه صلاح صاف آهي نه جيپور نه ڇڏڻي آهي، ٻارن جي پڙهائيءَ ۾ خلل پوندو. ٽوڪي پنهنجي پيءُ ماءُ کان پري وڃڻو پوندو".

ڪافي رات گذري چڪي هئي، رامچند سمجهي چڪو هيو ته سندس سس سهرو ٻار زال جيپور ۾ ئي رهڻ جا خواهشمند هئا. پاسا ورائيندي رات وهامي وئي.

o o o

صبح جو سندس ملاقات سپرنٽينڊنگ انجنير سان ٿيڻي آهي انهن سمجهي رهيو هيو جڻ واڳهه جي وات ۾ وڃي رهيو آهي. سندس سس سهرو زال ٻار کيس زوريءَ واڳهه جي وات ڏانهن ڌڪي رهيا آهن. مان پنهنجي اصول تي قائم رهڻ چاهيان ٿو. ڪو منهنجي مدد ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. سڀني کي پنهنجو سوارٿ آهي.

# اڌوري لڙائي

## ◻ ارجن ڪرپالاڻي

ڏٻاريءَ جي صفائي هلي رهي هئي. مان هڪ هڪ ڪتاب ڇنڊي لاهي الماڙيءَ ۾ رکي رهيو هوس، جو هڪ ڪتاب مان لفافو ڪري اچي پٽ تي پيو. مان جيئن ئي لفافو کڻڻ لاءِ هيٺ جهڪيس ته اکر ڏسي ڇرڪي ويس. مون ماضيءَ جي خوفناڪ ۽ دردناڪ لمحن ۾ ڪوئجي ويو. اهو خط اڄ کان ايڪ ارڙهان سال اڳ، منهنجي دلبر دوست موهن، ان ڪاري اونداهيءَ رات، پنهنجي موت کان ڪجهه گهڙيون اڳ موڪلي لکيو هو. مان ماضيءَ جي انهن خوفناڪ ۽ دردناڪ لمحن کي ذوريءَ جهٽڪو ڏئي، خط کولي پڙهڻ لڳس. هن لکيو هو-

منهنجا پيارا دوست هري،

ٿوري دير اڳ ئي اجمير مان 'لوڪ سيوا آيوگ' جو انٽرويو ڏئي موٽيو آهيان. ائين سمجهه، ته اهو انٽرويو، نه رڳو ڪنهن سرڪاري نوڪريءَ جي لحاظ ڪان، پر پنهنجيءَ زندگيءَ جي لحاظ کان، منهنجو هڪ آخري انٽرويو هو، جنهن ۾ مان ناڪامياب ويو آهيان.......

زندگيءَ جي هن لڙائيءَ کي مان پنهنجي آخري لڙائي سمجهي ٿي لڙيو هوس هارائجي ويس. هاڻي مونکي ٻيو ڪو به رستو نظر نٿو اچي، جيڪو منهنجي ندگيءَ جي راهه روشن ڪري سگهي. گهر وارا منهنجي بيڪاريءَ کان نه رڳو تنگ ي چڪا آهن، بلڪ انهن لاءِ منهنجو، زال ۽ ٻن ٻارن جو بوجهه، هاڻي برداشت ڪرڻ جي حد کان ٻاهر اچي چڪو آهي.

هونءَ به هري، هاڻي مان پنهنجي زندگي ۽ ان جي سؤمان جي رکشا ڪندي ڪندي ڏاڍو ٿڪجي چڪو آهيان. نوڪري نه ملڻ ئي آهي، مون ڪڏهن به ۽ ڪنهن ن به، غلط معنيٰ ۾ سمجهوتو نه ڪيو آهي ۽ نه ئي انياءَ يا بي انصافيءَ اڳيان ڏهن ڪنڌ جهڪايو آهي....... هڪ نوڪري ڇڏي، مون ڪنهن کان به، اڄ تائين

نه مدد گهري آهي، نه ئي ڪنهن جون واسطيدارون ڏٺيون، جنهن جي ڪوشش ئي ڪئي
آهي. پر دوست، هاڻي مان ڏاڍو ٿڪجي پيو آهيان. اڄ منهنجي لاءِ، سؤمان ۽
ايمانداريءَ سان اٺن، لنو ۽ اڄوڪو ميسر ڪري سگهڻ ناممڪن ٿي چڪو آهي. عزت
پري هڪ وراڻي زندگي گهارڻ لاءِ منهنجون سڀ ڏڪرايون ۽ پنهنجون لياقتون اڄ بيڪار
ثابت ٿي پيون آهن.

بيلاشڪ مولڪي لو جهڙي لساريت ۽ سچي دوست تي ڏاڍو فخر آهي پر
ڏواري نه آخر مان ڪمستالين بوجهه ٿڌڙي، پنو ٻاڻ گهاٽبندس.

بس دوست، هاڻي مان اندر لڪچي چڪو آهيان، جو پنهنجي وجود، پنهنجي
سرمان جي رڪشا لاءِ اها لڙائي جاري رکڻ جي، ذرا به سمرلي لنو سمجهان، ڪنهن
نه قسم جو سهارو هاڻي مولڪي ڪنهن مشل لو لڳي، ان لاءِ مان هاڻي هتان لمام
پيدان کان هميشه هميشه لاءِ آزاد ٿي رهيو آهيان.

منهنجون ليڪدون، منهنجون بيلاون مان هن جڳهه تي نه لاهي نه سگهيس، پر
جي اُٿي جڳهه تي موقعو مليو ته ضرور لاهڻ جي ڪوشش ڪندس.

منهنجي نه هٿڻ کان پوءِ ڪملا ۽ ٻنهي ٻارن جو ڇا ٿيندو، نه جاڻان، پر هو
پنهنجي وجود جي لڙائيءَ ۾ ڪامياب رهن، ان لاءِ ايشور کان دعا ٿو گهران. ايشور
مولڪي پاڻ ڪاميابي نه ڏني، پر جي هن منهنجي پرلوار کي لڙڻ جي سگهه ڏني،
نه پوءِ مولڪي ان سان ڪابه شڪايت نه رهندي.

آخر ۾، جاڻائي-انجاڻائيءَ ۾ ڪنهن مولڪان ڪا ڀُل ٿي هجي، ڪنهن مون
منهنجي دل ڏکوئي هجي، ته لنو سمجهي معاف ڪجانءِ......

۽ وڌيڪ ونڌي، ڪملا ۽ ٻارن جي ٻاريت ٿيي. بس الوداع......

خط جي هن آخري لفظ تي اچي منهنجي اکڙيون ۾ ڦرجي آيل سمنڊ الڪي لو
پيون. چيتنا نامعلوم ڪٿي ڦر ٿي اچي رهي. هٿ ۾ جهليل پنو هڪ سنڌوما جو پردو
بڻجي ٿو پيو، جنهن تي پنهنجي دوست جي گذاريل زندگيءَ جا چٽر، فلم جي ريل
وانگر، هڪ هڪ ڪري جهٽرا ٿي چرڻ-ڦرڻ لڳا لڳن......

○ ○ ○

مون جنهن جاڻو هو ته هن ڪي زندگيءَ جا سڀ سک ميسر هئا پر جنهن
لڇميءَ جنهن پنهنجا پر کولي، منهنجي دوست جي گهران رسي ۽ اتان اڏامي وڃي
ڪو پيو گهر وسايائين، ته هن جا سڀ عيش ۽ آرام، هڪ سپنو بڻجي پيا. ڪئي

پڻس ان ٻيڙين جي ڪارخاني جو مالڪ هئو ۽ هاڻي فقط ڪنهن مل جو هڪ معمولي
ملازم وجي رهيو هو. سندس زال به لڳي ٻيڙيون ٻڌڻ. مئٽرڪ ۾ ٻه سال فيل ٿيڻ
جڏهن موهن ايم. بي. بورڊ ڪان انٽر پاس ڪئي، تڏهن ماءُ - پيءُ ٻئي اڳتي پڙهائڻ
ڏنهن ۾، مئٽرڪ وغيره ۾ فيل ٿيو هو. پر هن ۾ پرتيڀا هئي. هو تيز فهم هو ۽ انجي
پڙهڻ جي دلي اڇا به هئي. مان اُن وقت بي. اي. فائينل ۾ هوس. مون اُن نازڪ
وقت ۾ کيس همت ڏياري، پنهنجيءَ اسڪالرشپ مان هن جي ڪي پري ڪاليج ۾
داخلا ڪرايم. سندس گهر وارن جي ناراضگي نه سٺم. پر جڏهن هو پاس ٿيو تڏهن
موڪلي سڀني کان وڏيڪ خوشي ٿي.

انهيءَ سال بيمار ڏاڏيءَ جي اڇا پوري ڪرڻ لاءِ موهن کي هڪ ڳوٺاڻي
ڇوڪريءَ سان پرڻايو ويو، جيڪا پنج درجا مس پاس هئي.

سر تي بوجهه، پولدي تي گهر ۾ ڪٿ پٽ ٿيڻ لڳي، جنهنجي ڪري هن ڪاليج
ڇڏي، پرائيويٽ فارم ڀريو ۽ پيءُ واري مل (Mill) ۾ ئي ڪچي ڪلارڪي جائن (Join)
ڪئي. پر ان ٻيڙين ۾ گڏ سواري ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو هو بي. اي. فائينل
۾ ٿرڊ ڊويزن آيو. ان هوندي به هن همت نه هاري ۽ هڪ وار وري ڪاليج ۾
ايم. اي. سوشالاجيءَ ۾ داخلا ورتي جو اُن جا ڪلاس مارننگ (Morning) ۾ هئا.

در پاڳ سان هڪ ڏينهن، موهن کي سندس آفيسر ڪنهن معمولي ڳالهه تان
ڪٽي ڏاڍيو گهٽ وڌ ڳالهايو. پوءِ نه هو ناحق سهڻ وارو هئو، اس اوڏيءَ مهل آفيسر
جي منهن تي استعفا اڇلي گهر هلي آيو.

گهر وارن جي نگاهه ۾ موهن جي اهميت هوندي ئي ڪا خاص نه رهي هئي پر
اُن وقت وڌيڪ گهٽجي وڃي پيڙيءَ تائين پهتي جو سندس ننڍو ڀاءُ، اُن ساڳيءَ مل
(Mill) ۾ ڪچيءَ نوڪريءَ تي لڳي چڪو هو. هاڻي نه
اُٺندي ويهندي ڦٽ - لعنت، سندس ۽ زال مٿان طعنن جو وسڪارو ٿيڻ لڳو. نهايت
سڀاڻي ۽ ذهين موهن اهي اُٺسهه سور سهندو رهيو. نٽاءُ جي انهن گهڙين ۾ مون
هن کي سنڀاليو، هر طرح جي مدد ڏنم. ايشور جي مهر ٿي، موهن ايم. اي. فائينل ۾
فرسٽ ڊويزن ۽ ٿرڊ پوزيشن سان پاس ٿيو. اها خوشي اُن وقت بيٺي ٿي وئي،
جڏهن سڳهو ٿي سندس کي هڪ پٽ به ڄائو. ڇو ته نهايت ڪاري ۽ انڌاري زندگيءَ
جي گهڙين گهاريندي هيءَ ليڪر ڇاڻو هو. ان لاءِ مون به ڪٽي ان جو نالو رکيو-

موهن هاڻي وري سڙڪ تي اچي ويو ۽ بيروزگارن جي بيشمار ڀيڙ جو هڪ حصو بڻجي، ڀٽڪڻ لڳو. مان وقت بوقت گهرج آهر ڪجهه نه ڪجهه پيسا موڪليندو ۽ همت ٻڌائيندو رهيس ته دوست اها لڙائي لڙندو هل، متان اڌ ۾ ڇڏي ڏئي، هڪ نه هڪ ڏينهن توکي ضرور ڪاميابي ملندي.

گردش جي ان دور ۾ هن کي هڪ ڌيءُ ڄائي، جنهن کي ورثي ۾ مليو ايمان، غفلت ۽ ذلت.

گهڻي ڪوشش کان پوءِ موهن کي شهر جي هڪ پرائيويٽ هائر سيڪنڊري اسڪول ۾ ماستري ملي. مهينو پورو ٿيڻ تي جڏهن موهن پي شيٽ (Pay sheet) تي صحيح ڪري پگهار وارو لفافو کوليو ته سؤ روپيا گهٽ ڏسي حيران رهجي ويو. هن مئنيجر کان سؤ روپين جي گهر ڪٽي ته ڪيس اهو پهه جواب مليو- "هت توکي ايترائي ملندا."

— پر صحيح ته توهان پوري ڇهن سئن تي ورتي آهي، پوءِ ٿي سؤ تي ڇو ........"

— توهان کي الب ڪاڻا آهن يا وڃڻا........"

اهو ٻڌي موهن ڪاوڙجي چيو- "پوءِ توهان اشتهار ۾ ڇا لاءِ ٻڌرائي ڪئي هئي ته پگهار گورنمينٽ رولس موجب ڏينداسين؟"

مئنيجر هڪ بيهودو ٽهڪ ڏيندي وراڻيو- "اهو هو ته اشتهار ٿيو نه ڪو وچن نامو ته ڪونه هو نه .... هندستان ۾ ڪيترا اشتهار سچا هوندا آهن....؟"

مئنيجر جو اهڙو ٽهڪ ٻڌي موهن غصي وچان ٽوپي ٻاهر ٿي ويو ۽ رڙ ڪندي پڇيو- "صاف صاف چئو، سؤ روپيا ڏيو ٿا يا نه ........؟"

"ٻاڪل نه .......... ڪٿي اوکري ڪر، ڪٿي نه ڪر". مئنيجر بي شرميءَ تي لهي آيو.

موهن جو غصو هاڻ برداشت ڪرڻ جي حد کان ٻاهر وڃي چڪو هو. هن زور سان هٿ ۾ جهليل لفافو مئنيجر جي منهن تي ڦٽڪي چيو- "منهنجي طرفان توهان جي هن ڪئل سنستا کي دان اٿو........" ائين موهن ڪمري کان ٻاهر اکري آيو. اهو ڏسي مئنيجر ۽ هڪ ٻه ٻيا ماستر اواڪ رهجي ويا، شايد ڪنهن بي روزگار شخص جي اهڙي خودداري هنن پهريون دفعو ڏٺي هئي!

موهن اهو ٻڌڻ لاءِ بلڪل تيار نه هو. جو هن جي انٽرويوءَ کي اڃا شروع ٿئي پنج - ڇهه منٽ مس ٿيا هئا. پر هاڻي هو سمجهي ويو ته هن کي ڇاٽي - واٽي رجيڪٽ (Reject) ڪرڻ لاءِ هيءَ سازش رچي وئي هئي. هن جي اکين اڳيان ڌرتي ڦرڻ لڳي، وڏي مشڪل سان، هن پاڻ سنڀالي ايڪسپرٽ ڏانهن مخاطب ٿي وساميل آواز ۾ چيو- ”سر، توهان منهنجي ڊزرٽيشن (Desertation) ته ڏسو، اُن بابت ته پڇي ڏسو. ايم. اي. جي مختلف وشين مان ڪنهن ٿيوريءَ بابت ٿي پڇي ڏسو، مان توهان کي هڪ هڪ سوال جو جواب ڏئي سگهان ٿو....“

انٽري ۾ ورما ڪٽي گهنٽي وڄائي. اهو ڏسي موهن جي اکين اڳيان اوندهه ڇانئجي وئي، هن کي خود خبر نه پئي ته هو ڪئين ڪمري کان ٻاهر آيو ۽ ڪئين اجمير کان بياور پهتو.

موهن جڏهن گهر پهتو تڏهن رات جا 11 وڄي رهيا هئا. ڪملا پنهنجي ۽ موهن جي روٽيءَ واري ٿالهي ٽيبل تي رکي ٻنهي ٻارن سان گڏ کٽ تي سمهي پئي هئي. پر موهن جي بک ۽ اُڃ نامعلوم ڪيڏانهن گم ٿي وئي هئي، حالانڪ صبوح کان وٺي هيل تائين هن جي پيٽ ۾ اَن جو هڪ داڻو ڪو نه ويو هو ۽ انٽرويو جي تياري ڪندي هن ڪيترن ڏينهن کان اوجاڳا ڪيا هئا. اُن وقت رکي رکي انٽرويو بورڊ وارن جا پيلاڪ چهرا هن جي اکين اڳيان ڦرڻ لڳا. اڄ هن کي پوري طرح احساس ٿيو ته جيڪ ۽ چيڪ (Jack & Cheque) ۾ وڏي طاقت آهي. هو سوچڻ لڳو، اهو آخرين موقعو به هاڻي هٿ کان ويو. چوطرف روشني هوندي به، هن کي پيلاڪ اوندهه ٿي اوندهه پئي نظر آئي. ماڻهو ڇا سوچيندا جڏهن ڪين خبر پوندي ته هڪ فرسٽ ڪلاس ۽ ٿرڊ پوزيشن هولڊر رجيڪٽ ٿي ويو ۽ اُن کان گهٽ لياقت وارا سليڪٽ (Select) ٿي ويا.

لوڪ لاڄ جي اِن احساس هن کي ڄڻ ڏڪائي ڇڏيو. زندگيءَ جا سڀ دروازا هن کي هاڻي بند نظر اچڻ لڳا. اهڙي ڪا ڪنڊ نه هئي جتان هن کي آشا جي ڪا هڪ به ڪرڻ نظر اچي.

اوچتو ئي هو ڪمري کان ٻاهر آيو ۽ اوچنگارون ڏئي روئڻ لڳو. ڏکن جا بند ٽٽڪ ٽٽي وهڻ لڳا. ٿيو به ته هن سان ناحق ٿي هو. انصاف ۽ حق جي لڙائيءَ ۾ هن جي ڪلي-ڪلائي هار ٿي هئي.

اوچتو ئي هو ڳوڙها اُگهي من ئي من ۾ هڪ فيصلو ڪري ڪمري ۾ اندري

ڳوڙها . پوءِ ۽ پين ڪٿي اهو آخري خط لکڻ ويٺو. خط پورو ڪري، لفافي ۾ وجهي ائڊريس لکڻ کان پوءِ چپ چاپ هيٺ لهي آيو ۽ در جي سامهون لئمپوسٽ جي لڳي ٿي ليٽربڪس ۾ لفافو وجهي، هو هڪ ويجهيءَ هوٽل (Hotel) ڏانهن وڌيو. چانهه پي جڏهن هو گهر موٽيو ته هن ڏٺائين - ڪملا ۽ ٻئي ٻار گهري ننڊ ۾ غلطان آهن. روشنيءَ واري ٿالهي، الئي ڪڏهن کان ٻري رهي هئي. موهن ڊاري ڊاري بلب ڏانهن وڌيو. ٻهراڻ هن پرڪاش جي ڳلن کي چميو ۽ پوءِ ننڍڙيءَ ڌيءُ نرملا جي نرڙ کي چميو، مٿي تي خاموش دعا جا هٿ ڦيرايا ۽ پوءِ ڪملا جي مٿي ٽان هٿ ول سان ڇهيءَ جو پاڻ سڏ وڪندي آهستي سان هن جي نراڙ کي چميو ۽ پوءِ ڪرسيءَ تي اچي ويٺو. ڪجهه پل انهن تي بس نهاري ويٺو رهيو ۽ پوءِ اڪدم دراز مان ننڊ جي گورين واري شيشي ڪڍي، ٻهراڻ هڪ، پوءِ ٻي، ٽين.... انهن ڪري هن سڀئي واهه گوريون پاڻيءَ سان ڳهي ڇڏيون ۽ اچي ٽي ٽيبل جي مٿان ٻانهن کي وهاڻو بڻائي ليٽي پيو.... هميشه هميشه لاءِ....!

o o o

— ”بابو ٽا، ڏسو ته هيٺ ڪير آيو آهي؟.......“

گهر واريءَ جي آواز تي مان ڇرڪ ڀري اٿيس. ننڊ ۾ هلندڙ نامعلوم خيالن غائب ٿي ويا، مان ڏاڪڻ ٽپي هيٺ لهي آيس.

— اڙي پرڪاش تون.....!

پرڪاش ڀري ٻولي خوشخبري ٻڌائي- ”انڪل، مان توهان جي آسيس سان آر. اي. ايس. (R.A C.) انٽرويو ۾ پاس ٿي آيو آهيان“.

— ”شاباس پٽ“ هن کي سيني سان لڳائي مان ٻار ٻار چمڻ لڳس. اکڙين ۾ ڳوڙها لڙڪ ڳڙي نٿا اچن. سوچڻ لڳس - ڪاش، اڄ موهن هجي ها ۽ پنهنجي اکين سان ڏسي ها ته هن جي اڌ ۾ ڇڏيل لڙائي اڄ پوري ٿي آهي. ڏسان ٿاڻي ڪير ٿو چوي ته هن جي هار ٿي آهي. تو ڪٿي آهين موهن...... تو ڪٿي آهين.......!! ◻

4/329, Kripalani Sadan, BEAWAR-305901.

# هڪ بيٺل سوال

□ رميش ڪمار رنگاڻي

شام ٿيڻ ۾ اڃان گهڻي دير هئي پر جهڙ ۽ برسات هئڻ سبب ائين پيو لڳي ڄڻ ته رات جا 7، ساڍي ست ٿي ويا هجن. شهر جي دڪانن جون بتيون به ٻري ويون هيون، گاڏي ۽ ڪيچي وارا سڀ برسات کان بچڻ لاءِ هتي هتي جتي جڳهه ملين اتي لڪي ويٺا هئا.

راهگيرن جي حالت ڏاڍي خراب هئي دڪانن جي اندر، ورانڊن ۾، وڻن جي هيٺان مطلب اهو ته برسات کان بچڻ لاءِ جتي جڳهه ملين اتي بيهي رهيا، وڻ هيٺان، بيهڻ وارن جو ته حال ئي ٻي حال هئو، هو وڻن هيٺان بيٺا ته هئا برسات کان لڪڻ لاءِ پر هيڏي دير ۾ ڏاڍا آلا ٿي ويا هئا تنهن هوندي به اتان وڃڻ جو نالو ڪين پيا وٺن.

هوڏانهن ٽانگن جي اڏي تي رام جو ٽانگو ڏيڍ ڪلاڪ کان پهرين نمبر تي بيٺو هو پر سواريءَ جو پري پري تائين ڪو نالو نشان ئي ڪونه ٿي نظر آيو. ٻن ڪلاڪن کان ئي تيز برسات پئجي رهي هئي ان سبب سيءُ به ڪجهه وڌي ويو هئو. جولاءِ جي مهيني ۾ به ائين پيو لڳي ڄڻ جنوريءَ جا سيءَ هجن. رام ڏاڍو تنگ ٿي رهيو هو، پر سندس ٽانگي سان ٻڌل پيارو گهوڙو به سيءَ ۾ ڏڪي رهيو هئو. هو برسات ۾ ٻاهري بيٺو هو ته متان ڪا سواري اچي ۽ برسات ۾ شايد سٺا پئسا ملي وڃن پر هن حالت ۾ جڏهن هو ۽ سندس گهوڙو سيءَ ۾ ڏڪي رهيا هئا، هن وڌيڪ بيهڻ سٺو نه سمجهيو ۽ گهوڙي کان پڇيائين ”سيءُ ٿو لڳيئي نه، هل ته هلون گهر هلي سکي ٿا ٿيون، تون به هلي آرام ڪر.“ ائين چئي رام گهوڙي جي راس ڇڪي ته گهوڙو اڳتي هلڻ لڳو. برسات اڃان بيهڻ جو نالو ئي ڪونه پئي وٺي. شهر جي رستن تي پاڻي ائين پيو وهي ڄڻ سڀ رستا نديءَ نالن ۾ بدلجي ويا هجن. جيتوڻيڪ رستن جون بتيون به ٻرن پيون پر برسات تيز هئڻ سبب انهن جي روشني ڏاڍي

گهٽ ٿيڻ لڳي، اهڙيءَ ۾ رام جو ٽانگو ٻڌڪا ڪائيندو سيلاب وانگر آيل پاڻيءَ کي
پار ڪندو پيو وڃي. جيتوڻيڪ رام کي هتان جي رستن جي خبر هئي ته به هن هوندي
۾ هن کي ڊپ پيو لڳي ته ڪٿي ڪنهن برساتي ليءِ ۾ گهوڙي جو پير يا ٽانگي
جو ڦيٿو نه ڦاسي پوي ۽ گهر تائين پهچڻ ۾ مشڪل ٿي پوندو.

جيئن تيئن رام ٽانگي ۽ گهوڙي سان گڏ صحيح سلامت گهر پهتو. گهوڙي
کي کولي پهراون هڪ سڪي ڳوڻ سان هن جا لڱ اگهيائين گهوڙي کي سيءَ ۾
ڏڪندي ڏسي کيس پڇڻ لڳو ”ڇا اڄ سيءُ ڏاڍو ٿو لڳئي، الهه تنهنجي لاءِ سوڙ
ٿو کڻي اچان.“ پوءِ خاص گهوڙي جي لاءِ ٺهيل ڳوڻ جي ٽهي سوڙ کڻي اچي گهوڙي
کي ٻڌائين. پڪل ڇڻن جي دال ۽ گاهه، گهوڙي جي اڳيان رکندي چيائين:

اڄ اوهين صبح کان نه رڳو هليو گهڻو آهين پر ٿڪو به گهڻو ٿي آهين، وڃ
پيٽ ڀري کائي آرام ڪر، جي گهٽ ٿيندو ته بيو به ملندءِ. چڱو کاڌي مان ئي هلي
ڪپڙا بدلايان.

اڄ رات جو اوچتو رام جي زال ليلان ننڊ مان کيس اٿاريندي چيو ”هيڏانهن،
ڏسو ته ننڍڙي ڪڪي مرليءَ جا لڱ ته گرم ٿا لڳن“. رام اکيون مهٽيندي اٿيو
۽ 5 سالن جي هڪ ئي پٽ مرليءَ جي مٿي تي هٿ رکيائين ته هن کي مٿو باهه وانگر
تپندو لڳو. برسات اڃان به پوي پئي. رام سوچي پيو ڇا ڪري. ههڙي موسم ۾
ڊاڪٽر ايندو به يا نه، پوءِ وري خيال آيس ته ڇو نه تلسيءَ جي چانهه پياري ڏسجي.
اها ڳالهه هن ليلان سان ڪئي ۽ چانهه جي پتي ڪاڙهڻ لاءِ چيو، پاڻ چلهي ۽ ڦانوس
(لالٽين)، کڻي ٻاهر چونڪ ۾ لڳل تلسيءَ جي ٻوٽي مان ڪجهه پن کڻي ليلان کي ڏنا
جڏهن چانهه ڪڙهي وئي سا مرليءَ کي پياري ٻئي زال مڙس ننڍڙي پٽ اڳيان
ليٽي ستائين ۽ ٿا رهيا جيستائين ان جو بخار گهٽ نه ٿيو، ان بعد انهن کي ساهه
۾ ساهه پيو.

صبح جو ساڍي ڇهين بجي رام روز وانگر جاڳيو پر اڄ هن ٻڪران جي
ٻولي ۽ ٻڌڻ کان اول مرليءَ جي مٿي تي هٿ رکيو، ڏٺائين مٿو اڃان
ڪجهه گرم آهي هن سوچيو ته صبح جو ڊاڪٽر کي وٺي ڏيکاريان. ٻاهر اچي
ڏٺائين ته برسات بند ٿي وئي هئي ۽ ڪڪر ڀڄڻ لڳا هئا پر هوا ۾ اڃان ٿڌ
لڳي پئي، روز جي ڪم کان واندو ٿي، ٻکٽي ڪري صبح جي چانهه پي 7 بجي
کان ننڍڙي گهوڙي کي ٽانگي سان ٻڌڻ لاءِ ان وٽ ويو ته ڏٺائين ته سندس گهوڙي
جو کاڌو اڌ کان مٿي اڻ کاڌل ئي پيو هو ۽ گهوڙو ڀڄڻ سيءَ ۾ ڏڪي رهيو هو، رام

گهوڙي کي هٿ لائيندي پيار مان چيو ”لڳي ٿو اڄ تنهنجي طبيعت خراب ٿي پئي آهي. چنتا نه ڪر تون ۽ مونکي مرليءَ کان گهڻو پيارو ڪولهه آهين، مان توکي ته تنهنجي هوندي کان ئي پاليو آهي اٿم، ڏسان جانورن جي اسپتال تائين ته هلي سگهندي يا نه“ پوءِ هن گهوڙي کي اٿارڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو لاچار پيو گهليو اهو ڏسي رام کيس دلاسو ڏيندي چيو ”ڀلو اٿي سگهين، ڪا ڳالهه ڪانهي“ ائين چئي هو اندر پنهنجي هنڌ وٽ وڃي سوڙ ٻاهر ڪڍي آيو ۽ گهوڙي جي مٿان وجهندي چيائين ”هن سان شايد ڪجهه ٿڌ گهٽ ٿيندي پر تون چنتا نه ڪر مان توکي ته ڪو ڏک ڪونه ڏيندس تنهنجي لاءِ جانورن جي ڊاڪٽر کي گهر وٺي ايندس ۽ پوءِ هو ليلان سان گڏ مرليءَ کي گرم ڪپڙي ۾ ويڙهي هڪ ٽانگي واري دوست جي ٽانگي تي ويهي ٻهراڙن ماڻهن جي ڊاڪٽر وٽ وڃي مرليءَ کي ڏيکاري دوا وٺي ڏنائين ۽ گڏو گڏ جانورن جي اسپتال مان گهوڙي جي لاءِ به ڊاڪٽر کي وٺندو آيو. ڊاڪٽر گهوڙي کي ڏسي دوا لکي ڏني ۽ رام کي هدايت ڏنائين ته گهوڙي کي 5، 6 ڏينهن پوري طرح آرام ڏي، ٽن ڏينهن تائين رام مرليءَ ۽ گهوڙي جي باقاعدي سيوا ڪئي ۽ دوا پڻ پيئاريندو هو تنهن سان ٻنهي کي فائدو ته ٿيو پر اڃان ڪمزوري باقي هئس.

چوٿين ڏينهن صبوح جو ليلان رام کي ٻڌايو ته گهر ۾ رکيو اَن ڏينهن جو راشن پاڻي ۽ دوائون باقي بچيون هيون، گهر ۾ جمع ۽ ورتل پئسا سڀ ختم ٿي چڪا هئا، هيڏانهن ڊاڪٽر جي فِي ۽ دوائن جي به سخت ضرورت هئي، رام سوچيو ته هڪ ٻن دوستن کان ٿورا ٿورا پئسا وٺي. جيڪر هئو هاڻي ڇا ڪجي، هن جو مطلب ته جيسين تائين اڄ ڪمائي نه ايندو تيسين تائين گرهستيءَ جي گاڏي اڳتي نه هلي سگهندي، پر هوڏانهن گهوڙي جي طبيعت به اڃان پوري طرح سان ٺيڪ ڪانه ٿي هئي. ڊاڪٽر هن کي اڃان به آرام جي لاءِ چيو هو، ائين سوچيندي سوچيندي هن ڏينهن جا ٻارهان وڄائي ڇڏيا، پوءِ هو گهوڙي وٽ ويو ۽ پنهنجي دل جو بوجهه هلڪو ڪندي گهوڙي کي چيائين ”تون هاڻي ٻڌاءِ ته مان ڇا ڪيان؟ توهان ٻنهي لاءِ دوائون ۽ گهر ۾ چلهه ٻارڻ لاءِ پئسا نه ڪين، تنهنجو آسرو هو پر اڃان تنهنجي طبيعت به صحي ڪانهي، مونکي ڪجهه سمجهه ۾ نٿو اچي، گهوڙي هن جي ڳالهه ٻڌندي چيو ته چنتا نه ڪريو مالڪ مان ويندو آهيان ته، رام هن جي ڳالهه سمجهندي چيو ”نه...... نه...... تون اڃان بيمار ۽ ڪمزور آهين، مان توسان ظلم نٿو ڪري سگهان. مونکان اهو ڪونه پڄندو“ پر گهوڙو به جڻ ضدي ٻار وانگر ضد تي اڙي پيو، الائي ڪٿان هن ۾ ايتري طاقت اچي ويئي جو هو اٿي ڪري ٽانگي جي

ڏاڍي ڀيڙ لڳي پئي هئي پوءِ هو جلدي جلدي ڀيڙ جي وچمان اٿيو. ماڻهو هن کي زخمي ڏسي پڪڙ جي ويا. جڏهن رام پنهنجي ٽانگي تي ويٺو ته ڏٺائين سندس پيارو گهوڙو سخت پيو هو ۽ وات مان ڳاڙهي ڦيڻي اڪري. اهو ڏسي رام جي اکين مان ٻه ڳوڙها وهي آيا ۽ اکين اڳيان اونده ٿي وئي جنهن پنهنجو گهوڙو ڪندي کان وڌ پيارو، راهه ڪيندڙ ڦلاڻي لٺ ۽ بيمار مرلي ڏسندي گهوڙي مٿان ڪري پيو ۽ سندس هٿ پيٽ تان ڪري پيو ته پيٽ مان رت جو چڻڪ ڦوهارو وهڻ لڳو اکيون کلي ڦاٽي پيون ۽ انهن جي ٽائل اکين ۾ هو هڪ سوال.

□

1/93, Malviya Nagar, Jaipur–302017

o o o o o o o o o o o o o

اڄ جي ڪهاڻي ذهنيت ۽ سنويدنا جي سطح تي پنهنجي مخصوص سڃاڻپ رکي ٿي.

اڄ جي رچنا سنسڪرتي ۾ جيتي ماضيءَ کان ڇڏڻ جي هڪ ڪوشش آهي اُتي زمان حال سان جڙڻ جي گهري لالسا. اڄ جي ڪهاڻيءَ کي ذهني مڪڙن کان ڇٽ پاڪيز آهي سندس اظهار ۾ نه ڪنهن اوتار يا مسيحا جو سنديش آهي نه ڪنهن مخصوص وچار جو غير لاڳاپي دار وقار. اڄ جي ڪهاڻيءَ جو رچنا سنسار پنهنجي آس پاس جي ماحول جي اٿت آهي ۽ حياتيءَ جا گهڻڪيندا مسئلا مختلف نمونن ۾ اظهار پائي رهيا آهن. سماجڪ انڌولي ۽ روڙ، وادن جو آڏمبر ۽ سماجڪ دولت جو چٽ چٽڻ اڄ جي ڪهاڻين جو بنيادي مقصد آهي. خصوصيت اها آهي ته انڌولي ۽ روڙن ۽ ملهن جي بنيادي ڪارڻن جي ڳولها حڪومت ۽ انتظامت ذريعي ڪئي پيئي وڃي. اهوئي ڪارڻ آهي جو ديش ۽ سماج جي مسئلن متعلق اڄ جي ڪهاڻي ڪار جو نظريو محض ذهني رومانوي يا جذباتي نه پر ٺوس وچارڪتا سان وابسته آهي. پر محض ذهني نظر ۽ ٺوس وچارڪتا جي آڌار تي ڪهاڻي اهميت واري نه ٿي بڻجي ان لاءِ ڪي ٻيا شرط به ڪهاڻيءَ ۾ ضروري آهن.

– شري نواس شرما

# پنهنجا آخر پنهنجا ٿيندا

## □ راڌا ڪشن چانڊواڻي

سيٺ جيوترام جڏهن شهر کان ٻاهر وسندڙ نئين ڪالونيءَ ۾ پنهنجو عاليشان نئون بنگلو جوڙايو ته سندس ڪٽنب جا ڀاتي خوشيءَ وچان ڪپڙن ۾ ئي نه پيا ماپن. سندس پرڻيل ۽ جوان پٽ، بي. اي. ۾ پڙهندڙ ڪنواري ڌيءَ، خود ۽ سندس زال. سڀني لاءِ الڳ الڳ عاليشان ڪمرا ’ليٽرن باٿ اٽيچڊ‘. اوچي فرنيچر سان سجايل ۽ هر ڪمري ۾ سڀني کي الڳ الڳ ٽي. وي. سيٽ. ان کان سواءِ وڏو ڊائيننگ هال ۽ قيمتي غاليچن، صوفا سيٽن ۽ عمدا پينٽنگس سان سجايل ڊرائينگ هال، جهمرن ۽ رنگين ٽي. وي. سيٽ ۽ وي سي. آر. لڳل. بنگلي ۾ هڪ لان ۽ سوئمنگ پول ۽ ڪمپائونڊ وال جي اندر هڪ سندر باغيچو.

اگر ڏکي هئي ته صرف سيٺ جيوترام جي ماءُ. هوءَ پنهنجو پراڻو گهر ڇڏڻ لاءِ بلڪل تيار ڪانه هئي. هڪ ڏينهن هن پٽ کان پڇيو - ”پٽ جيوت، ان نئين ڪالونيءَ ۾ سنڌي گهر ڪيترا آهن؟“

- نه امان، اڃا ڪوبه سنڌي گهر ڪونهي. وڏن آفيسرن ۽ وڏن سيٺن جا بنگلا آهن. ڪوئي مراٺي آ ته ڪوئي پنجابي. گهڻي ڀاڱي هتان جا لوڪل سيٺيون آهن جيڪي شهر کان ٻاهر ڪالونيءَ ۾ رهڻ ٿي سٺو ٿا سمجهن. سندن ٻار وڏن وڏن پبلڪ سڪولن، ڪانوينٽ ۽ مشنري سڪولن ۾ پڙهندا آهن.

- ته پٽ، پوءِ هيءَ سنڌي ڪالوني ڇڏڻ مان ڪهڙو فائدو؟

- امان! هن ڪالونيءَ ۾ رهڻ ۽ سنڌين جا ٻار ڪري خراب ٿي پوندا. سنڌي ٻارن ۾ رهي، نه انگريزي سکي پڙهي سگهندا ۽ نه ئي ڪوئي ايٽيڪيٽ سکندا.

- هي ڇا ٿو چوين جيوت! پنهنجن سنڌي ٻارن سان گڏ رهي اسانجي ٻچن جا ٻار ڪري خراب ٿي پوندا؟

- ها امان، اسانجا ٻار پڙهن انگريزي سڪولن ۾، سو سڪولن کان اچڻ کانپوءِ

– چڱو بابا! جيئي رهو سکيا ستابا رهو. – هڪ ٻڍڙو چوڻ لڳو...

– پر ڏسجانءِ بابا ڪڏهن سنڌي ٻوليءَ جي ضرورت پئي ته اسڪي پئسي سان خريد ڪري سگھندين! هلو سائين ته هلون. چئي ڪري سڀ اٿي هليا ويا.

○ ○

جڏهن کان سيٺ جيوترام جو پريوار نئين ڪالونيءَ ۾ اچي رهيو آهي، تڏهن کان اهو ڪو ڏينهن خالي ڪونه ويو آهي جڏهن ڪ سندس بنگلي تي ڪنهن عالي آفيسر جي مهماني نه هجي.

سڄو پريوار خوش هو. صرف اداس ۽ غمگين هئي ته سيٺ جيوترام جي ماءُ. هن بنگلي ۾ هوءَ پاڻ کي قيد ۾ سمجهڻ لڳي. ڪڏهن ڪڏهن سندس اَنيا ۽ پوٽا اچي کٽ تي ويهندا هئا ته هوءَ خوشيءَ ۾ ڦلي نه ماپندي هئي. ڇو جو هوءَ هنن ٻارن سان سنڌيءَ ۾ ئي ڳالهائيندي هئي. ٻار به سنڌي ڪالونيءَ ۾ رهڻ ڪري ڪجهه ٽٽل ڦٽل سنڌي ڳالهائيندا هئا. پر جيئن ئي سندن مائرون ڏسي وٺنديون هيون ته وڏيءَ سس کي چونديون هيون – 'اماں انڪي ساٿ سنڌي ۾ بات مت ڪرو، اِي بگڙ جائينگي.' ۽ انهي ٻارن کي ٻانهن کان ڇڪي گهليندي وٺي وينديون هيون.

ڪڏهن وڏي پوٽي اچي چوندي هيس – "اماں.... اماں، آج ٽي. وي پر آروپ جلوٽا ڪي گيت آئينگي."

ٻڍي ڏاڏي پيار سان کيس چوندي هئي – "راڻيا ڏيءَ اون ته سنڌيءَ ۾ ڳالهاءِ، توکي نه ڪڏهن سنڌي گهر وڻيو آهي."

"نهين اماں. آجڪل جو سنڌي ۾ بات ڪرتا هئه اسي آڪورڊ مانا جاتا هئه. ڦر پيلا مئن سنڌي گهر ۾ جاتونگي هي ڪيون؟ آجڪل تو دوسري جاتي ۾ شادي ڪرنا فئشن هو گيا هئه. اور سنڌي گهرون ۾ ڀي آج ڪوڻ سنڌي بولتا هئه؟ سب هندي اور لوڪل ڀاشا بولتي هئن. هان تو اما آج وه گيت...."

– پٽ، ڀڳت ڪنور رام جا يا ماسٽر چندر جا گيت ٽي. وي. تي ڪونه اچن؟

– اڙي اماں! آروپ جلوٽا ڪو سنوگي تو تمهاري ڀڳت وڳت ڪو ڀول جائوگي!

– نه پٽڙي توکي خبر ناهي، ڀڳت ڪنور جا جا نه گيت هوندا هئا ۽ ماسٽر چندر جو هو گيت – هئه هئه پڪا پراڻا.... هئه هئه اڄها اباڻا.... اڄ به ڪنهن ٻڌندي آهيان ته اکيون ڀرجي اينديون آهن. سنڌ جا نظارا اکين اڳيان ڦرڻ لڳندا آهن.

- اوه! رات چار بجي! اور أب دن کي بارهه بجي هين، آپ گهنٽي هو گئي؟ اور آپ ني ڪجهه لهين ڪيا؟ ڪمال هئي! ماتاجي ڪي آتما ڀٽڪ رهي هوگي. جلد ڪيجئي، اپني لوگون ڪو جلدي بلا ليجئي!

هاڻي ڪيس ماءُ جا چيل لفظ ياد اچڻ لڳا - پٽ پنهنجا آخر پنهنجا ٿيندا آهن، وقت تي پنهنجا ئي ڪم ايندا آهن، پئسو ڪونه ڪم ايندو آ.

سدس اکين مان ڳوڙها وهي آيا، ڪيس پنهنجي غلطي محسوس ٿيڻ لڳي. هن پنهنجي پٽ کي سڏ ڪري ڏاڍيءَ غمگين آواز ۾ چيو- رميش پٽ وڃ، سنڌي ڪالونيءَ وارن پنهنجن کي سڏي اچ. پنهنجي مينابور ڪٽي وڃ، ڪجهه سياڻين ڳالهين کي به ساڻ وٺي اچ. ڪالونيءَ واري مهاراج کي به سڏي اچ.

- پٽ ڊئڊ....!

- نه پٽ، اڄ کان هن گهر ۾ ڪو به هندي انگريزيءَ ۾ نه ڳالهائيندو. سنڌيءَ ۾ ڳالهائيندو. اسان کي پنهنجي مورکتا کي سمجهڻ کپي پٽ.

- ٺيڪ آهي بابا، مان وڃان ٿو.

ٿوري ڪجهه دير ڪانپوءِ هو اڪيلو واپس موٽي آيو ۽ چيائين- بابا، مهاراج چيو ته نه اوهان وٽان ماڻهن کي پئسي سان گهڻائي پنڊت ملي ويندا ۽ پنهنجن کي ئي عزت ڪري گهر مان ڪڍيو هو ته پئسن سان ڀاڙو ٻيهر گهڻائي ملي ويندا. نه بوءِ هاڻي ڇو نه ٿا خريد ڪريو پئسن سان ڀاڙو ٻيهر؟ اسان ڪونه اچي سگهنداسين.

- ها پٽ، غلطي منهنجي آهي، مونکي ئي هن وقت وڃڻ گهرجي. هل، مان تو سان ساڻ هلان. جلدي هل، امان جي آتما ٻيهر دک پائيندي ڀٽڪندي هوندي.

جڏهن سيٺ جيوترام سنڌي ڪالونيءَ ۾ پهتو ته سڄو ڪالونيءَ جي مکيءَ جي اوطاق ۾ هليو ويو. مکي ۽ ڪالونيءَ جا ڪجهه معزز ماڻهو اڳ آئي ويٺا سيٺ جيوترام جي ماءُ کي گذاري وڃڻ جي ڳالهه ڪري رهيا هئا. سيٺ جيوترام کي آيل ڏسي سڀ ڏاڍهن تعجب ۾ ڏسڻ لڳا. سيٺ جيوترام جي اکين ۾ آنسو هئا. هن پنهنجي ٽوپي لاهي چپ چاپ مکيءَ جي پيرن تي رکي- "مکي صاحب، منهنجي ڀل معاف ڪيو."

"سيٺ صاحب" مکيءَ کيس سمجهائيندي چيو- "پنهنجا پنهنجا ٿيندا آهن ابا، پئسو هر وقت ڪم ڪونه ايندو آهي. اسان سنڌين کي پنهنجي سڀيتا، پنهنجا

رڳو هن رواج آهن. اهن کي ٻاڻي اسان سڀني جو زنده رهڻ ناممڪن آهي آبا.“

”ماں سڀني ٻچڙن کان معافي ٿو گهران، مهرباني ڪري هاڻي هلي منهنجي امان جو ڪريا ڪرم ڪرايو ....

هلو آبا هلو، اسانجي ڪالونيءَ جي امان .... جئرامداس ڪالوانيءَ جي امان گذاري ويئي آهي. هلو ته امان جا ڪانڌي ٿجي کيس سک سان اگنيءَ سپرد ڪري اچون .... ▣

Behind Bombay Medical Store, Inside Cote Gate, BIKANER-334001

o o o o o o o o o o o o o

”جڏهن اسان وٽ پنهنجي دؤر جو نئون زنده ادب نه هوندو ته اسين پنهنجي ماضيءَ جي ادب کان ئي چنبڙيا رهنداسين: جيستائين اسين ادب جي ارتقا جو هيءُ سلسلو قائم نه رکنداسين تيستائين اسانجو ماضيءَ جو ادب اسان جيئن پوءِ تيئن اسانکان هٽندو ۽ پري ٿيندو ويندو. اسان جو اسان لاءِ اجنبي ٿي ويندو- جيئن ڪنهن ٻيءَ ڌاريءَ قوم جو ادب، ڇو ته اسانجي زبان بدلجندي رهي ٿي، ۽ ان حالت ۾ جڏهن اسان وٽ ڪي اهڙا ماڻهو نه آهن جيڪي پنهنجي غير معمولي احساس ۽ شعور کي لفظن ذريعي ظاهر ڪرڻ ۽ پنهنجي تخليق جي صلاحيت رکندڙ هجن، ته ان صورت ۾ نه فقط اسانجي پنهنجي اظهار جي صلاحيت، بلڪ، سواءِ ڪنهن حسين محسوسات جي ٻيءَ ڪنهن شيءِ جي محسوس ڪرڻ جي طاقت به سستي ۽ نابود ٿي ويندي.“

- ٽي. ايس. ايليٽ

# ھن ڏڳي کي ڏءُ ڪراءِ

□ راڌاڪرشن لعلواڻي

ڪرمچند تيل جو واپاري هو. تمام وڏو واپاري نه هو، نه هو، پر ننڍن نه
وچولي درجي ۾ اڳرو اڳوان واپاري نه هوندي. سڄي ضلعي ۾ سندس گهاڻي جي
تيلن جو ڌاڪو هو. شڪ تيلن جي ضرورت وقت ماڻهو ڪرمچند جي گهاڻي جو ئي
حوالو ڏيندا هئا.

واپار جي بندوبست ۾ معمولي ڦير ڦار نه ڪرڻ تي ٻڌل ئي آهي، اُن کي
منهن منشي منشارام ڏيندو هو. ڪڏهن ٻيلي ٻئن جي آوڪ اوڻائي ٿئي يا بازار ۾
اگهه گهٽ وڌ ٿين نه منشي منشارام تيلن ۾ ملاوٽ جي ماپ اهڙيءَ هوشياريءَ سان
سنڀاليندو هو جو گراهڪ جي واهه واهه، سيٺ جي ساک ۽ منشارام جي ضرورت ۾
گهٽتائي نه ايندي هئي. منشي منشارام حساب ڪتاب جو ٻڌم گياني هو، ڏو سڄي
ڏاڏلي تي ٻڌي ڪوڙ ڳالهائي ۾ منشيءَ جا انگ چڙهڻ وڌائڻ جا ورايل انگ جيڪي
جمع جملي کان ٻوهه ڀڃڪڙي فيصلي والگر سڄي کي اکين تي رکي مڃتا ڏيندا هئا.

سيٺ ڪرمچند ٻراڻن ملهن ۽ ميڻاڻن جو پڪو ڀڳت هو. سندس چوڻ هو
گهاڻي جي تيل جي ٻراٻري مشين جو تيل ڪڏهن به نه ڪري سگهندو. گهاڻي جو
تيل ٻئي ڏواران ڦرندڙ ڪرڪريءَ ۾ ڪٽ ڪٽ تي ٻيڙجي ٿو ان ڪري گهاڻي جو
تيل لڄ ۽ سڳنڌ وارو ٿئي ٿو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو سندس گهاڻي جي منڪڻي ۽
ٽرن جي تيلن هر رانڌي ۽ رانڌي واريءَ کي موهي ڇڏيو آهي. ماڻهو سڄي ڳڻهه
جي ڏاڍن ۾ هن جا تيل ٻري رکندا آهن ۽ مهمان کي کارائي جس ڪمائين.
سندس گهاڻي جي سرهه جي تيل جي ته ڳالهه ئي نرالي آهي. ڳوٺ جا ڳڀرو جڏهن
سرهه جو تيل سرٻر تي مهٽي ملي اکاڙي ۾ اڏامندا آهن ته اکاڙي جي مٽي مهڪندي
آهي، جنهن جي خوشبوءِ سٺ سالن جي ساٿين ٽسن ۾ ٽڪون ساهه ڦوڪيندي آهي
۽ سندس سرهه جي تيل ۾ تريل هيري حلوائيءَ جا پڪوڙا کائڻ لاءِ ماڻهن کي لائين

جي گهاٽي کي گهيرڻ ۾ مشغول ۽ ٻيو منشارام لاءِ مسواڙ ڪمائڻ ۾ مگن. هڪ ٻ
سيٺ جو ٻيو ٻچو منشيءَ جو.

هڪ ڏينهن سيٺ گهاٽي جو بندوبست ڏسڻ آيو. منشيءَ سيٺ جي سواگت ۾ وار وڇائي ڇڏيا. هر هڪ ڳالهه صاف سٿري طريقي سان سمجهائي. اچانڪ سيٺ پڇيو: اڙي منشارام اهو نئون ٻچو ڪٿي آهي، ڪم ڪار ۾ لڳائينس يا نه. منشارام مشڪندي وراڻيو ”سائين توهان جو ٻچو نه. توهان جي شان وانگر سرهو آهي. هن جي نس نس ۾ ڦڙڪو آهي، سندس پاسا ۽ پٺ ڏسي ماڻهو موهجي ٿا وڃن. توهان پاڻ ئي ڏسو ڏاتار. ائين چئي منشيءَ ٻڪ ڀالي، ڪرمون ڪنڀار وٽان ٻچو آڻڻ لاءِ. سيٺ ڪرمچند گهاٽي جي پرسان ڪرسي وڇارائي ۽ چرخيءَ چوڙيندڙ ڏاند کي ڏسڻ لڳو. سيٺ گهاٽي هلائيندڙ ٻچي جي صحت جو ملهه اڃا من ۾ ڪٿيو ئي پئي ته گهاٽي جي در تي نئين ٻچي زليب ڪري پنهنجي اچڻ جو اطلاع ڏنو. ڏاند جي ڏور منشي منشارام جي هٿن ۾ هئي. سيٺ ڪرسيءَ تان اٿي ٻاهر آيو، نئين ٻچي ڏانهن نهاريائين ۽ منشيءَ کان پڇيائين ته هن ٻچي کي هو گهاڻي ڪڏهن گهيڙيندو.

منشارام آزمودگار انسان هو. هن ترت جواب ڏنو ته سائين بس هينئر ئي هاڻ ئي هن ٻچي کي گهاٽي جي گهير ۾ ٿو گهيڙيان.

سيٺ گهاٽي جي چڪري هلائيندڙ ڏاند کي ڏٺو. چڪريءَ جي چوطرف لڳاتار ڦيرا پائيندڙ ڏاند کي ڏسي کيس ائين لڳو ته ڄڻ ڪو شرڌالو ڀڳت پنهنجي ڀڳوان جي مندر جي پرڪرما ڪري رهيو آهي، اکيون بند سرت صاحب ۾ لڳل. سيٺ گد گد ٿي چيو ته ڪيڏو نه صحتي آهي هيءُ ٻچو. پنهنجي ڪم ۾ لڳل ڪرم يوگي. ائين چئي سيٺ گهاٽي ڏي هلڻ لڳو، گهمندڙ ٻچي کي شاباس ڏيڻ ۽ سندس بدن کي هٿ گهمائي کيس پيار ڪرڻ لاءِ. منشارام سيٺ جي من جي ڳالهه تاڙي ورتي. هن اڳتي وڌي سيٺ کي چيو سائين توهان ڪيڏا نه دئيالو ۽ اپڪاري آهيو. جيو جانورن جي لاءِ توهان جي من ۾ ڪيڏي نه ممتا آهي. توهان ڌن آهيو داتار. پر سائين هن ٻچي کي شاباسي ڏيڻ لاءِ توهان هن جي بدن تي هٿ گهمائيندا؟ هن جو سڄو بدن ڀڪور سان لت پت لڳو پيو آهي. سندس بدن تي مٽي جميل آهي ۽ بدن مان بانس پئي اچي. هوستائين وڃڻ لاءِ توهان کي گهاٽي جي گهير ۾ گهڙڻو پوندو. توهان جا هٿ ميرا ٿي پوندا مالڪ. ٻچو مڙئي ٻچو، پٺي ٻچا توهان جا آهن. هڪ

هوڏانهن ٻيو ملي، ٻيو پريشان ٿيل آهي. هن ۾ پالش ۽ بدبوءِ آهي، هيءُ صاف سٿرو
آهي، اوهان ٻنهيءَ ڪريما جو هڪ هڪـــي اپيل هن ٻوٽي لاءِ ٺهي گهرجو.
جنهن هڪ انسان جي شيوا سڄيءَ عمر جاليءَ جي شيوا جو مثال ٿي وڃي آهي
اهڙن هڪ ٻوٽي کي هڪ گهرائڻ سان سڄي ٻوٽن کي شاباسي ملي وڃي. سائين ۽
ڏسين ٻوٽي جو اُتساه وڌندو.

سيٺ ڪرمچند پنهنجي ٽي واپارن ۾ بدل هو. هن جي مستڪ ۾ ته ڪهاڻي
وارو مقصد ۽ ڪم ۾ مشغول ٿيڻو پئي گهريو. ڪيس الين لکيو ته جنهن هر ڪهاڻي جي
گهر ۾ ڪهڙي راءِ آهي ۽ چڪري هلائيندڙ ٻوٽي وقت پورو ٿيو آهي. اچانڪ سندس
هٿ مٿي ٿيو هن منشي منشارام جي حصي جي ٻوٽي جي بدن تي هٿ ڦيرايو ۽
پڇيو، مان چيو "منشارام، هن ٻوٽي کي پڻ ڪراءِ. هن کي آرام ڏي". منشارام چيو
"هائو سائين، هن ٻوٽي کي پڻ ڪرائيو ۽ آرام ڏيو ڇو جو هن جو مطلب ٿيو
جيڪو پريشان ٿيل آهي (جيڪو منهنجو آهي). پريان واري لاءِ ته هن کي چئبو آهي
۽ هو؟ هو ته اوهان جو آهي. ■

Chief Electrical Instructor, Rly, Training School, Udaipu (Raj.).

o o o o o o o o o o o o o

"ڪهاڻي هڪ رچنا آهي جنهن ۾ زندگيءَ جي ڪنهن هڪ پهلوءَ
يا ڪنهن هڪ ڀاڱي کي ظاهر ڪرڻ ئي ليکڪ جو مقصد ٿئي ٿو.
انجا چرتر، انهن جو رنگ، انجي ڪلا جو ڦن سڀ ئي ان هڪ جذبي
جو اظهار ڪن ٿا. ناول وانگر ان ۾ انساني جيون جو مڪمل ۽ وشال
روپ ڏيکارڻ جي ڪوشش نٿي ڪئي وڃي. ڪهاڻي اهڙو مڪمل
باغيچو ناهي جنهن ۾ ڀانت ڀانت جا گل ۽ وليون اوڻا سجايل هجن،
بلڪ هڪ ڪولدي آهي جنهن ۾ هڪ ئي ٻوٽي جو مزاج پنهنجي
اعليٰ صورت ۾ نظر اچي ٿو."

— منشي پريمچند

# آخري منزل

ڪملا ٻختياڻي

چتا ڌو ڌو ڪري جلي رهي هئي ۽ اُن ۾ جلي رهيو هو موهن جو ڀرپور پيار. ماڻهو آهستي آهستي موٽڻ لاءِ پير وڌائي رهيا هئا پر موهن اتي اٽڪيو اُتي ئي بيٺو رهيو.

لاش سدا جو هو. موهن ماضيءَ جي خوبصورت يادن ۾ غوطا کائڻ لڳو. موهن ۽ سدا هڪ ٻئي کي ڪاليج جي ڏينهن کان سڃاڻندا هئا. سدا سنسڪرت ۾ ايم. اي. ڪري رهي هئي ۽ موهن مئٿس جي چونڊ ڪئي هئي. هنن جي دوستي گهري ٿيندي، ڪڏهن پيار جي روپ ۾ بدلجي وئي سا ٻنهي کي سمجهه ئي ڪين پئي. ٻئي پي.ايڇ.ڊي. تائين پهتا. موهن سدا جي گهر به ايندو ويندو هو. سدا سڀني ڀائرن ۾ وڏي هئي. هڪ ڏينهن سدا جي پيءُ کي دل جو دورو اچڻو پيو جو جان وٺي ويو. سڀ ٻار پڙهندڙ هئا. سدا جي سامهون اُنهن جي آئينده جو سوال آڏو اچي اٿي رهيو. سدا هنن لاءِ مضبوط وڻ جو روپ هئي. سدا جي پڙهڻ جا ڏينهن ڇومنتر ٿي ويا. هاڻي پڙهڻ سان گڏ هن شام جو ٽيوشنون ڏيڻ شروع ڪيون. اهي ڏينهن سدا لاءِ بيحد تڪليف ۽ آزمائش جا ڏينهن هئا، پر جيئن تيئن گذري ويا.

ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ملڻ بعد سدا بي.ايس.سي. جي ميرٽ ۾ اچي ڪاليج ۾ ليڪچرار شپ حاصل ڪئي ۽ سڄي گهر جو بوجو پنهنجي ڪلهن تي کڻي ورتو.

هوڏانهن موهن کي به ليڪچرار شپ ملي. موهن گهڻئي دفعا سدا جي گهر وڃي سدا جي ٻانهن گهرڻ جي ڳالهه سوچيندو هئو، پر ڊڄندو هو ته سدا جي ماءُ کي سدا کان وڌيڪ سدا جي ننڍن ڀائرن جو خيال هوندو هو.

هڪ ڏينهن همت ڪري موهن سدا جي ماءُ سان ڳالهه ڪئي ته چيائين، ”پٽ موهن، سدا ڪمائيندڙ آهي، اگر هوءَ ٿي هلي ويندي ته اسان بيسهارا ٿي وينداسين. ٻيو ٿيندو ته ڀاڻس سندس هنن ٻن ڀائرن لاءِ ڇوڪرا ڳوله، يا هنن

ٻنهي مان هڪ جو هٿ پڪڙ، ٻئي جو سڀ ٻار گڏ ۽ سوايا ۾ هڪ ٻئي کان
سوايا ئي آهن."

موهن اهڙيون ڳالهيون ٻڌي سن ۾ اچي ويو.

سدا کي به پنهنجي مڪتيءَ جي راهه دور ٿيندي نظر اچي آئي. هن سوچيو
"منهنجو ڇوٽڪارو تڏهن ٿيندو جڏهن سڀ ٻار ٻچا پنهنجي پيرن تي اچي نه وڃن."

ان وچ ۾ موهن جي بدلي ڪنهن ٻئي شهر ۾ ٿي وئي. ۽ سندس مائٽ هن
کي شاديءَ لاءِ مجبور ڪرڻ لڳا. آخر ماءُ پيءُ جي مرضيءَ اڳيان هن ڪنڌ جهڪائڻو
پيو ۽ هن جي شادي ٿي وئي. شاديءَ کان پوءِ هن گرهستيءَ جا سڀ
فرض نڀايا.

وقت پاسا بدلايا. واهن وهڻن جو وقت اچي ويو. موهن جا ٻار به وڏا
ٿي ويا. سدا جي ٽنهي ٻار به پنهنجيءَ گرهستيءَ ۾ مشغول ٿي ويا.

زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ ڪڏهن موهن ۽ سدا خوشيءَ يا غميءَ ۾
هڪ ٻئي کي خبر ڏيڻ نه ڀلجندا هئا. باقي وڌيڪ خط پٽ ڪونه لکندا هئا، پر ها
پريم جي اها نازڪ ڏور ٽٽي نه، نه هئي. هنن جي عمر جي وڌندڙ ڏينهن سان ڳنڍو ڳنڍ
مضبوط ٿيندي وئي

اوچتو سدا جي جيون ۾ ڇڪ ايڪ اچي لڳو. سدا جي تندرستي ڏينهون
ڏينهن بگڙندي وئي. جنهن سدا زندگيءَ ۾ ماءُ، ٻارن ٻچن، پوٽين، پوٽن جي
هر وقت سيوا ڪئي، اڄ اها بيماريءَ جي حد ۾ آهي جنهن جي تيمارداريءَ لاءِ
ٻوڙندي ويندي هئي اها ئي سدا هاڻي اڪيلي پنهنجي بيماريءَ سان جنگ جوٽي
رهي هئي.

ڊاڪٽرن هن کي لاعلاج مرض ٻڌايو. ڳلي جي ڪينسر ٻڌي ٻارن نه سدا سان
... ولي. پنهنجي بيماريءَ جو هن سڀني ٻارن ٻچن کي اطلاع ڏنو. سڀني اچي چار
... اچي جڻ ٻاڻ تان ميار لاٿي ۽ پوءِ ڪڏهن پنهنجي ٻارن جي پڙهائيءَ جو ...
... گرهستيءَ ۽ نوڪريءَ جون مجبوريون بيان ڪري اتان جلد آزاد ڪرائي.
... سدا کي ٻي ٻارن ٻاجهان جي شرط ۾ اچڻو پيو. حالت نه ڏينهون ڏينهن
... وئي. ٻاجهارن اهين وهنوار ڪرڻ لڳيون جڻ اهن ٿي مٽي جو اوجو
...

سدا واپس موٽي وئي جتي هن جي نوڪري هئي. هن موهن کي لکيو:-

موهن،

اڄ جيون جي انتم شام اچي ڪنڌ تي بيٺي آهي. اهڙي وقت توکي ڏسڻ جو موه مان لڪائي نٿي سگهان. هاڻي طبيعت سڌرڻ ناممڪن آهي، ان ڪري هڪ ڀيرو صرف هڪ ڀيرو اچي ملي وڃ ته مان تنهنجو احسان زندگي ڀر ڪونه ڀلجندس.

'سدا'

موهن خط ڏسي وائڙو ٿي ويو. هن گهر ٻار جي چنتا به ڪانه ڪئي. موڪل ورتي ۽ ٻه ڏينهن کانپوءِ سدا وٽ اچي حاضر ٿيو. هن جو ڀڳوان پيار موت ۽ زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ جهولي رهيو هو ۽ هن کي سڃاڻي ٿي سگهي. سدا جي هيڏي حالت ڏسي هو اوڇنگارون ڏئي روئڻ لڳو. سدا ته جڻ اڄ ٿي دل کولي رهي هئي ۽ پنهنجي من جو اوجو هلڪو ڪيو هو.

موهن وڏن وڏن ڊاڪٽرن سان ڳالهه ٻولهه ڪئي پر هاڻي دير ٿي وئي هئي. ڊاڪٽرن مجبوري ڏيکاري. موهن هن جي سيوا ۾ جنبي ويو. موهن جي هيڏي سيوا ڀاوَ ڏسي سدا پنهنجي سڄي تن دولت موهن کي ڏيڻ جو ارادو ڏيکاريو. پر موهن هن کي منع ڪندي چيو، "مان نه ته ڪنهن مجبوريءَ نه ڪنهن لالچ سبب تو وٽ آيو آهيان. پر موهن کي ته پنهنجي پيار جو فرض، انسانيت ۽ پوڙهپ جو فرض ڇڪي آيو آهي. اها دولت وٺي ڇا ڪريان؟ تون ڀلي ڪنهن ٽرسٽ کي دان ڪري وڃ." سدا به ائين ئي ڪيو. ڪينسر جي مريضن جي مدد لاءِ هن هڪ ٽرسٽ ٺاهي ان ۾ سڄي پراپرٽي دان ڪري ڇڏي.

اڄ انهيءَ سدا جو انتم سنسڪار ڪري رهيو هو موهن.

477, Adarsh Nagar, Jaipur- 302004

o o o o o o o o

"ڪهاڻيءَ جي ڪٿا ايتري مختصر هئڻ گهرجي جو اُها هڪ ئي ويهڪ ۾ پڙهي سگهجي. پڙهندڙ تي اُن جو هڪ ئي تاثير پوڻ گهرجي ۽ جو ڪجهه اُن جي مڪمل تاثر ۾ مددگار نٿو ٿئي اُهو الڳ ڪري ڇڏڻ گهرجي".

(ايڊگر ايلن پو)

# آخر ڪيستائين.... ؟

□ تلسي نرياڻي

موهن ننڍي هوندي کان ئي ”موڊي“ هو. هن کي گهر ۾ ٻيا وري آفيس ۾ جيڪڏهن ڪم ڪجهه ٿورو هو ته هو ڏاڍو ڏکي رهندو هو ۽ اهو سوچيندو هو ته آخر هن کي ڪڏهن به ڪجهه ڇو ٿيو. موهن ڏاڍو ڦرتيلو، مست سڀاءَ، رلڻو ملڻو، پنهنجي ڪم ۾ ماهر ۽ هر ڪڏهن جو ڪم ڪرڻ وارو هو ۽ شايد ان ڪري گهڻن جو پيارو هو ۽ هر ڪو هن کي چاهيندو هو. گهر جو ڪم گهٽ پر، پر جو ڪم وڌيڪ ڪندو هو. ڪيس آفيس کان پوءِ آلند ايندو هو سنگيت ۾، لساڪن ۾ ۽ وري سنستائن ۾ ڪم ڪرڻ ۾. ڪم ڪرڻ ۾ هو اصل ٿڪبو ئي ڪو نه هو. اهو ئي سبب هو جو موهن جا ڪافي دوست هئا، جن مان ڪي ڪيس ڪافي چاهيندا هئا ته وري ڪي ڪس ڏسي جلندا هئا.

ڪجهه سال اڳ موهن جي زندگيءَ ۾ هڪ اهو نئون دوست آيو شيام! شيام ۽ سندس پتني رجنيءَ کي ڪلا جي کيتر ۾ ڪافي رچي هئي ۽ هو موهن کي پڻ سنگيت جي دنيا ۾ وٺي آيا. وقت جي رفتار سان موهن ۽ شيام جي دوستي وڌڻ لڳي ۽ هنن ملي ڪري ڪلا جي کيتر ۾ اڳتي وڌڻ شروع ڪيو. هاڻي جتي شيام ۽ رجني موهن کي پنهنجي ڪٽنب مان ئي هڪ سمجهندا هئا، اتي موهن پڻ هر وقت هنن سان ڪلهي ۾ ڪلهو ملائي هلندو رهندو هو. موهن رجنيءَ جي هر پروگرام کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ ايتري ڪوشش ڪندو هو ۽ سندس ڪاميابيءَ تي ڏاڍو خوش ٿيندو هو. موهن، شيام ۽ رجنيءَ جي هر سنڌ ئي سهاڳيءَ وانگر ٽيڙو رهندو هو. موهن جي ڪجهه پراڻن دوستن کي اهو سڀ ٺيڪ نه لڳو ۽ موهن جي دوستي انهن سان ڪجهه گهٽجڻ لڳي. موهن کي اهو سڀ ڪجهه محسوس ٿي نه ٿيو ۽ هو پنهنجي مشغولين ۾ ئي وڌل رهندو هو.

الائي ڇو وقت جي رفتار سان هاڻي شيام کي موهن جو سڀاءُ لڳو وٽي. هو
هاڻي هر وقت موهن لئي ناراض ٿو ٿئي پر موهن اڄ به شيام کان وڌيڪ رجنيءَ کي
۽ رجنيءَ کان وڌيڪ شيام کي عزت ڏئي ٿو ۽ هنن سان هر سُڌ لئي، هر وقت ۽ هر
گهڙي تيار آهي. موهن نه اڄ به ساڳيو آهي - پر وقت ڪافي اڳتي وڌي چڪو
آهي جنهن رجنيءَ ۽ شيام کي ڪافي اوڪپرو بڻائي ڇڏيو آهي ۽ شايد اهو ئي
ڪارڻ آهي جو اڄ موهن جو ڪو به ڪم نه شيام کي وٽي ٿو ۽ نه وري رجنيءَ کي.
اڄ حالت اها آهي نه جيڪڏهن موهن جو ڪو به ڪم شيام کي وٽيو نه
ڄڻ پڳدران کي وٽيو، پر جيڪڏهن موهن جو ڪو به ڪم رجنيءَ کي وٽي ٿو نه
شيام بيحد ناراض ٿي ٿو وڃي. ڪافي سالن جي دوستيءَ جي درميان پر موهن کي
هڪ دفعو به شيام يا رجنيءَ ونسان اهو ٻڌڻ لاءِ نه مليو نه "Thank you"، جنهن لاءِ
موهن هميشه لالايت رهندو هو.

انساني سڀاءُ آ- موهن هاڻي ڪافي سوچيندو رهي ٿو ته آخر ائين ڇو- هاڻي
شيام ۽ رجنيءَ کي ڇا ٿي ويو آهي جو هن جي پيارن ڪيل هرڪو ڪم هنن کي
لڳو وٽي ۽ روز هن کي ڪجهه نه ڪجهه ٻڌڻو ٿو پوي. موهن هاڻي دکي ٿو رهي،
ڪجهه آفيس جي گهٽي ڪم کان، ڪجهه گهرو وڌيل ذميدارين کان. آخر پر شيام ۽
رجنيءَ جي ناراضپي کان. زندگيءَ جي هر موڙ تي هو اڳتي نڪري چڪا آهن.
اڄ سرسوتي ۽ لڇمي ٻنهي جي شيام ۽ رجنيءَ مٿان مهر آهي. شروع پر ڪين موهن
جي ڪجهه ضرورت هئي پر اڄ هو هن کي پنهنجو ساٿي نه پر دشمن سمجهڻ لڳا
آهن. اڄ هنن کي موهن جو سڀاءُ ڪوڙو ٿو وٽي، هن جو ڳالهائڻ ڪوڙو ٿو وٽي،
هن جي ڪم جو طور طريقو پسند ڪونهي. هو انتا چاهين نه جتي هنن جو ڪم
مقصد هجي، اتي موهن هجي. اهي سڀ ڳالهيون هنن کي پهرين وٽنديون هيون.
اهيءَ حالت لئي ٿي نه موهن اڄ دکي آهي.

اڄ پڻ هميشه وانگر موهن آفيس کان پوءِ پنهنجي دوست شيام وٽ ويو
هو. پر اڄ هو ٻاهر ئي "لان" پر اڪيلو چڪر لڳائي رهيو آهي. ڪافي سوچي رهيو
آهي. ڪافي سوچي رهيو آهي ۽ وري ڪڏهن ڪڏهن اندر ئي اندر گڻگڻائي
رهيو آهي —

"انسان جي پيار پاريءَ جو اوهان وٽ ڪو قدر ڪونهي".

شيام ۽ رجني پنهنجي گهر اندر ڪافي رڌل آهن، پنهنجي گهرو ڪمن ۾ ۽ پنهنجي عزيزن ۾ ڪين خبر هوندي به ته موهن سندن گهر آيل آهي ۽ ٻاهر اڪيلو ڏيئا ٻاري رهيو آهي، هو بيخبر آهن. موهن به پنهنجي خيالن جي دنيا ۾ لين آهي. هو بس ڏيئا ٻاريندو رهي ٿو، سوچيندو رهي ٿو ۽ گنگنائيندو رهي ٿو.

اهڙي ۾ اوچتو ڪو ماڻهو اچي شيام جي گهر گهنٽي وڄائي ٿو. شيام وڏي اتساهه ۽ اميد سان اُن سان ملي ٿو ۽ رجني ٻئي اُن کي ڏسڻ لاءِ ٻاهر اچي ٿي.

موهن بس چپ چاپ شيام جي گهران هليو وڃي ٿو ۽ سوچيندو وڃي ٿو. هو اڄ به ڄاڻي ٻجهي هنن کان پاسيرو رکي، هنن کي خوش ڏسي خوش رهڻ چاهي ٿو، پر وري هن جي دماغ ۾ هڪ ئي سوال اٿي ٿو...... ”آخر ائين ڇو؟......“ ☐

4-क-3, Housing Board, Nahri-ka-Naka; Jaipur-302016.

o o o o o o o o o o o o o o

جيڪي ڪهاڻيون زمانن تائين جيئريون رهن ٿيون اُهن ۾ پڙاڪ وارداتن دنيا جي سڀني موجب رهي ٿي. اهڙيون ڪهاڻيون جهڙيءَ طرح ماحول جي اهميت کي ٿيون قبول ڪن ساڳيءَ ريت ڪردار نگاريءَ جي اهميت به خارج ڪن ٿيون. ڪيتريون ذڪر لائق ڪهاڻيون عالمي ادب ۾ موجود آهن جن ۾ مخصوص پلاٽ جي هڪ طرح سان غير موجودگي نظر ايندي آهي.

- پنڊت رامڪرشن شڪل-شليک

”پٽ جيڪي سمجهه ۾ اچئي سو ڪر، ٻيو مان توکي ڇا چونديس.“

”هونئن ته ڪٿي مان رات جو هت سمهان پر اڄ مان اڪيلو ٿو وڃان. لاچار آهيان.... ڪڏهن کان بيمار ٿيو آهين؟“

”ڪالهه کان. بس ڏهن وقت کان اٿڻ مڙهه. ٻيو ٺيڪ آهيان“.

”ڪو دوا دارون ڪيو اٿئي؟“

”هن جهڙي ۾ ڪير منهنجو دوا دارون ڪندو؟ ڪڏهن ٿي هئو جو مولڪي ڇڏي هليو ويو. مولڪي منهنجي ڀيڻ جي ڏاڍي ياد ايندي آهي، ڏاڍي ياد........ پڪل پوڙها ۽ جهڙين ٻيا، هوءَ جوانيءَ ۾ ئي هلي وئي. پٽ، هن کان پوءِ ٽيهه سال گذاريا اٿم. ڪهڙين گذاريا اٿم اها مولڪي سڃاڻي. منهنجي دوست، منهنجي پياري گوپال مولڪي گهڻو ٿي چيو ته لون مولوي هلي رهه. پر هن گهر ۾ ڪو ساهه اٿم. جيئري ته ان ڇڏي سگهنديس. سڀ ڪجهه اسولت ڇانئندي ۽ ڀڳوان الائي ڪيئن پلائي ٿو ڇڏي. اصل پڪائي ٿو ڇڏي پٽ.“

”اڄ لون گهڻو ئي ڳالهاءِ. پورو ڳالهائي به نٿي سگهين. مان ڊاڪٽر کي وٺي ٿو اچان.“

”هونئن مان ڪنهن سان ٿي ڳالهايان؟ ڪنهن سان به نه ڳالهائيندي آهيان. شايد اڄ وڃڻ واري آهيان تڏهن ٿي ايڏو ڳالهايان.“

ڊاڪٽر کي آڻڻ کان اڳ، ارجن پڪي دل ڪري پوڙهيءَ کي سهارو ڏيئي هن جو وڳو بدلايو. سڄو بسترو مٽائين اهڙي ڪني ۽ اگري ڏپ جو جيڪر پهڪي ۽ ايهڙ جو ست ساري نه سگهي. لو اهه لو ابهه! ڇڻ لڙد گرد ڳچهون مٿون پيئون هيون. ڪيترن ڏينهن جو ڪنو ماس.

اهو ته هن ضد ڪيو هو، جي وڳو ۽ هنڌ نه مٽيندين ته ڊاڪٽر کي ڪو نه آڻيندس. تڏهن مس مس پوڙهيءَ ڪانڌ ماري، ڳوٺريءَ ۾ به رکيل ڳوٺرين مان ڪنهن جي ڪڍي ڏني هئي. ارجن ڊاڪٽر کي وٺي آيو هو پر ڪيس عجب اُن ڳالهه جو لڳو ته ڪمت اندر ڇا ته ڪيمخاب جا ڪپڙا رکيا هئا! چادرن جا سيٽ. طرحين طرحين جا ٽوال ۽ ٻيو سامان پر پوءِ به پوڙهيءَ جي بدن تي اهو ئي گندو مٺرو پهراڻ.

زندگي ڪيئن نه ڪنهنجي مذاق ٿي اُڏائي! سڀ ڪجهه، تنهنجو، پوءِ به اُن تي حق ڪنهن ٻئي جو. مرڻ ۽ گڏ ڪرڻ جي هوس اڃا به زياده، اڃا به زياده.

# شاهه جي رسالي جي ٻولي

▫ ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي

صوفي شاعر شاهه عبداللطيف (1689-1752) سنڌين جي هڪ اهڙي عظيم شخصيت آهي، جنهن تي هر هڪ سنڌيءَ کي ناز آهي. سندس ڪلام جو سنگرهه عام طور ”شاهه جو رسالو“ نالي سان مشهور آهي. اُن جو هڳاءُ فقط سنڌ تائين محدود نه آهي، پر دور دور ملڪن ۾ به ڦهلجي چڪو آهي. شاهه جو رسالو سمورو اردوءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. اُن جو چونڊ شعر هندي، گجراتي، پنجابي، انگريزي ۽ جرمن ٻولين ۾ به انواد ڪيو ويو آهي. ان ريت اڄ ڪالهه ٻين ٻولين وارا به شاهه لطيف جي ڪلام مان واقف ٿي چڪا آهن. هن مضمون جو مقصد شاهه جي رسالي جي ٻوليءَ جون مکيه خاصيتون پيش ڪرڻ آهي.

## ٻوليءَ جي اڀياس جو آڌار

ڪنهن به شاعر جي شعر ۽ ٻوليءَ جو گهرائيءَ سان اڀياس ڪرڻ تيستائين ممڪن نه آهي، جيستائين سندس ڪلام جو صحيح متن يا پاٺ مقرر نه ڪيو ويو آهي. انهيءَ ڪري آلوچڪ ڪنهن به آڳاٽي شاعر جي شعر جو اڀياس ڪرڻ لاءِ پهريائين سندس ڪلام جا جدا جدا قلمي نسخا گڏ ڪري، انهن جو تنقيدي نگاهه سان اڀياس ڪري، ڪلام جو معياري ۽ صحيح متن مقرر ڪندا آهن. جيڪڏهن انهيءَ شاعر جو ڪلام زباني روايتن ذريعي به محفوظ رکيو ويو آهي، ته انهيءَ ذخيري کي به گڏ ڪري اُن جو مطالع ڪيو ويندو آهي. ڪنهن به آڳاٽي رچنا جو صحيح پاٺ مقرر ڪرڻ لاءِ آلوچڪن ڪجهه اصول ڄاڻايا آهن، جن جي آڌار تي انهيءَ رچنا جي پرک ڪئي ويندي آهي.

شاهه عبداللطيف جي ڪلام جي ٻوليءَ جو گهرائيءَ سان اڀياس ڪرڻ ۾ وڏي ۾ وڏي مشڪلات اها آهي ته اُن جو معياري متن اڃا تائين مڪمل طرح تيار نه ڪيو

# شاھ جي رسالي جي ٻولي

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي

صوفي شاعر شاھ عبداللطيف (1689-1752) سنڌ جي ھڪ اھڙي عظيم شخصيت آھي، جنھن تي ھر ھڪ سنڌيءَ کي ناز آھي. سندس ڪلام جو سنگرھ عام طور ”شاھ جو رسالو“ نالي سان مشھور آھي. ان جو ھاڪاءُ فقط سنڌ تائين محدود نہ آھي، پر دور دور ملڪن ۾ بہ ڦھلجي چڪو آھي. شاھ جو رسالو سمورو اردوءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو آھي. ان جو چونڊ شعر ھندي، گجراتي، پنجابي، انگريزي ۽ جرمن ٻولين ۾ بہ انواد ڪيو ويو آھي. ان ريت اڄ ڪالھ ٻين ٻولين وارا بہ شاھ لطيف جي ڪلام مان واقف ٿي چڪا آھن. ھن مضمون جو مقصد شاھ جي رسالي جي ٻوليءَ جون مکيہ خاصيتون پيش ڪرڻ آھي.

## ٻوليءَ جي اڀياس جو آڌار

ڪنھن بہ شاعر جي شعر ۽ ٻوليءَ جو گھرائيءَ سان اڀياس ڪرڻ تيستائين ممڪن نہ آھي، جيستائين سندس ڪلام جو صحيح متن يا پاٺ مقرر نہ ڪيو ويو آھي. انھيءَ ڪري آلوچڪ ڪنھن بہ آڳاٽي شاعر جي شعر جو اڀياس ڪرڻ لاءِ پھريائين سندس ڪلام جا جدا جدا قلمي نسخا گڏ ڪري، انھن جو تنقيدي نگاھہ سان اڀياس ڪري، ڪلام جو معياري ۽ صحيح متن مقرر ڪندا آھن. جيڪڏھن انھيءَ شاعر جو ڪلام زباني روايتن ذريعي بہ محفوظ رکيو ويو آھي، تہ انھيءَ ذخيري کي بہ گڏ ڪري ان جو مطالع ڪيو ويندو آھي. ڪنھن بہ آڳاٽي رچنا جو صحيح پاٺ مقرر ڪرڻ لاءِ آلوچڪن ڪھڙيئي اصول ڄاڻايا آھن، جن جي آڌار تي انھيءَ رچنا جي پرک ڪئي ويندي آھي.

شاھ عبداللطيف جي ڪلام جي ٻوليءَ جو گھرائيءَ سان اڀياس ڪرڻ ۾ وڏي ۾ وڏي مشڪلات اھا آھي تہ انجو معياري متن اڃا تائين مڪمل طرح تيار نہ ڪيو

ويا آهن. ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي (1883-1947) پهريون سنڌي عالم آهي، جنهن تحقيق جي لحاظ کيتر ۾ اڳتي وک وڌائي. هن جديد تنقيدي اصولن جي کسوٽيءَ تي شاهه جي شعر جي هرهڪ لفظ کي پرکي، ٽن جلدن ۾ شاهه جي رسالي جو ٽئون ايڊيشن عوام اڳيان رکيو. شاهه جي ڪلام جو باقي حصو ڪيس چوٿين جلد ۾ ڏيڻو هئو، پر اهو اڻپورو ئي رهجي ويو. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته شاهه جي رسالي جي تصحيح ڪندي سندس سامهون اڀياس لاءِ تمام محدود بنيادي مواد هئو. پهريون جلد مرتب ڪرڻ وقت هن جي سامهون شاهه جي ڪلام جا فقط ٻه قلمي نسخا ۽ ٻه ڇاپا هئا. ٽئين جلد تيار ڪندي ڪيس هڪ قلمي نسخو وڌيڪ حاصل ٿيو ۽ ٽئين جلدَ ۾ برٽش ميوزيم ۾ رکيل نسخي مان ٻه پڙهڻيون ڏنيون. هن وقت شاهه جي ڪلام جي تحقيق ڪندڙ عالمن سامهون اٽڪل پنجٽيهه قلمي نسخا روشنيءَ ۾ آيا آهن. انهيءَ ڪانسواءِ هن اڳيان اٽڪل ويهارو کن ڪلام جا ڇاپا به، ميسر آهن جن مان ڏهه ڇاپا سنه 1900ع تائين ظاهر ٿيا آهن. ممڪن آهي ته کوج ڪرڻ سان اڃا به وڌيڪ سامگري اڀياس لاءِ هٿ اچي سگهي. جيڪڏهن ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي اُن وقت ايترو بنيادي مواد ميسر هجي ها ته پڪ ئي ڪيس پنهنجي مقرر ڪيل متن تي ٻيهر سوچڻو پوي ها. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته ڪيس ڪيترن هنڌن تي ڪلام جي مقرر ڪيل پڙهڻين ۾ ترميم ڪرڻي پوي ها.

هتي هڪ ٻي ڳالهه به ڌيان ڏيڻ جوڳي آهي ته ڊاڪٽر گربخشاڻي شاهه جي رسالي جو تنقيدي ايڊيشن تيار ڪرڻ وقت ’گنج‘ نسخي جون پڙهڻيون نه ڏيئي سگهيو آهي. ڪيس پٽ شاهه تان جيڪو قلمي نسخو حاصل ٿيو آهي، اهو ’گنج‘ نه آهي، اهو نسخو 1792ع ۾ يعني شاهه جي وفات کان فقط چاليهه سال پوءِ تيار ڪرايو ويو آهي. انهيءَ جو تيار ڪرائيندڙ پٽ شاهه جو مشهور راڳائي فقير خليفو ميان اسماعيل هو، جيڪو شاهه جي همعصر ۽ سندس مريد تمر فقير کان پوءِ ٻيون نمبر خليفو ٿيو. انهيءَ نسخي جو ڪاتب فقير عبدالعظيم عرف وڏل شاهه، هئو، جيڪو اصل بدين ويجهو ڳوٺ ”رمضان جت“ جو رهاڪو هئو. جيئن ته هن وقت جيڪي به نسخا ميسر آهن، تن ۾ ’گنج‘ آڳاٽي ۾ آڳاٽو آهي ۽ پٽ شاهه تي لکايو ويو آهي، انهيءَ ڪري انهيءَ ۾ درج ڪيل پڙهڻين کي وڌيڪ وزن ڏيڻو پوندو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ کي پٽ شاهه تان جيڪو نسخو مليو آهي، تنهن ۾ ڪلام جي شروعات ’سُر ڪلياڻ‘ سان ٿئي ٿي، پر ’گنج‘ ۾ ڪلام ’سُر سهڻي‘ سان شروع ٿئي ٿو. ڊاڪٽر

گربخشاڻيءَ هڪ ٻئي آڳاٽي قلمي نسخي تان ـ پڙهڻيون ڏنيون آهن جيڪو ڪيس ٻلڙيءَ جي درگاهه مان مليو آهي. هو لکي ٿو ”.... ٻلڙيءَ وارو نسخو سنه 1780ع جو لکيل آهي، يعني شاهه صاحب جي وفات کان فقط 28 ورهيه پوءِ.“ جيڪڏهن اهو سال صحيح آهي ته پوءِ چئبو ته ٻلڙيءَ وارو نسخو 'گنج' کان به پراڻو آهي. اهڙا ڳالهه ڪي قدر شڪي ٿي نظر اچي، ڇاڪاڻ ته ڊاڪٽر بلوچ کي جيڪي به ارڙهين صديءَ جا لکيل نسخا هٿ لڳا آهن، انهن ۾ ڪلام جي شروعات سسئي واري مضمون سان ٿئي ٿي. ٻئي طرف ڊاڪٽر گربخشاڻي ٻلڙيءَ واري نسخي جي شروعات 'سر ڪلياڻ' سان ڄاڻائي ٿو ۽ لکي ٿو ته انهيءَ ۾ پهرين بيت ”اول الله عليم عالي عالم جو ڌڻي“ سان شروع ٿئي ٿو. رسالي جي ترتيب جي اها روايت اوڻويهين صديءَ جي آهي ۽ ان ۾ سنگيت ۽ راڳ مطابق بيتن کي ترتيب ڏيڻ جو اصول اپنايو ويو آهي. ڪم نصيبان، اهو ٻلڙيءَ وارو نسخو ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي وفات بعد گم ٿي ويو آهي ۽ ڊاڪٽر بلوچ کي به ڪوچ ڪندي اهو هٿ نه آيو آهي.

سڀ عالم انهيءَ ڳالهه تي شاملراءِ آهن ته هن وقت تائين شاهه صاحب جو جيڪو به ڪلام روشنيءَ ۾ آيو آهي، اهو هن پاڻ پنهنجي هٿ اکرن لکي محفوظ نه ڪيو هئو. روحاني ڪيفيتن ۾، هو وقت به وقت جيڪي ڪجهه ڳائيندو يا جهونگاريندو هئو، سو سندس مريد ۽ عقيدتمند اُن وقت لکندا ويندا هئا. اهـــڙن ميڙن ۾ ڳائيندڙ فقير به شاهه جو شعر ٻڌي يا لکي ياد ڪندا ويندا هئا. پوءِ شاهه صاحب جي حاضريءَ ۾ اڪثر پاڻ به ڳائي ٻڌائيندا هئا.

هتي اسان کي هڪ نهايت اهم ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ جڳائي، جيڪڏهن شاهه صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ پاڻ پنهنجو ڪلام لکي يا پنهنجي نگرانيءَ ۾ ٻين کان لکائي سنگرهه ڪرايو هجي ها، ته پوءِ اهو هڪ ته دستخط يا قلمي نسخو، اصلوڪي روپ ۾ يا گهڻن ئي اُتارن جي روپ ۾ محفوظ رهندو اچي ها. اصل دستخط تان نقل تيار ڪرڻ جي حالت ۾ منجهس جيڪا تبديلي اچي ها، سا بلڪل معمولي هجي ها. پر اڄ ڪالهه شاهه جي رسالي جا جيڪي به قلمي نسخا روشنيءَ ۾ آيا آهن، انهن ۾ بيتن جي پڙهڻين ۾، توڙي سرن اندر سندن ترتيب ۽ سلسلي ۾ گهڻو فرق آهي. جدا جدا قلمي نسخن ۾ سرن ۽ داستانن جي تعداد ۾ چڱو ئي تفاوت آهي. انهيءَ مان ظاهر آهي ته انهن سڀني قلمي نسخن جو بنياد هڪ نه آهي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته شاه لطيف جي حياتيءَ ۾ ئي سندس مريدن الڳ الڳ ڍنگ سان پنهنجي

مرشد جو ڪلام سهيڙڻ ۽ لکت ۾ درج ڪرڻ شروع ڪيو. هن وقت شاهه صاحب جي حياتيءَ واري دور ۾ لکيل سندس ڪلام جو هڪ به مجموعو اسان تائين نه پهتو آهي. هن وقت شاهه جي ڪلام جا جيڪي به قلمي نسخا روشنيءَ ۾ آيا آهن، اهي انهن اوائلي مجموعن جا نقل آهن، يا نقلن جا به نقل آهن يا زباني روايتن ۽ اوائلي قلمي نسخن جهڙي آڌار تي نئين سر مرتب ڪيل آهن. ڪلام گڏ ڪندڙن ۾ ڪن فقط شاهه صاحب جو چيل شعر لکت ۾ درج ڪرڻ جو مقصد سامهون رکيو ته ڪن ٻين وري روحاني ڪيفيتن ۾ شاهه جي حاضريءَ ۾ چيل سمورو ڪلام سنگرهه ڪرڻ شروع ڪيو. اهڙن مجموعن ۾ جيتوڻيڪ شاهه جي ڪلام جو تعداد گهڻو آهي، انهيءَ هوندي به سنڌ ۽ هند جي ٻين سگهڙن ۽ درويشن جو به چڱو ڳڀو شعر شامل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي هيستائين اٽڪل پنجٽيهه قلمي نسخا نظر آيا آهن، جن ۾ سندس چوڻ مطابق هڪ به اهڙو مجموعو نه آهي، جنهن ۾ رڳو شاهه صاحب جن جو ڪلام درج ٿيل هجي. هو اڳتي به لکي ٿو ته "حضرت شاهه صاحب جن پاڻ پنهنجو ڪلام ڪهڙو ۽ ڪيترو چيو ۽ ڪهڙي نموني ۾ چيو، انهيءَ جو قطعي طور فيصلو ڪرڻ ناممڪن آهي."

## قلمي نسخن پڙهڻ ۾ دقتون

ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻين عالمن جن آڳاٽا قلمي نسخا پڙهي شاهه صاحب جي رسالي جو صحيح متن مقرر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، انهن جي سامهون ڪي گهڻيئي مسئلا پيدا ٿيا آهن. پهريون مکيه مسئلو آهي لفظن جو صحيح روپ سڃاڻڻ. ارڙهين، اوڻويهين صديءَ ۾ انهن آڳاٽن قلمي نسخن ۾ هر هڪ ڪاتب جي لکڻ جو ڍنگ نرالو آهي. اُن وقت عربي - فارسي اکرن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي خاص آوازن لکڻ جو ڪو به مقرر سرشتو ڪونه هو. 1853ع ۾ جڏهن انهن اکرن جو معياري روپ مقرر ڪيو ويو، تڏهن به ڪيترائي ڪاتب اُن بعد به پنهنجي نموني ۾ الڳ الڳ نمونن سان سنڌي لکندا هئا. انهيءَ ڪري اهڙن نسخن ۾ لفظن جو صحيح روپ لکاوٽ مان سوچي مقرر ڪرڻ نه هڪ پروليءَ سلڻ مثل آهي مثال طور، ڀٽ شاهه تي رکيل 'گنج' نسخي جي ڪاتب ڪٿي هڪ ئي سنڌي آواز کي جدا جدا حرفن ذريعي لکيو آهي (جيئن ٻ، جهه لاءِ ج ۽ ج، گ لاءِ ک ۽ ڪ، ڻ لاءِ ن ۽ ر اکر ڪتب آندا ويا آهن) ته ڪٿي جدا جدا آوازن لاءِ لکڻ ۾ هڪ ئي حرف ڪتب آندو آهي. (مثلا :-

ڪ، ک، ڳ ۽ گھ لاءِ ڪ حرف؛ ر ۽ ڙ لاءِ فقط ر اڪثر استعمال ڪيل آهي.)

ڪلام جي اصلوڪي روپ سان هٿ چراند ڪرڻ نه گهڻن ڪاتبن جي مرض آهي. ڪيترا ڪاتب اهڙيءَ حالت ۾ اڪثر پنهنجيءَ پسنديءَ موجب بيتن جي اصلوڪن پڙهڻين ۾ تبديل ڪري ڇڏيندا آهن، ۽ ڪڏهن پنهنجي ڪلمن جي اڏام سان نوان بيت جوڙي اصل متن ۾ گڏي ڇڏيندا آهن. ڪڏهن اصلوڪي نسخي ۾ ڪي اکر سمجهه ۾ نه اچڻ سببان اُهي ڪي غلط لکي ڇڏيندا آهن ته ڪڏهن ڪڏهن ٻه ٽي لفظ گڏي اُهي ڪي هڪ لفظ جي روپ ۾ ملائي لکندا آهن. جن عالمن کي پراڻيون پوٿيون ۽ هٿ لکيل نسخا پڙهڻ سان واسطو پيو آهي، اهي ئي ٻڌائي سگهندا ته صحيح متن مقرر ڪرڻ ڪيڏو نه اڪائيندڙ ڪم آهي. هڪ مثال ڏسو:-

"ڪرهو نه ڪي ڪان، ٻيرين آءُ نه پڄي."

شاهه جي هن سٽ ۾ ڪن ڪاتبن "ڪي ڪان" کي گڏي هڪ لفظ جي روپ ۾ "ڪيڪان" لکيو آهي. ڪيترن عالمن اُنهيءَ کي هڪ لفظ سمجهي سنڌيءَ جي ڊڪشنرين ۾ به درج ڪري ڇڏيو آهي، جيتوڻيڪ معنيٰ صحيح لکي اٿن يعني 'گهوڙو' سنڌيءَ ۾. 'ڪان' لفظ سنسڪرت 'ڪالب' جو بگڙيل روپ آهي. سنسڪرت ۾ 'ڪالب' لفظ جون گهڻيئي معنائون آهن جن مان هڪ آهي 'گهوڙو'. اِن ريت، اڄ ڪالهه 'ڪيڪان' لفظ سنڌيءَ جو هڪ جزو ٿيجي ويو آهي. اُنهيءَ غلطيءَ جو ڪارڻ فقط قلمي نسخي ۾ ٻن لفظن کي گڏي لکڻ آهي.

## هن مضمون جون حدون

شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز حيدرآباد سنڌ جي اختياريءَ وارن ڪيرون لهڻيون، جن شاهه جي ڪلام جي تحقيق ۽ تصحيح ڪرڻ جون رٿائون هٿ ۾ ڪيون آهن. اُنهيءَ ڏس ۾ مرڪز وارن ڊاڪٽر بلوچ جا تيار ڪيل شاهه جي رسالي جا ٽي ايڊيشن ڇپائي ظاهر ڪيا آهن، جيڪي آهن - (1) ٽرمپ ميونخ ۾ محفوظ شاهه جي قلمي نسخي جو ڇاپو، جيڪو پڙهڻين سان، هاڻوڪي صورتخطيءَ ۾ ڇپائي ظاهر ڪيو ويو آهي. اهو نسخو ارڙهين صديءَ جي آخري ڏهاڪن ۾ لکيل آهي. (2) ٻئين ايڊيشن جو آڌار آهن 1853ع ۽ 1852ع ۾ لکيل ٽي قلمي نسخا. (3) ٽئين ايڊيشن جو آڌار ارڙهين صديءَ جا ڏهه آڳاٽا قلمي نسخا آهن جيڪي سڀ 'سر سنڌي' سان شروع ٿين ٿا.

جيئن ته روشنيءَ ۾ آيل سڀ آڳاٽا قلمي نسخا ۽ گذريل صديءَ جا ڇاپا هتي

ميسر نه آهن، انهيءَ ڪري اهو فيصلو ڪرڻ مشڪل آهي ته مٿين ٽن ڇاپن ۾ جيڪو متن مقرر ڪيو ويو آهي، اهو ڪيتري قدر وزندار ۽ صحيح آهي. هن مضمون ۾ شاهه جي ڪلام جي ٻوليءَ جو اڀياس مکيه طرح ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻيءَ جي، تيار ڪيل ايڊيشن جي آڌار تي ڪيو ويو آهي. ضرورت آهر، ڊاڪٽر بلوچ جي تيار ڪيل ڇاپن جو به مطالعو ڪيو ويو آهي.

## شاهه جي رسالي جي ٻولي: لاڙي اُپڀاشا

شاهه جي رسالي جي ٻولي، مکيه طرح سنڌيءَ جي لاڙي اپڀاشا جو اهو روپ آهي، جيڪو ارڙهين عيسوي صديءَ ۾ مروج هئو. انهيءَ جون ڪيترائون خاصيتون موجوده دور ۾ به لاڙيءَ جي ٻول - چال واري لهجي ۾ قائم آهن. ممڪن آهي ته ارڙهين - اوڻوهين صديءَ ۾ لکيل شاهه جي ڪلام جا جيڪي قلمي نسخا مليا آهن، انهن ۾ ڪاتبن پنهنجي پنهنجي لهجي مطابق به ٻوليءَ ۾ ڪي قدر تبديل آندي هوندي، پر انهيءَ هوندي به ڪلام جي اصلوڪي ٻوليءَ ۾ گهڻو فرق نه آيو هوندو.

لاڙي سنڌيءَ جون حدون ڪهڙيون آهن؟ سنڌ جو ڏاکڻو ڀاڱو جو وچين سنڌ سان لڳو آهي، تنهن کي ’لاڙ‘ چئبو آ. ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ لساني لحاظ کان لاڙ جون حدون ڄاڻائيندي لکيو آهي، ”لاڙ جا ٻه ڀاڱا آهن: هڪڙو حيدرآباد ضلعي وارو لاڙ، جو بدين ۽ ٽنڊي باگي کان هلي ٻلڙي شريف تعلقي گونيءَ تائين آهي. اتان ڪوهه ڏيڍ پري ميرپور بٺوري تعلقي جي جهوڪ شريف (ميران پور) ۾، شاهه عنايت صوفيءَ جي درگاهه آهي. انهن ٻن نامور درگاهن جي وچ کان وٺي ڪراچي ضلعي جو سمورو ڏاکڻو ڀاڱو جو ڪيٽي بندر ۽ ڪراچيءَ طرف اڙيو اچي سنڌ سان لڳو آهي، سو ڪراچي ضلعي وارو لاڙ آهي. انهن ٻنهي ضلعن جي لاڙ جي ٻولي ’لاڙي‘ ڪوٺجي ٿي. لاڙي معنيٰ لڙيل يا هيٺاهون ڀاڱو. اتر ضد آهي - سرو معنيٰ مٿيون يا اتر وارو ڀاسو.“ (1)

موجوده دور ۾ سنڌ ۾ ملڪي انتظام جي خيال کان لاڙ وارو علائقو پنجن حصن ۾ ورهايل آهن، اهي آهن: ٺٽو محمد خان سب ڊويزن، بدين سب ڊويزن، ماتلي سب ڊويزن، شاهه بندر سب ڊويزن ۽ ٺٽو سب ڊويزن

هتي اها ڳالهه ڌيان ڏيڻ لائق آهي ته شاهه عبداللطيف جتي ڄائو ۽ نپنو ۽ حياتيءَ جو گهڻو عرصو گذاريائين، اهي علائقا لاڙي ٻوليءَ جي حدن اندر نه آهن.

1- آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ڪراچي، 1941.
صفحا 133-134

هن جو جنم حيدرآباد ضلعي جي هالا تعلقي ۾ ۽ هالا حويليءَ واري ڳوٺ ۾ ٿيو هئو. سندس والد سيد حبيب الله شاهه پوءِ لڏي وڃي ڪوٽڙيءَ ۾ ويٺو هئو، جو ڀٽ کان ٻه ڪوهه ڪن پري آهي ۽ هاڻي ڦٽي ويو آهي. شاهه لطيف جو ننڍپڻ انهيءَ ڳوٺ ۾ گذريو ۽ سندس زندگيءَ جا آخري سال ڀٽ تي گذريا. هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته پوءِ شاهه جي ڪلام تي لاڙي اُپڀاشا جو گهڻو اثر ڪيئن پيو آهي؟ انهيءَ جو جواب هيءُ آهي ته لاڙ جي حدن ويجهو رهڻ ڪري ۽ سندس وڏن جي لاڙ ۾ رهائش سبب، شاهه لطيف جي ٻوليءَ تي لاڙي لهجي جو گهڻو اثر پيو آهي. سندس ڏاڏو شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ جو رهاڪو هئو، جيڪو لاڙي اُپڀاشا جي حدن اندر آهي. ٻيو مکيه سبب اِهو ٿو نظر اچي ته شاهه عبداللطيف جي ڪلام جو آڳاٽي ۾ آڳاٽو نسخو 'گنج' انهيءَ ڪاتب جو لکيل آهي جيڪو لاڙ جو رهاڪو هئو. گنج جو لکندڙ آهي فقير عبدالعظيم عرف وڏل شاهه هو 'رمضان جت' واري ڳوٺ جو رهاڪو هئو، جيڪو بدين جي ويجهو آهي ۽ ٺيٺ لاڙي لهجي وارو علائقو آهي. اِن طرح شاهه جي ڪلام جا ٻيا به اوائلي دور وارا قلمي نسخا جيڪي حاصل ٿيا آهن، انهن مان گهڻا لاڙ ۽ ڪڇ جي فقيرن جا لکيل آهن.

عام طرح لاڙي ٻوليءَ جي اُچارن ۽ لهجي تي ڪيترا ماڻهو ٺٺوليون ڪندا آهن ۽ سنڌ جي ٻين هنڌن جي ٻوليءَ کان اُن جو درجو گهٽ ليکيندا آهن. انهيءَ تي چوڻي آهي "لاڙ جو پڙهيو، سري جو ڍڳو." حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته لاڙ ۾ گهڻو ڪري هندن جي ٻولي ڪچي آهي، جو انهن مان ڪيترا لاڙ جا اصلوڪا رهاڪو آهن. ٻئي طرف اُتي جي رهاڪو سنڌي مسلمانن جي ٻوليءَ ۾ اُچارن جي گهڻي ڪچائي نظر نٿي اچي. منجهائن ڪيترا وڏا وڏا شاعر ٿي گذريا آهن. انهيءَ فرق جي سمجهاڻي ڏيندي، ڀيرومل مهرچند آڏواڻي لکي ٿو، "لاڙ ۾ جيڪي مسلمان آهن، تن مان بلڙي شريف ۽ ٽکڙ شريف وارا سيد توڙي سيد ساجن سوائي ڪوٺي (ٽنڊي باگي طرف) واري جو اولاد علوي سيدن مان آهن، جن جو شهر 'متعلوي' (متياري) هالن تعلقي ۾ آهي. اُتان لڏي پوءِ هتي اچي رهيا هئا. اهڙي طرح ٻئي طرف جا ڪيترا سيد ۽ ٻيا مسلمان ارغونن جي صاحبيءَ ۾ ٻين هنڌان لڏي اُتي اچي رهيا هئا. اِهي لاڙ ۾ پوءِ آيا، تنهن ڪري سندن ٻولي لاڙ جي اصلوڪن رهاڪن جهڙي ڪچي ڪانهي، پر انهن کي به اُتي آئي گهڻيئي وقت ٿي ويا آهن، تنهن ڪري هن وقت لاڙ جي هندن توڙي مسلمانن جي اُچار سان لاڳاپو رکندڙ ڪي اهڙيون علحديون ڳالهيون

آهن، جي سنڌ جي اتي ڪهڙن ۽ ڀاڱي جي ٻوليءَ ۾ ڪيترن، جهڙن ڪري لاڙيءَ جو ڏاڍ درجو ليکجي ٿو. اُن ۾ ڪيترا لفظ ۽ اصطلاح ته علحدا آهن. شاهه جي رسالي ۾ جيتوڻيڪ عربي، فارسي، ۽ سنسڪرت ۽ پراڪرت ۽ اَبڄ سنڌي لفظ گهڻا آهن ته به لاڙي لفظ ۽ ڪيترائي آهن ۽ اُچار ته سمورا لاڙي اٿس، جهڙن ڪري اُهين چئي سگهجي ٿو ته سڄو رسالو لاڙي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي." (1)

وچولي سنڌي، جيڪا معياري ٻولي ليکي وڃي ٿي ۽ تعليم توڙي ادب ۾ لکڻين ۾ استعمال ٿئي ٿي، اُنهيءَ جو اثر به شاهه جي ڪلام تي ظاهر آهي. شاهه جي رسالي ۾ ڪڇ، سر ۽ ٻين سنڌ جي ٻين اُپڀاشائن ۾ به لکيل ملن ٿا. شاهه لطيف جوانيءَ ۾ گهڻئي سير سفر ڪيا. انهيءَ ڪري ڪيس سنڌ جي ٻين اُپڀاشائن جو توڙي سنڌ جي آس پاس وارن علائقن جي ٻولين جو به معلومو هو. هير رانجهو مضمون وارا ٻيت ۽ وائون سرائڪي اُپڀاشا ۾ آهن. اهي گنج ۽ ٻرٽش ميوزيم وارن قلمي نسخن ۾ درج ڪيل آهن، جيڪي ارڙهين صديءَ جا نسخا آهن. اهو سر اوڻيهين صديءَ جي آڳاٽن قلمي نسخن ۾ شامل آهي. "سر ڍول مارو" جيڪو ڍاٽڪي اُپڀاشا ۾ لکيل آهي، اهو 'گنج' ۽ درسگاهه منصوره جي آڳاٽن قلمي نسخن ۾ شامل آهي. انهن نسخن ۾ 'ميراڻ' الدر هندي شعر به شامل ڪيل آهن. اوڻويهين صديءَ جي همت آيل اوائلي قلمي نسخن ۾ به 'ميراڻ' ۽ 'ڍول مارو' مضمون تي شعر ملن ٿا. جيئن ته اهي مضمون اوائلي دور جي قلمي نسخن ۾ شامل ڪيا ويا آهن، انهيءَ ڪري ڪين رد ڪرڻ واجب نه آهي. ممڪن آهي ته اهي شعر روحاني محفلن ۾ شاهه لطيف پاڻ اُچاريا هوندا يا سندس حاضريءَ ۾ انهن مضمون ڳائي پيش ڪيا هوندا. ٻوليءَ جي اڀياس جي لحاظ کان چئي سگهجي ٿو ته شاهه جي ڪلام ۾ سرائڪي، ڍاٽڪي ۽ هندي اُپڀاشائن ۾ به شعر ملن ٿا.

'عمر مارئي' مضمون وارن شعرن ۾ ڪيترائي لفظ اهڙا آهن جيڪي ٿري اُپڀاشا جا آهن. مثال طور، مڃر، الر، ڪگري، جهو، آراڙي، ڦوهه، لاٽي، سانوڻ، لمب، مکڻي، اُهي اوٺ، ولين يا ڳاهن جا نالا آهن جيڪي ٿرپارڪر جي اوار وارن حصن ۾ پيدا ٿين ٿا. 'ٿوري' لفظ جي ڍاٽڪيءَ ۾ معنيٰ آهي 'شڪاري'. ٿر ۾ ڀيلن کي به 'ٿوري' سڏيندا آهن. اهي اڇوت ليکيا ويندا آهي. 'ٿوري' جو موٽ آهي

1- اڏواڻي ڀيرومل مهرچند، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، ڪراچي، 1941ع. صفحو 135.

'ٿورائي' شاهه جي ڪلام ۾ اهي لفظ ئي ملن ٿا:-

ٿون ڏسڪارين لطيف چئي، ڏيرن جا ٿوري،
مانجهو چوڙاسر مڙي، آءٌ آهيرائي آهيان،
مون ور سرڳون سي، جي ٿورائون تن جون.

ڪڇي ٻولي، لاڙ جي علائقي ويجهو ڳالهائي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري انهي ۾ ڪڇراڻي لفظ ۽ وياڪرڻ جا روپ هڪجهڙا آهن. جيئن ته، آن (ٿون)، اؤ (هو)، اُسان (ٿسان)، اوجو (ڪهڙو) وغيره، اهي روپ شاهه جي ڪلام ۾ عام ملن ٿا.

انهيءَ کانسواءِ شاهه لطيف پنهنجي شعر ۾ بلوچي، فارسي ۽ عربي لفظن ۽ فقرن جو به استعمال ڪيو آهي، مثال طور:

**بلوچي**

1- ڏاڻ پارسدون پاڳ ۾، اترا پليشي.
2- ارو اڳيرد پام پلمڏا، ڪام پروڙي مام.

**فارسي**

گهڙي گهڙ همت ڪري، هون ٺاري پڪم،
سر در قدم يار فدا شد چه جا شد،
وصل اهوني والڪ،
راست جئدن جو رالڪ، آلا! سي آڪاراڻن.

ڪن ڪن قلمي نسخن ۾ فارسيءَ جا گهڻيئي شعر داخل ڪيا ويا آهن، پر انهن جي اصليت شڪي ٿي لڳي اچي. ٻئي طرف، شاهه لطيف قران شريف مان گهڻيئي آيتون ۽ فقرا اقتباس طور پنهنجي شعر ۾ استعمال ڪيا آهن. انهي گهڻو ڪري سنڌ تي روحاني اثر جي پختائيءَ ۾ پيش ڪيل آهن. جيئن ته:

**عربي**

الست بربڪم، جڏهن ڪن پيوم،
'قالوا بلى' قلب سين، اُتهه لٽ چيوم،
تهين ولر ڪيوم، وچن وڙهن سين.
(سر ماروي 1-1)

ليلارام وطڻمل لالواڻيءَ شاهه جي ڪلام مان 113 عربي فقرا الڳ ڪري انهن جي اسمت ۽ معنيٰ پنهنجي ڪتاب ۾ ڏني آهي. (1)

---

1- لالواڻي، ليلارام وطڻمل، دي لائيف، رليجن اينڊ پوئٽري آف شاهه عبداللطيف. 1889ع ڀاڱو 2. ص. 1-41.

## شاهه جي ڪلام ۾ شبد ڀنڊار

شاهه جي ڪلام ۾ سنڌيءَ جي تدڀو ۽ تتسم شبدن جو اڪٽ ڀنڊار آهي. مثال طور،

وڄ < پراڪرت وڄ < سنسڪرت وديت
سڱرهه < پراڪرت سنڪلا < سنسڪرت شرنکلا
ٻي < پراڪرت ٻئه < سنسڪرت ٻڌ
ويڄ < پراڪرت وڄ < سنسڪرت ونڌه

سنڌي لفظ جي اهڙي اوسر واري سلسلي ۾ ڪڏهن ڪڏهن سنسڪرت جو هڪ لفظ سنڌيءَ ۾ ٻن جدا لفظن جي روپ ۾ اسريو آهي، جيئن ته، سنسڪرت لفظ 'ون' مان سنڌيءَ ۾ ٻن لفظن جو وڪاس ٿيو آهي - ٻن (جهنگل) ۽ وڻ (درخت). اهڙيءَ جي اُبتڙ ٻين ڪن حالتن ۾ وري سنسڪرت جا ٻه جدا جدا لفظ سنڌيءَ ۾ هڪ روپ اختيار ٿا ڪن، جاهي سندن معنيٰ الڳ الڳ قائم رهي آهي. جيئن ته: سنڌي لفظ 'سوُر' جون ٻه معنائون آهن - (1) بهادر (2) درد، پيڙا. انهيءَ سنڌي لفظ جو بنياد سنسڪرت ۾ ٻن جدا لفظن تي آهي، جيڪي آهن - شور (शूर:) ۽ شول (शूल:). سنسڪرت ۾ 'شور' معنيٰ بهادر ۽ 'شول' معنيٰ پيڙا.

شاهه جي ڪلام ۾ ديسي لفظ به جهجهي انداز ۾ آهن. انهن مان ڪي لفظ هيمچندر (1088-1172) پنهنجي شبد ڪوش 'ديسي نام مالا' ۾ ڄاڻايا آهن. انهيءَ مان ظاهر آهي ته اهي لفظ ڪيترا نه پراچين آهن.

ڏونگر جبل، (هيمچندر - ڏونگرو) ڊيلٻا 'وارن جون ڇڳون' (هيمچندر موڏو)؛ هڙ 'هڏي، بدن' (هيم. هڏا)؛ ڇيهه 'آخر، پڇاڙي' (هيم - ڇيئو)؛ واڍيو 'ڪاٺ وارو' (هيم - وڍو)؛ ڏگي 'رات' (هيم - ڏگي) ڇوهه 'غصو، تيز وهڪ' (هيم - ڇوهو)؛ ڇپري 'ڇپر، ڇٻ گاهه جي' (هيم - ڇپر)؛ اوڍڻ 'بدن جي مٿئين اڌ ڪسي ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو' (هيم - اوڍڻ)؛ ڏاڏو 'ڪاڪو' (هيم - ڏڏ)؛ ڪاڪو 'ڏاڏو' (هيم - ڪڪو).

شاهه جي ڪلام ۾ استعمال ٿيل ڪجهه ديسي لفظ اهڙا آهن جن جو بنياد دراوڙي ٻولين ۾ ملي ٿو:-

ونڊو 'اوچو، عالي' (تيلگو - اوڏ)؛ ڪوٽ 'قلعو' (دراوڙي ڪوٽ)؛ نير 'پاڻي' (دراوڙ نير)، ڏوڱي (تيلگو ڏوڪي)؛ اڏي 'پٽ' (تامل 'اڏي' عورت).

لاهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته تدڀو ۽ اڌ-تتسم لفظن جي پٺت ۾ عربي- فارسيءَ
جا لفظ شاهه جي ڪلام ۾ تمام گهڻي انداز ۾ آهن. انهن مان ڪن جي اصل روپ
۾ تبديلي به ڪئي وئي.

**حاذق** 'سياڻو ماڻهو، ويڄ' (عربي حاذق)، **تائت** 'رکشا' (عربي تعويذ)،
**سٽر** 'رستو، لکڻ' (عربي شعر)، **منگل** 'آڳيڻي' (عربي منزل)، **ابر** 'بادل' (فارسي ابر)
**گرداب** 'ڪن' (فارسي گرداب)، **انڌوهه** 'ڏک، سور' (فارسي اندوهه).

شاهه جي ڪلام ۾ پراڪرت ۽ اپڀرنش جا ڪيترائي لفظ استعمال ٿيا آهن،
جيڪي اڄ ڪالهه ٻول- چال واري عام سنڌيءَ ۾ ڪتب نٿا اچن. ممڪن آهي ته
انهن لفظن جو واهپو ارڙهين صديءَ جي سنڌيءَ ۾ عام جام ٿيندو هجي.

**اوڙ** : 'قطار' پرا. اول، سن. آولي
**رئي** : 'چمڪ' پرا. رئي، سن. رچي
**نير** : 'زنجير' پرا. نئر، سن. نگڊ
**ڏاءُ** : 'ڏاڍو' پرا. ڏاءُ، سن ڏاس
**نيم** : 'ڏوڻ' پرا. نيم، سن. نيڇڪ
**اوءِ** : 'چاهه' پرا. اوءَ، سن. اوڪ
**تڱرو** : 'هٿيار ٺهڻ ڪندڙ' پرا. ٽيڱرو، سن. ٽيڇڪ+ر
**نيم** : 'رات' پرا. نهه، سن. نشا
**چوڏهم** : چنڊو 'چنڊهب' پرا. چنڊچ، سن. چنڊچ.
**راڻ** : 'رسي، ڏاڪو' پرا. راءُ، سن. رڄ
**رائر** : 'سرڪاري پيل، ٽيڪس' پرا. رائر، سن. راجڪر
**گهنگهر** : 'ڪوڙو جهڳڙو' پرا. گهنگهل
**گهاگهاڻ** : 'ڪاڻ، ٿهڪ ڏيڻ' سن. گهگهه 'ڪاڻ'
**ٿوڻ** : 'ٻڌڻ'، سن. ٿه 'ٻڌڻ'
**لانچڻ** : 'ڳولڻ، سوچڻ' سن. لانچ 'ڳولڻ'

## وياڪرڻ جي لحاظ کان ٻوليءَ جون خاصيتون

ٻوليءَ جي لحاظ کان شاهه جي سنڌيءَ ڪيترائي آڳاٽا لفظ ۽ وياڪرڻ جا
روپ پاڻ وٽ سانڍي رکيا آهن، جيڪي اسان کي سنسڪرت، پالي، پراڪرت ۽
اپڀرنش منزلن ۾ ملن ٿا. پر هاڻوڪي ٻول چال واري سنڌيءَ ۾ اهي يا ته بلڪل

استعمال ٿيا آهن يا سنڌي واهپو بلڪل گهٽجي ويو آهي. هتي موجوده دور جي سنڌيءَ سان ڀيٽ ڪندي شاهه جي سنڌيءَ جي مکيه مکيه خاصيتن تي روشني وجهجي ٿي:-

1- اسم جو ڦيرو:-

سنڌيءَ ۾ اسم جي حالت عام بنيان ڪن جملن ۾ حرف جر جو استعمال ٿيندو آهي. جيئن ته: گهر ۾، گهر مان، گهر ڏانهن، گهر وٽ وغيره. ڪن جملن ۾ ڪجهه حرف جر پڇاڙيءَ (Suffix) جي صورت ۾ اسم سان لڳائي به ڪتب آندا آهن. جيئن ته: گهر+آن=گهران، گهر+ا=گهرا. اهڙي قسم جي پڇاڙين کي حرف جري پڇاڙي (Post position Suffix) سڏجي ٿو.

شاهه جي سنڌيءَ ۾ اهي حرف جري پڇاڙيون اسم جي جمع واري روپ بنيان به عام جام استعمال ٿيل ٿيون. مثال طور:

دوستن+آن=دوستنان

ڏاگهن+اون=ڏاگهنئون

ڪلن+اؤن=ڪلنئون

موجوده سنڌيءَ ۾ حرف جري پڇاڙين جو استعمال فقط اسم جي عدد واحد واري روپ بنيان ٿيندو آهي. جمع جي روپ بنيان انهن جو واهپو هاڻي بلڪل بند ٿي ويو آهي. ٻيو ته -اون يا -ائون (جيئن ته، هٿون، هٿئون، ڳوٺون، ڳوٺئون) حرف جري پڇاڙين جو استعمال معياري وچولي سنڌيءَ ۾ ڪو نه ٿو ٿئي. اهو فقط سنڌيءَ جي اُپڀاشائن ۾ ملي ٿو. لاڙي اُپڀاشا ۾ /-آن/، /-اون/ پڇاڙين ۾ نڪان اچار گهٽ ڪري ڳم ٿي وڃي ٿو. اها خاصيت شاهه جي ٻوليءَ ۾ عام جام ملي ٿي. جيئن ته:-

هيٺ+آ=هيٺا

من+آءَ=مناءَ

هتي اسان کي اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته وڪاس جي لحاظ کان حرف جري پڇاڙين جي اوسر سنسڪرت يا پراڪرت جي حالت ڏيکاريندڙ پڇاڙين [Case Terminations] مان ٿي آهي. جيئن ته: /-آن، -آ، -آءَ، -اون، -ائون/ حرف جري پڇاڙين جي اوسر سنسڪرت /-آت/ (اپادان ڪارڪ) ۽ پراڪرت/-آدو،

-آئو، آئون/ پڇاڙين مان ٺهيل آهي. ساڳيءَ طرح، هٿ، ڪلهي گهر لفظن ۾ /-ا/ حرف جري پڇاڙيءَ جو وڪاس سنسڪرت جي/- اِيِ، -اُ/ (اُڌيڪرڻ ڪارڪ) پڇاڙيءَ مان ٿيو آهي.

سنڌيءَ /-اڻ حرف جري پڇاڙي، اسم جي جمع واري روپ ۾ لڳائڻ سان جدا جدا حرف جر لفظن جي معنيٰ ڏئي ٿي. جهڙوڪ:-

ٻهر+اڻ=ٻهراڻ (ٻهرن سان)

مڌل+اڻ=مڌلڻ (مڌلن ۾)

ماڙهو+اڻ=ماڙهئين (ماڻهن جو)

/—اڻ/جو وڪاس پراڪرت/—اڻ/، اپڀرنش/ اهين/ مان ٿيو آهي. شاهه جي ٻوليءَ ۾ انهن پڇاڙين جو گهڻو استعمال ملي ٿو. پر اڄ ڪالهه جي سنڌيءَ ۾ انهيءَ جو واهپو گهٽجي ويو آهي.

سنبوڌن يا حالت لاءِ ۾ اسم جي پڇاڙي /-آ يا آهه/ پڇاڙي لڳائڻ جو طريقو شاهه ۾ گهڻن هنڌن تي ملي ٿو. انهيءَ جو واهپو هاڻوڪي معياري ورتي سنڌيءَ ۾ ڪونه ٿو ملي.

اوٺي+آ=اوٺيئا

پري+آهه=پرياهه

## ٢- مرڪب اسم:

شاهه ڪيترن هنڌن تي مرڪب اسمن يا ساماسڪ شبدن جو نهايت سهڻو استعمال ڪيو آهي. انهيءَ جي ڪري سندس ٻاشا ۾ ٿورائي-اڪرائيءَ جي خاصيت به پيدا ٿي آهي. هاڻوڪي سنڌيءَ ۾ مرڪب اسمن جو استعمال گهڻو گهٽجي ويو آهي. مثال طور،

گهوڙ - چاڙ : (گهوڙي چاڙ)

تڙ - ڏٺي : (تڙ جو ڏٺي)

اُتر — واءُ : (اُتر جو واءُ)

ڪنگمارو : (ڪنگهه يعني تلوار سان مارو ڪندڙ، بهادر)

سون — ورنيون (سون جي ورڻ وارايون)

واريءَ — ڦل (واريءَ ۾ ڦل)

سورٺ- ڏور (سورٺ جو ور)
ڪر- لاهو (ڪر لهندڙ يعني سر سٽيان لهندڙ)

3- ضمير:

شاهه جي ٻوليءَ ۾ ضميرن جي لاڙي اپڀاشا واري روپ جو گهڻو استعمال ٿيو آهي. مثال طور، آن، مان، اون، آنجو، مون جو، آئين (اوهين)؛ ڪيهو، ڪهاڙو، ڪيڙو، ڪهڙو، جهڙو، ڪهڙو. اهي ضميرن جا روپ اڄ ڪالهه به لاڙيءَ ۾ ملن ٿا. شاهه جي ٻوليءَ ۾ حرف — جري ٻهاڙين جو به ضميرن سان گڏ گهڻو استعمال ملي ٿو. اهو اڄ ڪالهه وچولي معياري سنڌيءَ ۾ متروڪ ٿي ويو آهي.

مونهان (مون کان)
آسانهان (اسان کان)
هنان (هن کان)
هنئان (هنن کان)
ڪهاڙٿان (ڪاڏي لاءِ، ڪٿان)

4- عددي صفتون:

شاهه جي ٻوليءَ ۾ عدد ڏيکاريندڙ صفتن جا ڪجهه روپ اڄ ڪالهه عام ٻول چال جي معياري وچولي سنڌيءَ ۾ ڪتب نه ٿا اچن.

هيڪ، ايڪ، ٻيجو، ٽيجو، ڪارهن (ٻارهن).

5- فعل:

شاهه جي سنڌيءَ ۾ ڪيترائي جهونا فعل ملن ٿا جن جو ارتقا- بنياد پراڪرتن ۽ مڌ-ڪال جي ٻارهن آرين ڀاشا جي فعلن ۾ آهي. اڄ ڪالهه وچولي معياري سنڌيءَ ۾ انهن جو واهپو عام طرح ڪونه ٿو لڳي.

گهوا گهوائڻ : ڪاڻ، سن. گهگهه
ويڃڻ : ڳاليائڻ، سن. وچ - يا - آلچ
وڳڻ : وڃڻ، سن. ولگم
ڳڙڻ : ڳالهائڻ، سن. گر

اسم: ماس (ماڻس) :
اوتارن (اُھن جا اوتارا)
ميھاروم (مھيڙو مھار)
فعل: سيم (مون ڏٺا)
مڙنوون (اسان کي مڙن)
آھم (آئُم)
سلڪم (سليم)
سترياء (توسان گڏ سڃي)
ڀڄڻوسون (اسان کي ڀڄڻو)
ڀيتوء (ڀڄڻ)
ڊيلياس (ڊيليس، ڊيلي ويس)
حرف جر: سنڌوم (سنڌم، مھڙو)
سنڌ وء (سنڌم، تھڙو)
ڪٽم (مونکي)
ڪٽس (ھن کي)
سيڻان (ھنن سان)

٧- اڻ ڦرندڙ لفظ:

شاھ جي سنڌيءَ ۾ ڪجھ اڻ ڦرندڙ لفظ (अव्यय) اھڙا آھن جن جو استعمال ھاڻي گھٽجي ويو آھي يا بلڪل بند ٿي ويو آھي:

ضرف: جيڪس (شايد)
ڪر (جيڪر)
اوڙڪ (آخر ۾)
مھند (شروع ۾)
ياڻھم (ٻھڙو ڀاڱ)
ھيوم (ھن ريت)
آڳھم (اڳ ۾ ڀيريائون)

پڳان ( پنيان )
پوچ ( گهٽو )
ڏکٽي ( پوريءَ طرح )
ڏوءِ (اُنهن هوندي به)
ڏوچي (پڪ ئي پڪ)
سيٽ ( سڀ هنڌ )

حرف جر: کنا (کان، وٽان)
گري، ڳر ( ڏانهن، ساڻ )
ملاءِ ( کان )

حرف جملو: پر، پي ( به سن، آپ )
جيلاهہ، جيلان، جيلهان (چاڪاڻ ته)
تيلهان، تيلاءِ (انهن ڪري)
مڇڻ ( مٿان )

حرف ندا: مر/وُر
هيهات ( هاءِ، افسوس )
لو ( اڙي ڏسو )
مان ( شال )
آلو ( شاباس )
وو ( هاهِ )
بر بر ( هاءِ افسوس )
پوڻ ( لعنت هجيئي )

## عبارت جي لحاظ کان ٻوليءَ جون خاصيتون

شاهہ لطيف اُنهيءَ زماني جو شاعر آهي جڏهن سنڌ ۾ فارسي زبان جو گهڻو زور هئو. اُها حاڪمن جي درباري ٻولي هئي. اِنهيءَ ڪري ڪيترا ماڻهو فارسي پڙهڻ ۾ فخر وٺندا هئا. اِنهيءَ علم ڪري ڪين سرڪار ۾ وڏن عهدن لاءِ رسڻ جو وجهہ ملندو هو. فارسيءَ 'گهوڙي چاڙهسي'. جيڪڏهن ڪو شخص فارسي پڙهڻ بعد

۽ سرڪار ۾ ڪو وڏو عهدو حاصل نه ڪري سگهندو هو، نه عام ماڻهو ڏاڍيان آگرا ٿي
ڏسندا هئا. چي: "پڙهي فارسي، وڪڻي ڪڻ تيل؛ ڏسو هي قسمت جو کيل." انهيءَ
زماني ۾ سنڌ ۾ مسلمانن جي حڪومت هئي، جنهن ڪري مذهبي خيال کان عربيءَ
کي به گهڻي اهميت هئي. اهڙي ماحول ۾ سنڌيءَ کي اڀرندڙ ٻولين جي ٻولي
ليکيو ويندو هو. انهيءَ دؤر ۾ شاهه عبداللطيف پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ کي
اپنائي، انهيءَ لاءِ پنهنجي محبت جو اظهار ڪيو. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته ڪالهوڙن
اڳ قاضي قادن ( 1463-1551 )، شاهه عبدالڪريم ( 1537-1622 )؛ لطف الله قادري
(1611-1679)؛ شاهه عنايت (1625-1713) ۽ اهڙن ڪن شاعرن به سنڌيءَ ۾ شعر چيو
آهي. ڀر سنڌي ٻوليءَ کي شاعراڻي اظهار جو زوردار وسيلو بڻائڻ، ۽ سنڌس لساني
قوت لوڙي اکت شبد-ڀنڊار جي عوام کي شناس ڪرائڻ جو جس شاهه لطيف کي ئي
آهي. شاهه لطيف جي ڪلام جون عبارت يا شيليءَ جي خيال کان به گهڻيون خوبيون
آهن، جن مان مکيه خاصيتن تي هتي روشني وجهجي ٿي.

شبد-ڀنڊار جي لحاظ کان شاهه لطيف جي ٻولي گهڻي وسيع آهي. سندس
ڪلام ۾ آيل ڪل لفظن جي ڳڻپ ۽ وضاحت اجا تائين ڪانه ڪئي وئي آهي.
ڪن عالمن جو لکڻيو آهي ته منجهس اٽڪل ٻارهن هزار جدا جدا لفظن جو استعمال
ٿيو آهي. مرزا قليچ بيگ "لغات لطيفي" نالي سان 1913 ۾ شاهه جي ڪلام ۾ آيل
ڏکين لفظن جي ڊڪشنري تيار ڪري ڇپائي. ان ۾ اٽڪل ساڍا ست هزار اوکا لفظ
معنيٰ سميت ڏنل آهن. شاهه لطيف مضمون جي لحاظ کان نهايت موزون لفظ چونڊي
انهن جو جوڳو استعمال ڪيو آهي. مثال طور، خدا لاءِ سندس جدا جدا وصفن
مطابق گهڻيئي نالا ملن ٿا. شاهه جي ڪلام ۾ ئي چاليهن کان مٿي نالا ڪتب آيا آهن،
جيئن ته: الله، قادر، رحيم، رازق، رب، ڪريم، ڪارڻي، ستار، جلال وغيره.
ساڳيءَ طرح جانورن جا به سندن عمر ۽ حالت مطابق سنڌيءَ ۾ جدا جدا لفظ آهن.
شاعر کي اهڙن لفظن جي ٻوليءَ پت جاڻ آهي، هر اٺ لاءِ ئي ڪيترا لفظ ڪم آندا
آهن- مثال طور، ٻوٺو، اوڏو، لوڏو؛ چانگو، ڪرهو، ليرو؛ ميو وغيره. پهلوان لاءِ
شاهه جي ڪلام ۾ ڪتب آيل لفظن مان ڪجهه هن ريت آهن- بهادر، وريام، وير،
جوڌو، جنگجو، جهونجهارو، ڪڪمارو. ڪاره يا ميدان جي جدا جدا حالتن لاءِ جيڪي نالا ملن
ٿا، تن جا مثال آهن- سوڻا (تازي ويانل)؛ ڪتر (ڪير ڏيڻ مهل کيٽو ڪندڙ)

ڦندي (جنهن ڪير ڏيڻ بند ڪيو آهي)؛ روڏي (لڏين سڱن واري)؛ ڪنڍي (وريل سڱن واري).

شاهه جي ڪلام جي اها خاصيت به آهي ته هن خيال توڙي شاعراڻي فن جي لحاظ کان پاڻ کي فارسي شعر جي روايتن کان آجو رکيو آهي. جيئن غزل، قصيدي، رباعيءَ وغيره کان دوهن، سورٺن، وائين ۽ ڪافين وڌيڪ پياريون آهن. هن دوهن، سورٺن جي روپ کي ملائي شعر جا نوان فارم به ايجاد ڪيا آهن. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته صوفي سنتن - درويشن جي شعر ۾ ڇندن جي ماترائن يا ورڻن جي ڳڻپ جي ڪا به پابندي نه هوندي آهي. هنن جي وائي ته سندن اُمنگن جو ۽ جذبات جو پاڻمرادو ڦٽي نڪرندڙ قدرتي چشمو آهي. اُنهيءَ جو آڌار بحر - وزن يا ماترائن ۽ اکرن جي ڳڻپ بدران سنگيت آهي. اُنهيءَ جي سر تال ۽ لئه تي ئي هنن جي وائي ٻڌل آهي. شاهه جو شعر به سنڌ ۾ مروج لوڪ - سنگيت تي ٻڌل آهي. اُنهيءَ کي ڳائڻ جو ڍنگ به نرالو آهي؛ جيڪو شاهه لطيف پاڻ ۽ سندس ڳائيندڙ فقيرن وڪست ڪيو آهي. ڀٽ شاهه تي اڄ ڪالهه به شاهه جو ڪلام يڪتاري ۽ ٽن ڪن سازن جي سُرَ ۽ لئه تي مخصوص ڍنگ سان ڳايو ويندو آهي.

شاهه لطيف جي ڪلام ۾ گهڻن ئي الڪارن جو موزون ۽ سڀاويڪ استعمال ٿيو آهي. انهن ۾ به خاص ڪري انوپراس الڪار گهڻو ملي ٿو. انوپراس جو آڌار شبدن جي چونڊ تي آهي، جنهن ۾ گهربل سُر ۽ ويجهن لفظن ۾ مقرر جڳهين تي ڪتب اچن ٿا. اهڙن لفظن جي چونڊ ڪري ڪين جوڙن هنڌن تي گهربل معنيٰ ڏيڻ لاءِ استعمال ڪرڻ، ڏيکاري ٿو ته شاهه لطيف کي ٻوليءَ تي ڪيترو نه ضابطو آهي. پيو ته اُنهيءَ مان سندس ٻوليءَ بابت وسيع گيان جي به ڄاڻ ملي ٿي. شعر ۾ ڪهڙن ۽ اڻوڻندڙ لفظن توڙي آوازن کي عام طرح استعمال نه ڪيو ويندو آهي. اُنهيءَ مان ڪاويه ۾ رس جي هاڃي ٿيندي آهي. پر شاهه لطيف ته اهڙن آوازن ۽ لفظن جو گهربل معنيٰ کي ڏيڻ لاءِ ۽ گهربل عڪس ڪڍي ڇڏڻ لاءِ استعمال ڪري پاڻ منجهن اظهار جي اڻٿين طاقت ٿو پيدا ڪري. ڪجهه مثال ڏسو:

1- ٽڙ ٽڪر ٽار گهڙڻ، اُٺ ڪاٺيارن ڪم،
ڏهه ڏهه ٻيرا ڏينهن ۾، ڏي ڏورانا ڏم،
عقل مت شرم، ٿيئي ليهه لهوڙا.

”ڙ، ڦ، ڻ“ ڏوليون چاهي ڪنن لاءِ اڻوڻندڙ ۽ ڪوراڻ سمجهيون وينديون آهن، پر هتي ڳهرائي معنيٰ ۽ عڪس ڏيڻ لاءِ انهن جو استعمال ڀاڻ موزون ڄاڻجي پيو آهي.

2- ٻولا! ڪچاڙلا، ٻولاڙو ٻوڏ جڳين؟

3- ڪکيءَ ڦاڻيون ڪارڻيون، ڇپڙي ڦاٽا ڇپ.

ساڳيءَ طرح، ڪکي، ڇپڙي، ٻوڏ وغيره لفظ عام طرح مڪروهه ليکيا ويندا آهن. شعر ۾ سندن استعمال رس جي هاڃي ڪندو آهي. اهائي حالت ”ڦاٽو“ جي آهي، جيڪو گهڻو ڪري گند وغيره سان لڳندو آهي. پر هتي شاهه مهاڻين جي ڏپ وارن ڪارڻ ۽ ڇپڻ سان انهيءَ لفظ جو بلڪل سهڻو استعمال ڪيو آهي. شاعر نه انهيءَ جو انهن جاين سان به استعمال ڪري ٿو، جتي ٻرانهم رهي هليو ويو آهي.

”ٻسيو هڏ، ٻچڙي هڏڙو، اهي جيئڻ هاڻا.“

اکڻا ۽ (Denotation) ۽ وينجنا (Suggestion) جي طاقت سان ڀرپور لفظن جي چونڊ ڪري انهن جو موزون هنڌن تي استعمال ڪرڻ به شاهه جي شعر جي خاصيت آهي. سنسڪرت جي ڪاويه-آچارين اهڙن شبدن جي شعر ۾ استعمال ۽ ڏوانِي (Suggestion) سان ڀرپور ڪاويه کي اعليٰ درجي جي رچنا ليکيو آهي. ڀرانهڪن يا علامتن (Symbols) جي روپ ۾ لفظن جو استعمال به شاهه جي شعر ۾ جاءِ بجاءِ نظر اچي ٿو مثال طور، ”سر ڪنڀات“ ۾ ”اُٺ“ انهيءَ اسلوب من جو ڀرليڪ آهي، جيڪو دليري حرص-هواس ۾ ڦاسي صحيح راهه تان ٿڙڪي وڃي ٿو. ٻئي طرف ”هنج“ ذريعي سنتن ۽ ڪامل پرشن ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي. ڏاو وڃي ته شاهه جي رسالي ۾ اهڙا 'سر' مشڪل ملندا، جن ۾ رهسيوادي ڀرليڪن وارا ڪجهه لفظ نه هوندا. سندس لوڪ ڪهاڻين ۾ به شاهه جو لڌ اڪثر ڪٿي، سندن ڪردارن جو آڌار وٺي، انهن تي تمثيلن جو بنياد رکيو آهي. ان رستي هن پنهنجن روحاني انڀون جو اظهار ڪيو آهي:—

ٻڌي جان ٻاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
ته اکو ڏونگر ڏيهه ۾، اڪا ڪيچن ڪاڻ،
پنهو ليس ڀاڻ، سسئي، اسا سور هٿا.

هتي سسئي طالب آهي ته پنهو مطلوب آهي. روحاني راهه ۾ سسئي آتما آهي ته پنهو پرماتما آهي. ساڳيءَ طرح، ”سر مومل راڻو“ ۾ مومل کي آخر ۾ اهڙو

ٿي ٿو ته راڻو ( يعني پرماتما ) جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هوءَ ٻَڪي رهي آهي، سو ته سندس اندر ۾ ئي آهي.

ڪيڏاهن ڪاهيان ڪرهو؟ چوڏس چاڙهو،
منجهي ڪاڪ ڪڪوري، منجهي لاڙهو،
راڻو ۽ راڻو، ريءَ راڻي ٻئو نساهه ڪو.

شاهه عبداللطيف جو ڪلام ڪانئس پوءِ ٻين گهڻن شاعرن لاءِ پريرڻا جو ڪارڻ رهيو آهي. سنڌيءَ ۾ گهڻيئي شاعر ۽ لکڻ وارا شاهه جي ٻوليءَ ۽ شاعراڻي فن کي اپنائي، انهن جو پنهنجيءَ رچنا ۾ استعمال ڪندا آهن.

## وڌيڪ کوجنا جي ضرورت:-

شاهه جي ٻوليءَ ۽ عبارت جي گهري اڀياس ڪرڻ لاءِ هيٺين ڳالهين ضروري آهن- (1) اڳاڻن قلمي نسخن ۽ ڇاپن کي گهڻي ۾ گهڻي انداز ۾ گڏ ڪري انهن جو تقابلي اڀياس ڪرڻ ۽ تنقيدي نگاهه سان شاهه جي ڪلام جو هڪ معياري متن تيار ڪرڻ (2) شاهه جي ڪلام ۾ آيل مڙني لفظن جو جدا جدا هنڌن تي ٿيل استعمال جاچي هڪ Concord تيار ڪرڻ (3) شاهه جي ڪلام جو وڳيڙي ڪوش ( Etymological Dictionary ) تيار ڪرڻ، جنهن ۾ درج ڪيل لفظن جي ٻين ٻولين ۾ ساڳئي مول مان نڪتل لفظن ( Cognates ) سان ڀيٽ به ڪيل هجي. (4) ڪلام ۾ آيل لفظن جي سڌن مول ڀاشا جي آڌار تي ورهاست ڪرڻ (عربي، فارسي، بلوچي، سنسڪرت مان نڪتل تتسم، تدڀو روپ، ديشي لفظ وغيره) ۽ هر هڪ لفظ ڪيترا دفعا استعمال ٿيو آهي انهيءَ جي ڳڻپ درج ڪرڻ (Frequency Counting). (5) ڪلام ۾ آيل مڙني شعرن جي انڊيڪس تيار ڪرڻ. (6) لساني نڪتي جي لحاظ کان شاهه جي ٻوليءَ جو تاريخي ۽ تقابلي ( Historical & Comparative ) وياڪرڻ تيار ڪرڻ.
اها خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته سنڌ ۾ ڪي عالم هتي ڄاڻايل وشين مان ڪن جي باري ۾ تحقيقي اڀياس ڪري رهيا آهن. □

D-127, Vivek Vihar, DELHI-110032.

# سنڌي لوڪ - ساهتيہ ۾ تواريخي پس منظر

□ ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي

لوڪ - ساهتيہ ۾ اتهاس يا تواريخ جو اڻ انداز ذخيرو ڀريو پيو آهي. جنهن جي اڀياس ۽ کوج سان اسان پنهنجو تواريخي خزانو ڀري سگهون ٿا.

لوڪ - ڪهاڻين ۾ نہ اتهاس يا تواريخ جيترو اعتماد لائق اولهو آهي، جنهنڪي روشنيءَ ۾ آڻڻ سان تواريخ جا ورق اٿلي سگهن ٿا ۽ تواريخ جون ڇڙوڇڙ ٿيل ڪڙيون جوڙي هڪ سلسليوار زنجير ٺاهي سگهجي ٿي. مثال طور:

اتر هندستان ۾ گوپيچند جي ڪٿا ڪافي پرسڌ آهي. ڪيترن ڏينهن تائين نہ ماڻهن ان گوپيچند جي ڪٿا کي غير اتهاسڪ ٿي سمجهيو ۽ ان (ڪهاڻي) کي ڪويءَ جي اڃي ڪلپنا ٿي ڀانيو. پر ڊاڪٽر گريئرسن لوڪ ڪهاڻين ۽ لوڪ گيتن ۾ ملندڙ نشانن جي آڌار تي اهو ثابت ڪيو آهي تہ هي گوپيچند ڪو ڪالپنڪ هيرو نہ، هڪ تواريخي شخص ٿي گذريو. (1)

ڊاڪٽر گريئرسن، گوپيچند جي اولاس - آستان جو پتو لڳائي ان جي سمبنڌ ۾ ڪيترين ئي تواريخي حقيقتون ظاهر ڪيون آهن.

نہ فقط اهي پر لوڪ ساهتيہ ۾ سوين، هزارين ڪيتريون ڪهاڻيون موجود آهن، جن جو آڌار ڪلپنا تي نہ پر تواريخ آهي، اتهاس آهي.

اها حقيقت آهي تہ ان درجي جي ڪهاڻين ۾ اتهاسڪ سچ پوريءَ طرح ظاهر نہ آهي، پر تواريخي سچ ڪنهن ڪهاڻي لوڪ ڪهاڻي/لوڪ گيت جو روپ ورتو آهي. اهڙي درجي جي ڪهاڻين ۾ ڏوڏي سومرو، ڀاسلو ۽ ڀڳواس وغيره مهاڀارت جهڙيون ڪهاڻيون بہ اچي ٿيون وڃن.

---

1. ڊاڪٽر گريئرسن جو جرنل آف دي ايشياٽڪ سوسائٽي آف بنگال. ڀاڱو ايل جو ڙون، سن 1885ع ڀاڱو پهريون. صفحو 35.

انڪل ٻارهين صدي ڌاري سومرن جي صاحبي ۾ جو ٻيو بادشاهه ٻولڪر سنڌ تي راڄ ڪندو هو، هن پنهنجي ڌاڙي ٻولي ۾ سان شادي ڪئي هئي. هڪ ڏينهن شڪار ڪرڻ ويو ته هڪ لهار ليمڪري ڏٺائين ان جي حسن تي مست ٿي هن لهارڻ سان شادي ڪئي.

ٻولڪر بادشاهه کي ٻنهي زالن مان دودي نالي پٽ ۽ ڏاکڻي نالي ڌيءَ ڄائي ۽ لهارڻ زال مان چنيسر نالي پٽ، چنيسر وڏو هو. (1)

ٻولڪر جي مرڻ پڄاڻان سوال اچي اٿيو ته حڪومت جون واڳون ڪنهنجي هٿ ۾. هڪڙا چون ته ملڪ جو مالڪ ٿئي دودو. هو سومري خاندان مان آهي. ٻيا چون ته نه، راڄ ملي چنيسر کي، هو مرائي (وڏو پٽ) آهي ۽ راڄ جو حقدار وڏو ئي ٿيندو آهي. آخر دودي پاڻ ئي چيو ته، مان وڏي ڀاءُ جي ڪري ملڪ جون واڳون چنيسر جي حوالي ٿو ڪريان. تڏهن امير امرائن چنيسر کي ڪوٺيو. جي:

"وڃ پڄاڻان پيءُ جي،
آءُ چنيسر آءِ.

پاڳ سنڀالـــو پنهنجو،
اوڪي اچي چڙهو ماءِ."

چنيسر چيو ته، اوهان ليسنائن تياري ڪريو ته مان امڙ کان پڇي اچان ته، راڄ وٺان يا نه، چنيسر ويو ماءُ کان پڇڻ:-

ان بابت هڪ بيت آهي ته:

"اوهان سڀو ڪريو سپاهه جو،
ته مان گهمي اچان گهرائـــون،
وڏي جا ورهين جي،
پڇي اچان تهين مـــاءُ،
جيڪا ڏئي هوءَ راءِ،
سا قبول ڪريان اکين سان"

1. ڪن تاريخ اوسن جو چوڻ آهي ته، اهو چنيسر ۽ دودو (ٽئي) آهي ڀيرون دودو، ڪرح جي ضرورت آهي.

هن جي وڃڻ بعد اميرن دودي تي زور آڻي راڄ جون واڳون دودي جي حوالي ڪيون. چنيسر کي جڏهن اهو معلوم ٿيو تڏهن غصي ٿي دودي کي چوائي موڪليائين ته:

"ٻيءَ ڀاڄائن ڀاڄڙي،
ڏي ڙي دودا ڏي،
نه ته داهين علاوالدين ڏي،
ويندس آڳري،
ڪٽڪ ڪاروليار ڪري،
وٺندس راڄ ٻيءَ جو."

دودي جي انڪاري جواب ڏيڻ تي چنيسر علاوالدين وٽ داهين ويو ۽ علاوالدين سنڌ تي ڪاه ڪري دودي کي جيتيو.

ان ويڙهه ۾ دودي محل جي زالن کي ڪڇ جي بادشاهه ابڙي جي اجهي ۾ موڪليو هو.

"سرٽين جي لمڪ لهه،
سام ڪٺي سردار،
جي آيون ابڙي جي آڌار،
سي سؤ لڳ نه ڏيندو سومراڻيون."
(سر بلاول 1. بيت 14)

"ابڙو وڏ وڙو، سوڙو سمو سولهه سپرين،
تنهن در سڀ اچن، ڪنڌ نه ڪيي ڪڇ ڏٺي."
(سر بلاول 1. بيت 18)

پر بادشاهي لشڪر سومرن کي جيتي ابڙي سمي تي ڪاهيو. سمو خوب وڙهيو پر ايمت جنگ ۾ مارجي ويو.

"چون ٿا ته جڏهن سومراڻين کي ڏاڍن سمي اجهي هيٺ ٿي آيون تڏهن انهن مان کي پاڪدامن نيگراڻين پنهنجي ڪافلي ڪان ڇڏي جدا ٿي شاهي دوچ جي چڏي ۾ اچي ڦاتيون ۽ خدا ڏانهن متوجهه ٿيون. جڏهن فوج

ڪين پڪڙڻ لاءِ وڃڻو پيئي. تڏهن اهي پاڪدامن بيگناهون ٻچڙن جو آسرو لاهي قادر ڪارساز جي درگاهه ۾ پاڙائي، ولي الله جملن ڏاڍهن پڇيون. قضا الاهي اهو جبل ڦاٽي پيو ۽ الهن ٻرڏي - ولدان کي، جن ڪڏهن به ڪنهن غير جو منهن نه ڏٺو هو لشڪر جي هٿ کان بچائي پنهنجي اندر ۾ جاءِ ڏني، سندن چادرون جون ڪنهيون، عبرت ۽ يادگار واسطي ٻاهر رهجي ويئون. اها جاءِ اڄوڪي وقت کان ولي اج تائين مائٽن لاءِ زيارت گاهه آهي. (1)

”ڪيچ ڏانهن ويندي (سنڌ کان) اج ۽ مائٽن ۾ سيٽن جو اهو اسان ڏسڻ ۾ ايندو. (2) هن ۾ جبل جي اندران زمين ڦاٽي پئي ڏيکارئل آهي. پنج (ڪيچ) ۾ پڌاڻاڻون ٿي ته اهو سيٽن جو ان شهر کان ڪجهه ميلن جي مفاصلي تي موجود آهي.

هن لکڻ ليکڪ ۾ مون هي مختصر احوال بيان ڪيو آهي. هونءَ سنڌيءَ جي ڪيترن ليکڪ - ڪيترن لوڪ ڪهاڻي مان سنڌ جي تواريخ جي ڄاڻ ملي ٿي. انهن حقيقتن کي روشنيءَ ۾ آڻڻ لاءِ ڪيئي کوج ۽ کوج لاءِ گهرجي سمجهه ساڌنا ۽ لگن.

56. III Floor, Hira Coop Housing Society, Ulhasnagar-421003

1. اعظم الڪرام صفحو 120.    2. جنن السند صفحو 326.

o o o o o o o o

”سنڌيءَ ۾ ادبي مقالن جو قحط آهي ڇاڪاڻ ته انهن جي رچنا ۾ گهڻي ڄاڻ ڪانسواءِ ذهني رسمدگي ۽ فني لياقت جي ضرورت آهي. مقالہ اوليءَ جي اصلي مراد آهي ته گهڻي کي ٿوري ۾ سمائجي. انجي شروعات ٿي مشغول مداري ڪئي. جيڪڏهن ڪو هڪ هزار صفحن جو مقالو هڪ سؤ صفحن ۾ سمائي ته ڪامياب مقالہ اوليس چئبو. مضمون جو دائرو ايڏو موڪرو ناهي. ڪنهن ليهارو صفحا لکيا ته چئبو ليو. اڪثر مضمون السڪان گهڻو گهٽ ليں ٿا.“

– تيرٿ بسنت

# اسين سکون جن کي ....

تيرٿ سباڻي

شاهه عبداللطيف جون هي سٽون سڌيون دل تي لهي آيون اٿم:

"اسين سکون جن کي، سي تان اسين پاڻ،
هاڻ وچ ڪمان، سڌي سڃاڻ سڄڻان."

مطلب ته اسين جن لاءِ سکون ٿا، سي اسين پاڻ آهيون.

انسان هن وشال جڳت ۾ پاڻکي اڪيلو پيو سمجهي. اها جدائيءَ جي احساس جي جڙ ئي کيس دکي ڪري. پر جڏهن انڀو ۽ آزمودي سان هن جي اندران اک کلي ٿي، تڏهن هن کي هڪڙائيءَ جو احساس ٿو ٿئي. نه صرف سڀني جيون سان پر سڄي وشو سان.

سسئي چوي ٿي:

"پنهنجي جان پاڻ ۾، ڪير روح رهاڻ،
نه ڪو ڏونگر ڏاهه ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئيءَ تان سور هٽيا."

جيستائين پاڻکي سسئي ڀنڀور ويٺي پئي سمجهيو تيستائين ورهه جي واديءَ جا سور ۽ سختيون پئي سٺيون. هڪ پيرو ڪيان ڇڪيو ڪلهو نه سڄيءَ سوجهي سان سر تي وڌس. ڏکيا ڏونگر ڪر تي ورا ۽ پاڻ ۽ پنهون ۾ جو سنڌ هو، سو غائب ٿي ويو- پنهو ٿيس پاڻ.

شخصي جيون ۾ پڻ جن لاءِ اسين سکون ٿا، سي اسين پاڻ ئي آهيون. جڏهن انسان لاءِ جڏهن انسانکي سک ۽ سنتوش ٿئي ٿو، اڪير ۽ اڪنڊ ٿئي ٿي، پريم جو پيچ پڪي وڃي ٿو، قرب جي ڳنڍ پڪي ٿئي، تڏهن ساٿس سمک ٿي

روح رهاڻ ڪرڻ جي ابتدا اُتان ٿئي ٿي، سندس جدائيءَ ۾ تڙپون ٿا، وياڪل ٿيون ٿا، سندس اوڏو اچڻ لاءِ واجهه وجهون ٿا. پر جڏهن ڳوڙهو واڇار ڪريون ٿا، ته اهڙو ٿئي ٿو ته هو ۽ اسان هڪ ئي روپ آهيون. اسان ٻنهي ۾ ساڳي ئي آتما پرڪاشمان آهي.

جنهن پنهنجي اندر سان اورون اوريون، پاڻ سڃاتو آهي، تنهنکي احساس ٿئي ٿو ته جنهن لاءِ هو سڪي پيو، سو هو پاڻ آهي - جنهن پاڻ سڃاتو تنهن ڄڻ پنهنجو پريتم سڃاتو.

شاهه صاحب فرمايو آهي :

"اندر آئينو ڪري، ان ۾ سو ڏسج،
الهيءَ راهه رسج، ته مشاهدو ماڻين."

دل کي آرسيءَ وانگر اُجل ڪري، اندر ۾ پرينءَ جو درشن ڪر.

سچل سرمست به چيو آهي :

"پاڻ وڃائي پاڻ، ڳولهي لهج پاڻ،
پاڻ منجهان ئي پاڻ کي، پوندي جاڻ سڃاڻ."

مطلب ته جان ٿي مون پنهنجي اندر ۾ جهاتي پاتي، پنهنجي روح سان رهاڻ ڪئي، تان ٿي ڏسڻ ۾ آيم ته جهان ۾ اڪو جبل آهي ته وري مولڪي ڪيچن جسي ڪا غرض آهي. جيسين سسئي هيس، تيسين پاڻ کي الڳ پئي پاتم، تيسين ڪشٽ سٺم، پر جڏهن پنهنجي هستي کي وساري ڇڏيم، تڏهن خود پنهون ٿيس.

سسئيءَ ڪيترا سور سٺا، پنهنجي پنهل خاطر ڪيچ ڏانهن ڪاهيندي، ڏونگر ڏوريا، ٽڪر ٽاڪيا، پهاڙن جا پنڌ ڪيا، پيرن ۾ ڦلڙا پئجي ويس. آخر سوجهه ٻوجهه آيس. چيائين :

"وهم وسايس، ڪانه پنهون آئون پاڻ هئس،
پاڻ وڃايم پاڻهنجو، پئي پريان جي پاس."

چي: پرم ٿي پلاڻم ته ته پنهون مان پاڻ هيس، پرينءَ جي پير ۾ وڃائي پنهنجي خودي وڃايم.

پئي هند سسئي چئي ٿي !

"ٿي مون تان ٿڪ، پنهون ٿيس پاڻهين،
اٿڪ ۽ پڙدو لٿو ته پنهون ٿيس پاڻهين".

# سنڌي ڀاشا جو بدلجندڙ روپ

□ ڊاڪٽر ستيش روهڙا

## تبديلي ۽ ڀاشا

تبديلي ئي قدرت جو اٽل نيم آهي.

قدرت جي هر پدارٿ - جڙ ۽ چيتن ۾ تبديلي اچي ٿي. تبديلي جو اهو قانون انساني سماج جي هر پهلوءَ سان به لاڳو آهي. انسان جو سمورو تهذيبي سرشتو بدلجندو رهي ٿو. ڀاشا، انسان جي تهذيب جو اهم انگ ۽ تهذيبي ڏي-وٺ جو مکيه واهڻ آهي. ان ڪري ڀاشا جو بدلجڻ به اٽل آهي ۽ اُن ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته هر ڪا زنده ڀاشا (زنده ڀاشا يعني عام ورتاءُ ۾ ايندڙ ڀاشا) بدلجندي رهي ٿي.

هر ڪو پدارٿ بدلجي ٿو. ليڪن تبديلي جي رفتار سڀني پدارٿن ۾ هڪجهڙي نٿي ٿئي. ڪن پدارٿن ۾ تبديلي جي رفتار تيز ٿئي ٿي ۽ تبديلي جو مقدار گهڻو ٿئي ٿو. ان ڪري اُن تبديلي کي، تبديلي جي پرڪريا وقت ئي ڏسي يا محسوس ڪري سگهجي ٿو. پر ڪن پدارٿن ۾ تبديلي جي رفتار اهڙي ڌيمي ٿئي ٿي جو اُن ۾ آيل تبديلي چڱو وقت گذرڻ کان پوءِ ئي محسوس ڪري سگهجي ٿي. ڀاشا ۾ ايندڙ تبديلي ٻئي قسم جي آهي. رواجي حالتن ۾ ڀاشا ۾ جيڪا تبديلي ٿئي ٿي، اها اهڙي ۽ ڌيمي رفتار سان ٿئي ٿي. ان ڪري اها تبديلي، تبديلي جي پرڪريا وقت محسوس نٿي ٿئي. چڱو وقت گذرڻ کان پوءِ ئي هڪ وقت جي ڀاشا کان اڳئين وقت جي ڀاشا جو تبديل روپ ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهجي ٿو. مثال طور اڄ جي سنڌي ڀاشا جي ڀيٽ اڄ کان سؤ سال اول جي سنڌيءَ سان ڪبي ته اها ڳالهه چٽي ٿي بيهندي ته اڄ جي سنڌي اڄ کان سؤ سال اول جي سنڌيءَ کان تبديل آهي.

ڀاشا ۾ "تبديلي" ۽ "ساڳيائي"* جون شڪتيون گڏو گڏ ڪم ڪنديون رهنديون آهن ۽ اُن سبب ڀاشا جو توازن قائم رهندو آهي. يعني ڀاشا ۾ تبديلي ته ايندي رهندي آهي، ليڪن تبديلي جي رفتار اهڙي ڌيمي رهندي آهي جو هڪ وقت ۾

ڀاشا جو استعمال ڪندڙن جي وچ ۾ ”نه سمجهڻ“ جي حالت پيدا نه ٿيندي آهي.
هيڪڏهن ڪنهن ڀاشا جي ڳالهائيندڙن جو مجموعو ننڍو آهي، مجموعو ڀاڱ
۾ ڳالهائڻ سان جڙيل آهي ۽ اهڙي ڀاشا ڀاشائن سان سنبنڌ گهٽ آهي. وجهڙ آهي ته ان
ڀاشا ۾ تبديل جي رفتار ڍري رهندي. ان جي اُبتڙ جي مجموعو وڏو آهي يا ان
جا ڳالهائيندڙ ٽڙيل - پکڙيل آهن ۽ ٻين جهڙين ڀاشائن سان ڳهاٽي آهي. وجهڙ
آهي ته ان ڀاشا ۾ تبديل جي رفتار تيز رهندي ۽ ان ڀاشا ۾ آيل تبديل کي ڏهاڪن
۾ ئي محسوس ڪري سگهجي. هندستان ۾ ڳالهائي ويندڙ سنڌي ان جو اهڙو مثال
آهي. ورهاڱي کان پوءِ هندستان ۾ آيل سنڌي سڄي هندستان ۾ ٽڙي پکڙي ويا
آهن. سنڌي سنڌين جي وچ ۾ ويچار - سمپرڪ قائم رکڻ لاءِ پورا ۽ پختا ساڌن موجود
ڪونهن. ان کان سواءِ سنڌيءَ جو پهچڻي آس-پاس جي ٻولين، خاص ڪري هندي
سان گهاٽو سمپرڪ آهي. ان سبب ورهاڱي کان پوءِ جي هن چئن ڏهاڪن ۾ سنڌيءَ
۾ آيل تبديل ڏسي ۽ محسوس ڪري سگهجي ٿي.

هن ليکَ جو مقصد، هندستان ۾ ڳالهائي ويندڙ سنڌي ڀاشا ۾ آيل تبديل جي
جاچ جوچ ڪرڻ آهي. جيئن ان جي روشنيءَ ۾ سنڌيءَ جي بدلجندڙ روپ جو ڪجهه
انومان لڳائي سگهجي.

## ليکَ جون حدون:

ڪنهن به ڀاشا ۾ آيل تبديل کي جاچڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته ان ڀاشا جي
ڪنهن اسٿر روپ جو انومان ڪجي ۽ وقت جي ڪنهن مقرر نڪتي تي ان جو
روپ مقرر ڪجي، جنهن ان جي حوالي ۾ تبديل جي ڪٿ-ماپ ڪري سگهجي.
سنڌيءَ جي حالت ۾ اهو ڏکيو آهي، جو نه سنڌي هڪ زندهه ڀاشا آهي، جيڪا
لڳاتار بدلجندي رهي ٿي ۽ سنڌيءَ جو اهڙو تاريخي اتهاس موجود ڪونهي جنهن ۾
وقت جي ڪنهن خاص نڪتي تي سنڌيءَ جي رچنا جو احوال ميسر هجي. البت
ورهاڱي کان اول جي لکڻين جي ٻوليءَ جي هاڻوڪين رچنائن جهڙي ٻوليءَ سان
ڀيٽ ڪري ۽ پراڻي پيڙهيءَ جي ڳالهائڻ واري ٻوليءَ جهڙي نئين پيڙهيءَ جهڙي
ٻوليءَ سان ڀيٽ ڪري سنڌيءَ ۾ آيل تبديل کي ڏسي سگهجي ٿو. بدقسمتيءَ سان
ورهاڱي کان پوءِ جي هندستان ۾ ڳالهائي ويندڙ سنڌيءَ جي تبديل سان واسطيدار
ڪا خاص کوج ڪانه ٿي آهي. جنهن ڪري هن پيپر جو آڌار ٺاهي سگهجي ۽ سنڌيءَ
۾ ايندڙ تبديل بابت ڪي اڳڪٿي ڪري سگهجن. ان ڪري موجوده ليکَ ۾ تبديل جي

رڳو رهڻ ۽ لاڙن ڏانهن اشارو ڪيل آهي.

هن ليک ۾ جي مواد جو آڌار گهڻي ڀاڱي لکيل ( ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ) رچنائون آهن.

## ڀاشائي سرشتو ۽ ڀاشائي تبديل

مکيه وشيه تي اچڻ کان اول ڀاشائي سرشتي ۽ ڀاشائي تبديل جي سڀاو کي سمجهڻ ضروري آهي.

ڀاشا هڪ مرڪب سرشتو آهي جنهن ۾ هڪ کان وڌيڪ سرشتا گڏجي ڪم ڪن ٿا. ڀاشا جا مکيه سرشتا آهن- آوازي سرشتو، گرامري سرشتو ۽ معنائي سرشتو. گرامر جي سرشتي کي شبد رچنا ۽ واڪيه رچنا جي اپ سرشتن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. انهن سرشتن کان سواءِ ڀاشا ۾ ڪم ايندڙ شبدن جو ڀنڊار سرشتو ٺهي ٿو. جنهن کي شبداولي چئجي ٿو.

هاڻي جڏهن چئجي ٿو ته ڀاشا ۾ تبديل ٿئي ٿي ته ان جو مطلب اهو ٿي آهي ته ڀاشا جي سموري سرشتي ۾ تبديل ٿئي ٿي يعني ڀاشا جي مڙني سرشتن يا شاخن ۾ تبديل ٿئي ٿي. ڀاشا جي شبداوليءَ ۾ گهڻي ۽ تڪڙي تبديل ٿئي ٿي. ان جي ڀيٽ ۾ آوازي سرشتي ۽ گرامري سرشتي ۾ گهٽ تبديل ٿئي ٿي.

سنڌيءَ ۾ ٿيندڙ تبديل کي ڀاشائي تبديل جي مٿي ذڪر ڪيل حوالن ۾ ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي.

## سنڌي شبداوليءَ ۾ تبديل

مٿي ٻڌايو ويو آهي ته گهڻي ۽ تڪڙي تبديل ڪنهن به ڀاشا جي شبداوليءَ ۾ ٿيندي آهي. سنڌيءَ جي حوالي ۾ ٻڌڻ اها ڳالهه سچي آهي. سنڌيءَ جي شبداوليءَ ۾ ٻنهي قسمن جي تبديل اچي رهي آهي. هڪ طرف ڪيترن پراڻن لفظن جو استعمال گهٽجي رهيو آهي ۽ ٻئي طرف ڪيترا نوان لفظ سنڌي شبداوليءَ ۾ داخل ٿي رهيا آهن. جن ڪيترن جي لفظن جو استعمال تمام گهٽجو گهٽجي ويو آهي سي آهن کيتي، ڳوٺاڻا هنر ۽ ڳوٺاڻي زندگي، ان جو مکيه ڪارڻ اهو آهي ته هندستان ۾ سنڌي هڪ ته گهڻي ڀاڱي شهرن ۾ وسي ويا آهن ٻيو ته مٿين ڪيترن سان واسطيدار سنڌي گهٽائيءَ وارو ماحول هندستان ۾ موجود ڪونهي. ان کان سواءِ پراڻين پوشاڪن ( پٽڪيون، اوڇڻ، جامو، پڳڙي، چادر وغيره ) پراڻن زيورن

تازو آگري جي ٻن سنڌي اسڪولن جي 60 ٻارن (30 ڇوڪرا ۽ 30 ڇوڪريون 8، 9، 10 درجي جا ٻار) جي ٻولي رڪارڊ ڪئي وئي، جنهن مان سنڌيءَ جي آوازي سرشتي ۾ ٿيندڙ تبديل جي مٿي ٻڌايل لاڙن جي تصديق ٿي ٿئي. ائين ڏسڻ ۾ آيو ته نئين پيڙهيءَ جي سنڌيءَ مان خ ۽ غ جو اُچار لڳ ڀڳ ختم ٿي رهيو آهي.

"خ" جي جڳهه "ک" ۽ غ جي جڳهه "گ" وٺي رهيو آهي. حقيقت ۾ هن تبديل جو اثر لکيل رچنائن ۾ به ڏسڻ اچڻ لڳو آهي. (ڪرشن کٽواڻي / ڪهاڻي "اُڀري" مٺو جي ڪالي ۾. ٻيسي ځر ٻيڻداڻي / ڪهاڻي "پرووشن" پيندال ڪالي پيو آهي).

"ز" جي بدران "ج" جو اُچارڻ وڌي رهيو آهي ۽ اُن ڪري نئين پيڙهيءَ جي ٻوليءَ ۾ "بازار"، روز" ۽ "مزو"، "باجار"، روج" ۽ "مجو" ٻڌجي پيا آهن. هن تبديل جا اهڃاڻ پڻ لکيل رچنائن ۾ ملڻ لڳا آهن. (ارجن حسراجاڻي / "هندو" 1986-3-5 لکڇري اس.)

آوازي تبديل جو اهو لاڙو به ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ننڍين سُرن اَ - اِ - اُ جو لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ استعمال گهٽجي رهيو آهي. اهو چوڻ اڃان ڏکيو آهي ته ڪهڙن حالتن ۾ اُهن سُرن جو استعمال ڪونه ٿو ٿئي. پر ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ٻن يا ٻن کان وڌيڪ اکرن (Syblables) وارن لفظن، خاص ڪري جڏهن پڇاڙيءَ واري ننڍي سُر کان اول ڊگهو سُر آهي ته پوءِ پڇاڙيءَ واري ننڍي سُر جي نه استعمال ٿيڻ جي وڌيڪ سمڀاونا آهي. جيئن راتِ/رات، رامُ/رام ۽ ٻيءَ/ٻي.
ائين به ڏسڻ ۾ آيو ته پڇاڙيءَ واري ننڍي سُر کان اول جي "هه" آواز آهي ته ننڍي سُر سان گڏ اُن "هه" جو به اُچار ڪونه ٿو ٿئي. جيئن ڏيهن / ڏين.

جيستائين سنڌيءَ جي مخصوص اندر ڌماڪي وارن آوازن ٻ، ڏ، ڄ، ڳ جو سوال آهي. انهن جو اُچار اڃان گهڻي ڀاڱي سلامت آهي. نه ڪڏهن به هندي مان ورتل ڪيترن اون لفظن ۾ ٻاهر ڌماڪي وارن آوازن کي اندر ڌماڪي وارن آوازن ۾ بدلي اُچاريو ٿو وڃي. جيئن جهڀا/جهڀو، ٻچن/ٻچن.

هن تبديل کي ڏسي هڪ سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڇا تبديل جو اهو لاڙو، جنهن سبب ٻاهر ڌماڪي وارا آواز سنڌيءَ ۾ ايندي ايندي اندر ڌماڪي وارا بڻجي ويا.

اچا ته ڪم ڪري رهيو آهي؟

## گرامر جي سرشتي ۾ تبديلي

مٿي ٻڌايو ويو آهي ته لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ لڳندڙ سُرن جو استعمال گهٽجي رهيو آهي. اِن آوازي تبديليءَ جو سنڌيءَ جي گرامر جي سرشتي تي ڪافي اثر پئجي رهيو آهي. هيٺ اُن اثر جو بيان ڪجي ٿو.

### (الف) سنڌيءَ جي وڏي يا مول روپ تي اثر:

عام طرح سان سنڌي لفظ سُرن ۾ پورا ٿيندا آهن. ان ڪري سنڌيءَ کي "سُر انت" ڀاشا سمجهيو ويندو آهي. پڇاڙيءَ ۾ ايندڙ لڳندڙ سُرن جي استعمال نه ٿيڻ سبب ڪافي گهڻا لفظ وينجن ۾ پورا ٿيندا. جنهن سبب سنڌي به هندي، گجراتي، مراٺيءَ وانگر "وينجن انت" ڀاشا بڻجي پوندي.

### ( ب ) جنس جي سڃاڻپ تي اثر:

سنڌي لفظن جي جنس جو آڌار گهڻي ڀاڱي لفظ جي پڇاڙيءَ واري سُر تي آهي. عام طرح سان "اِ"، "ا" ۾ ختم ٿيندڙ لفظ جنس مؤنث هوندا آهن. (زالِ، راتِ وغيره) ۽ "اُ" ۾ پورا ٿيندڙ لفظ جنس مذڪر ٿيندا آهن. (پٽُ، گهرُ وغيره) لڳندڙ سُرن جي پڇاڙيءَ ۾ استعمال نه ٿيڻ سبب اهي سڀ لفظ وينجن ۾ پورا ٿيندا. (زالِ/ زال، راتِ/ رات، پٽُ/ پٽ، گهرُ/ گهر) ۽ انهن جي جنس سڃاڻڻ جو آوازي آڌار ختم ٿي ويندو. پوءِ انهن لفظن جي جنس ياد ڪرڻي پوندي. يعني جنس جو آڌار آواز جي بدران ڀاشا جي هلي چلي تي ٿيندو.

### ( ب ) عدد سڃاڻڻ تي اثر

سنڌيءَ ۾ جنس وانگر ڪيترن لفظن ۾ عدد جي تفاوت جو آڌار پڇاڙيءَ ۾ ايندڙ لڳندڙ سُرن تي آهي. مثال طور "گهرُ" عدد واحد ۽ "گهرَ" عدد جمع آهي. پڇاڙيءَ ۾ لڳندڙ سُرن جي استعمال نه ٿيڻ سبب ڪيترن لفظن مان عدد جي سڃاڻپ جو آوازي آڌار ختم ٿي ويندو. جيئن "گهرُ" ۽ "گهرَ"، "گهر" بڻجي پوندا. جيڪو عدد واحد به هوندو ۽ عدد جمع به.

### (پ) لفظن جي حالتن تي اثر:

سنڌيءَ ۾ ڪيترن لفظن جي الڳ الڳ حالتن (حالت فاعلي، حالت مفعولي وغيره) جو آڌار پڇاڙيءَ وارن لڳندڙ سُرن تي آهي. جيئن "رامُ" حالت فاعلي ۽

مان لهندي آهي. "سانتيڪر" هنديءَ جي اثر هيٺ ڪاٺي "شانتيڪر / شانتيڪا"
لفظ استعمال ٿي رهيا آهن (سرلچند ڪيسواڻي/سنڌو گوجر 1986).

— هنديءَ جي اثر سبب ڪيترن سنڌي لفظن جي جنس بدلجڻ لڳي آهي.
سنڌيءَ ۾ "قسم" جنس مذڪر آهي ۽ هنديءَ ۾ "قسم" جنس مونث آهي. هاڻي
سنڌيءَ ۾ ڪٿي ڪٿي "قسم" جنس مونث جي روپ ۾ استعمال ٿي رهيو آهي
۽ اُن جو جمع روپ "قسمون" به ٻڌڻ ۾ اچي ٿو.
(ٻڪران دولتاڻي/سنڌو گوجر 1986)

— ڪيترا انگريزي لفظ سنڌيءَ جي عدد جمع جي پڇاڙي ڪٽڻ جي بدران
انگريزي جمع روپ ۾ ئي استعمال ٿي رهيا آهن. جيئن ليڊيز، ٽڪيٽس، هوٽلس،
گرلس، ٽيچرس وغيره.

— جملن جي گهڙت جي خيال کان هڪ تبديلي اها ٿي رهي آهي ته ضميري
پڇاڙيءَ وارن جملن (ڪيائين، ڪاڏائين، چيائونس وغيره) جو استعمال گهٽجي رهيو
آهي. اها ڳالهه لکيل رچنائن جي آڌار تي به محسوس ڪري سگهجي ٿي.

— انگريزيءَ جي اثر سبب لکيل ٻوليءَ ۾ وڏن ۽ مرڪب جملن جي وڌندي لڳي
آهي. اهو اثر پارسي جي لکڻ پڪ، سنڌي ٻولين تي ٿي رهيو آهي.

نچوڙ :

ڀڄاڙيءَ ۾ انترو چوڏهن ڪاني لڳندو ته هندستان ۾ ڳالهائي ويندڙ سنڌيءَ ۾
ڪافي گهڻي ۽ تڪڙي تبديلي ٿي رهي آهي. هن ليکڪ ۾ اُن تبديلي جي ڪن لاڙن
جو بيان ڪيو ويو آهي. سنڌيءَ ۾ ٿيندڙ تبديلي کي رڪارڊ ڪرڻ ۽ اُن مان تبديلي
بابت انومان ڪڍڻ لاءِ ڪافي گهڻي کوجنا جي ضرورت آهي. اهو ڪنهن هڪ شخص
جو ڪم نه آهي، اُن لاءِ هڪ وسيع ۽ رٿائين پروگرام جي ضرورت آهي.

ضميمو 1 —

سيپٽمبر 1985 ۾ احمدآباد ۾ ٿيل "ڪهاڻي اداسي ڪلاس" ۾ پڙهيل 35
ڪهاڻين مان چونڊيل ڪجهه لفظ/اظهار.

| ليکڪ | هندي لفظ/اظهار | انگريزي لفظ/اظهار |
| --- | --- | --- |
| (1) لکمي کلاڻي | ساميو ڪرڻ، ڪنس جلاڻي، ديدي، سچهاءِ، پرپرش، مڪت، رچنائڪ، وشال، پارڪ، | هوم ورڪ، راڊورسل، پارٽ، ريڊي، ممي، ٽي ڪوپي، ليڊيز ڪلب، ماڊرن، ٽئلينٽ، |

ڏونڪا، ڀاڪا وغيره اچي وڃن ٿا. اهي سڀ اچي ۽ سماجي آزمودن تي ٻڌل آهن. اهي سکيا ۽ سمجهاڻيون، مذاق ۽ وندر سان ڀريــل آهن، نه فقط ايترو پـر قوم جي سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ جـــي سموري پورهه لوڪ ادب ڏئـي ٿو. ڊاڪٽر يو. ٽي. ٺڪر جي لفظن ۾:

'The Folklore is the non literate peoples comprising of myths, tales, proverbs, idioms, and verses emphasise experiences & carry bodies of cultural meanings, they store the cultural traditions, social structures economy, accounts of the life of the individuals, contents of ethical concepts and emotional life of the people.

( Dr. U. T. Thakur )

اُن ۾ سماج جي هر پهلوءَ جي جهلڪ آهي، ڪهاڻيون، قصا، ڀاڪا ۽ ڏونڪا دل کي وندرائيندڙ ۽ سمجهاڻي ڏيندڙ آهن، جو ادب لکمت ۾ ڪونهي. اهو اڻ پڙهيلن (جن کي لکڻ پڙهڻ نه اچي) پنهنجي زبان رستي اِي پيڙهيءَ کـــي ڏنو آهـــي. يادداشت ذريعي اهو لوڪ ادب اڄ به زنده آهي.

## سنڌي لوڪ گيت

سنڌي لوڪ گيت کي سرن ۽ سڌائن جي آڌار تي ورهايو ويو آهي جي مکيه ويهن نمونن ۾ آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1- لاڏا | 2- لوليون | 3- ساڪيون | 4- مورا |
| 5- ڇلا | 6- شبد | 7- پوڄا جا گيت | 8- اوراڻا |
| 9- پار | 10- اپنگ | 11- ڪافيون | 12- واڻيون |
| 13- بيت | 14- سلوڪ | 15- ڏوهيڙا | 16- پنجڙا |
| 17- مداحون | 18- گيت | 19- ڪٿا گيت | 20- بال گيت |

هرهڪ پنهنجي علحدي سر، طرز ۽ وقت تي ڳايو ويندو آهي. اُن ۾ پنهنجو پنهنجو علحدو مزو آهي. جهڙوڪ لاڏا شاديءَ، جڻيي، ڇٺي جهڙن موقعي تي سونهن ته لوليون ننڍڙن ٻـارن کي سمهارڻ ۾ ڪامياب ٿين. جڏهن ٻـار پيدا ٿيندو آهي ته هورياڻ هوريان لڏي ته ماءُ منڙي لولي ڏي " لولي لال لولي ......" آها.... ڇـا ته آنند اچي. وڏن جون به ڀلڪون لساڪڙيون ٿي وڃن. ڪافيون پنڪ ۾ وڄهي الاپجن ته سلوڪ ايشور جي ياد ڏيارن. پار موت تي ڪيا ويا آهن. پنجڙا لال سائينءَ جا ـ شبد ايشور جي آراڌنا جا. مطلب ته هرهڪ کي پنهنجو مطلب آهي.

# سنڌي لوڪ ادب

☐ نند لعل ٻوسراڻي

پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي لفظن ۾ "هر انسان کي ٽي مائرون آهن. هڪ جسماني جنم ڏيندڙ ماءُ، جا گڏاري وٺي اٿم. ٻي جنم ڀومي ماءُ، جنهن جي گود مان اکر ڦٽي هت (هند ۾) ڏاڏاڻي گود ۾ اچي اجهو ورتو آهي. انسان جي ٽين ماءُ آهي مادري ٻولي. جيڪا امر آهي. ان کي ڪير به ماري نٿو سگهي. مان جتي به هوندس، اتي ان ماءُ کي زنده رکندس. ان ماءُ جو شان بلند ڪندس."

اسان جو فرض آهي ته ان ماءُ کي هميشه هميشه لاءِ زنده رکون. پنهنجي قديم ٻوليءَ جي شان شوڪت ڏسي اسان کي فخر آهي. اسان جي ٻولي هر حال ۾ ٻين قديم ٻولين جي برابر آهي. ان ۾ سڀئي اهي گڻ موجود آهن، جو ادب آهي، تنهن ۾ هر قسم جون صلاحيتون سمايل آهن.

سنڌي ادب جون ٻه ٻانهون آهن. ڪلاسيڪي ادب دنيا جي سڌريل ٻولين جي ڪلاسيڪي ادب کان ڪنهن به حالت ۾ پٺتي ڪونهي. اهڙو ادب سمورو ڇپيل ڪونهي پر جو ڇپيل آهي گهٽ ۾ ڏهوٽ اوترو اڻ ڇپيو باقي آهي. اهو سڄو اڻڇپيل ادب لوڪ ادب جي روپ ۾ اسان وٽ محدود آهي. پر پکڙيل آهي. اهو گڏ ڪري ڪتابن جي صورت ۾ آڻڻ تمام ضروري آهي.

لوڪ ادب قوم جي قديم تاريخ جو چشمو آهي. ملڪ ۽ قوم جي اوائلي تهذيب ۽ تمدن، رسم ۽ رواج، قومي زندگيءَ جون همناهيون معاهيون، دلين جي شروعاتي امنگ ۽ جذبا، سڌون خواهشون ۽ اميدون، روزمره جي ڪشمڪش ڀريل زندگيون، سماجي جدوجهد جا دل اپائيندڙ داستان ان ۾ موجود آهن. لوڪ ادب ملڪ جي ٻولي ۽ ادب جي عمارت جي بنياد آهي جنهن جي سهاري باقي سڄو ادب اسريل آهي. هي سڄي قوم جو عڪس آهي جو وڏن، ننڍن ۽ انهن جي ٻارڙن جي هر قسم جي احساسن ۽ ڏيکاري ٿو. لوڪ ادب ۾ ڪهاڻيون، قصا، گيت،

ٻوٽڪا، پهاڪا وغيره اچي وڃن ٿا. اهي سڀ اهڃ ۽ سماجي آزمودن تي ٻڌل آهن.
اهي سکيا ۽ سمجهاڻيون، مذاق ۽ ولدر سان ڀريل آهن. نه فقط ايترو پر قوم جي
سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ جي سموري ٻوجهه لوڪ ادب ڏني ٿو. ڊاڪٽر يو. ٽي.
ٺڪر جي لفظن ۾:

'The Folklore is the non literate peoples comprising of myths, tales, proverbs, idioms, and verses emphasise experiences & carry bodies of cultural meanings, they store the cultural traditions, social structures economy, accounts of the life of the individuals, contents of ethical concepts and emotional life of the people.

( Dr. U. T. Thakur )

اُن ۾ سماج جي هر پهلوءَ جي جهلڪ آهي، ڪهاڻيون، قصا، پهاڪا ۽ ٻوٽڪا
دل کي وندرائيندڙ ۽ سمجهاڻي ڏيندڙ آهن. جو ادب لکمت ۾ ڪونهي اهو اڻ پڙهيلن
(جن کي لکڻ پڙهڻ نه اچي) پنهنجي زبان رستي اڳ ٻيڙهيءَ کي پئي ڏنو آهي.
يادداشت ذريعي اهو لوڪ ادب اڄ به زنده آهي.

## سنڌي لوڪ گيت

سنڌي لوڪ گيت کي سرن ۽ سنڌالڻ جي آڌار تي ورهايو ويو آهي جي مکيه
ويهن نمونن ۾ آهن:

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1- لاڏا | 2- لوليون | 3- ساکيون | 4- مورا |
| 5- چيلا | 6- شبد | 7- پوڄا جا گيت | 8- اورا |
| 9- ٻار | 10- ابهنگ | 11- ڪافيون | 12- وايون |
| 13- ٻيت | 14- سلوڪ | 15- ڏوهيڙا | 16- پنجڙا |
| 17- مداحون | 18- گيت | 19- ڪٿا گيت | 20- ٻال گيت |

هر هڪ پنهنجي علحدي سر، طرز ۽ وقت تي ڳايو ويندو آهي. اُن ۾ پنهنجو
پنهنجو علحدو مزو آهي. جيئن لاڏا شاديءَ، جڻيي، چٺين جهڙي موقعي تي
سونهن ته لوليون ننڍڙن ٻارن کي سمهارڻ ۾ ڪامياب ٿين. جڏهن ٻار پنهنجي ۾
هوريان هوريان ننڊ ۾ ماءُ مٺڙي لولي ڏي ” لولي لال لولي...... “ آها..... چيا ته
آئند اچي. وڏن جون به ڪهڙي نه لباڪڙيون تي وڃن. ڪافيون پڪمت ۾ واٽي آلاپون
ته سلوڪ ايشور جي ياد ڏيارين. ٻار موت تي ڪيا پيا آهن. پنجڙا لال سائينءَ جا -
شبد ايشور جي آراڌنا جا. مطلب ته هر هڪ کي پنهنجو مطلب آهي.

ڪجهه لوڪ گيتن جي وچور هيٺين طرح آهي.

لاڏون- لاڏ مان لاڏو. مطلب ته پيار- لاڏل معنيٰ پيارو. لاڏل مان لاڏل ۽ ٿيو لاڏو يعني پيارن لاءِ ڳايل لاڏو. هن ۾ مصرع هڪ ٿئي ۽ ٻين مصرعن ۾ دهر لڳي. شاديءَ جا لاڏا ٻه الڳ الڳ ٿين. ڀيل جا لاڏا، ڪڇيءَ جا لاڏا ۽ شاديءَ جا لاڏا. لوڪ گيت جي هر هڪ قسم جا وري قسم آهن.

(1) لاڏل لاهه اونگهه ڪر وڃو
کود سيوهڻ جي لڪڙي موچاري
آندي لاڏل جي پاءِ
گهڙي ته ڪنددم ماءِ
موڙا ته جوڙيندم پيڙ
صندليءَ ته وهندءِ ٻيءِ
لاڏل لاهه اونگهه ڪر ڪاهي.

گهوٽ جا ڦاڪل ڪپڙا لهرائي ۽ اوان ٻاراڻ جي موقعي تي مٿيون لاڏو سرائيندن.

(2) هلندا هلو مهنجي ادل جا جاجي
ادل جا جاجي - پاڻل جا جاجي
پاڻل مونهن ۾ - جيج ته بکمن ۾
بيگم پهندا هلو.
هلندا هلو مهنجي لاڏل جا جاجي.

ان ۾ شاديءَ جي موقعي تي ماڻهن جا نالا ڪم اندڙ شين جا نالا مستيءَ لاءِ شراب ورثاڻي جو رواج ۽ جاجي، جيج ۽ ٻيگم، مونهن، بکيون وغيره. اوائلي لاڏي ۾ مونهن ۾ بکين بدران گاڏيون هيون. وقت اوسار مونهن ۽ بکي لاڏي ۾ اچي ويون.

(3) اهڙ هٿن ۾ ڪاٿي ته ڪڍائي
ڪير هڻڪي گهوٽ ٻر ته چڙائي
گيت خوشيءَ جا ڳايان
لاڏل لوڪي سڏي سمجهايان.

اهڙ معنيٰ آر يعني گهوٽ جو محافظ (باڊي گارڊ) اهو رسمن ۾ تي لٺ هوندي هئي. هڪ گهوٽ ڪان ٻئي گهوٽ شاديون ٿينديون هيون. اهڙ گهوٽ ڪان الڪل الڳ ڪونه ٿئي ۽ هٿ ۾ رکي ڪاٺي يا تلوار گهوٽ جي بچاءُ لاءِ.

ٻارن جي پيار وچان ڪنهن جهڙي معمولي سوکڙي به قبول ڪن ۽ گهوڙي گهوڙي لاءِ
گهوڙي جهڙي سواري به ڏئي سگهندا هئا.

(2) سو ٽڪيون سو ٽڪيون وانڍڙيءَ ڦٽو
سا واٽڙي، سا واٽ ڇٽري جائي
سا ڇٽري، سا ڇٽر گهوڙا چرن
سي گهوڙا، سي گهوڙا لڏڙي لاهن
سا لڏ سا لڏ ڪمهڙا ڪٽن
سي ڪمهر سي ڪمهر ٿانو جوڙن
سي ٿانو سي ٿانو مائٽ وٺن
سي مائٽ سي مائٽ پٽڙو رڌن
سو پٽڙو سو پٽڙو ٻارڙا کائن.

ڏسو! ولدر ۽ ٻوليءَ اوليءَ سان گڏ علم به آ، گهوڙا گاهه ڇٽر کائن، لڏ لاهن
۽ لڏ سان ڪمهر مضبوط برتن ٺاهن. انهن سولائن ۾ ٻار پيٽ کائن. ٻار مزي ۾
ڳائن ۽ چون:

(3) اٽڪ مٽڪ ڏاڏا ڏيڪ
آڳ پيچهڙا لوها لاڙون
چيدن ڪاٺو- هراو چراو چور چاڪي
پيا ٽارا ڪرڙو.

(4) اوٺو موٺو ڪندول ڪٽورو
ڇٽو ماڻهن ڪي پٽڙو جاڙو
گهر گهر آئيو، اولتي وڙهاڙو
ڪاڻو پيٽو لٽو.

ٻار ڀاڳن جي جنم تي خوشيءَ وچان راند ڪندي آسمان تي ۽ ڌرتي ۾
پرساد ورهائن.

لوڪ گيتن جي باري ۾ گهڻو ڪجهه چئي سگهجي ٿو.
لوڪ ادب جي اها صلاحيت آهي ڪهاڻيون ۽ قصا. ڪيترا قصا ڇپجي چڪا
آهن ۽ اهي گهڻو ڪري اڻ ڇپيل آهن. انهن کي ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

(1) لوڪ ڪهاڻيون
(2) سماجڪ ۽ تاريخي ڪهاڻيون

(3) سکيا ڀريون لوڪ ڪهاڻيون وغيره.

ڏند ڪٿائون (Myths) مِن گهڙيل آهن. اُهن ۾ ڀوت پريت، ساهس، ڀوتُ، ديو
سک، ياترا ورڻن وغيره آهن. جيئن ته

هڪ راجا هو. هن کي ست ڌيئر هيون. هڪ ڏينهن سڀني کان راجا پڇيو ته
توهان ڪنهن جو ڏنو کائو. ننڍيءَ ۾ ننڍيءَ کانسواءِ سڀني چيو ته توهان جو.
ننڍيءَ چيو ته، مان پنهنجي ڀاڳ جو ٿي کائوان. راجا ڏمرجي هڪ اوٺي سان شادي
ڪرائي ڇڏيس. هو لنگڙو ۽ هو ۽ ڪوڙهه ۾ هوس. ننڍڙيءَ راجڪماريءَ شيوا ۽
وشواس جي ٻل سان ثابت ڪري ڏيکاريو ته سچ پچ هوءَ پنهنجي ڀاڳ جو ٿي کائي.
ڪيترائون مشڪلاتون اچس ٿيون، ديو ۽ دئيت اچن ٿا، سڀني سان مقابلو ٿي ڪري.
پنهنجي سوجهه ٻوجهه سان آخر ۾ سڦل ٿي ٿئي.

سماجڪ ۽ تواريخي ڪهاڻين ۾ اُن وقت جي سماج ۾ هلندڙ رسم رواج، ڀرلم
اڦرت، ورتا ۽ چالبازي وغيره ڏيکاريل آهن.

ليلا چنيسر، مومل راڻو، عمر مارئي، راءِ ڏياچ ۽ ٻيجل، سسئي پنهون، لوري
۽ جام تماچي، سهڻي ميهار، ڪهاڻيون ڀرلم جي ٻالي ٿي آهن. اُهن ۾ تياڳ ۽ تپسيا
سمايل آهن. قربانيءَ جو معدو ۽ ڏوقت آهي. سچي محبت ۾ ڪيترا ڪشالا ٿا ڪڍڻا
پون اهي ڪهاڻيون ٻڌائن ٿيون. ۽ ان سان گڏ تواريخ جو به ورڻن ٿئي. جام تماچي
۽ راءِ ڏياچ راڄ ڪندا هئا. جيتوڻيڪ تواريخ جي سچي داستان کي ڪرڇڻا ڪري
ڪڍڻ اڃا باقي آهي.

سکيا ڀريون ڪهاڻيون ته ڪيتريون ئي آهن، اهي ٻارن جي سکيا لاءِ ٿي آهن.
جي اُهن کي ٻال ادب ۾ رکجي ته ٺيڪ ٿئي. جيئن ته

هڪ ڏاڏي ۽ پوٽو گڏ رهندا هئا. ڏاڏي وڏي هئي ٻاهر ڪم ڪري ۽
پوٽي لاءِ روٽي تيار ڪري چوڙي ۾ ٻڌي رکي ويندي هئي. اسڪول کان موٽي اچي
پوٽو روٽي کائيندو هو. هڪ ڏينهن هڪ ٻاندر اچي سڀ ڪجهه ڏسي ورتو ۽ ڏاڏي
جي ڪم تي وڃڻ تي روٽي کائي ويو. روز ائين ڪار ٿئي. پوٽو بکيو رهي ۽ ٻاندر
روٽي کائي. ڏاڏي کي خبر پئي ته اهو ڪم ٻاندر جو آهي. سياڻي هئي. ٻه ڪيالين
جو چپيءَ ۾ روٽيءَ بدران ڏيهين جو ماڻارو رکي ويئي. ٻاندر جو آيو اميد ڪري ته
روٽي کائيندو سو جيئن چپي کوليائين ته ڏيهين ٻاهر چڪ ۽ سڄو منهن ٿي سڄائي

چوڻيس. ڏهن ڏينهن کانپوءِ ٿي بالڊر جو منهن ڳاڙهو آهي.

ٻار کي سمجهائي ملي نه لکي لکي ڪجهه نه ڪاڇي ته نه نه مار ملندس ۽
منهن ڳاڙهو ٿي ويندس.

پهاڪا ۽ چوڻيون آزمودن جي بدل ۾ تبديل آهن. جو ڪجهه ورثي ۾ مليل آهي
اهو سچو گيان ٿي آهي. جيئن ته

”اڄ ھمان سڀان تمان“

اڄ تون اسان وٽ مدد لاءِ ايندين ته سڀاڻي اسان توهان وٽ اينداسين.

”اڃان مينهون جهنگ ۾، ڏونئي ڏياڻون ڇو.“

يا

”پاڻيءَ بنان ڪپڙا لاهڻ“.

بيسمجهيءَ سان وقت جي برٻادي نه ڪجي. مينهون اڃان جهنگ ۾ آهن.
اڳ ۾ ئي کير لاءِ برتن ڏونئي رکجن يا پاڻي اچڻ کان اڳ ۾ ئي شنان لاءِ ڪپڙا
لاهڻ فضول آهي.

”سچا ٿوهه پٽن ۾ پندرا“

ٿوهه سچا ٿين پر ڪانڊ ۾ ڏاڍا ڪوڙا ٿين. ڪيترا ماڻهو ٻاهران سٺا ڏسڻ ۾
اچن پر اندر ۾ دغاباز ۽ بدمعاش ٿين. اهي جلدي سڃاڻڻ ۾ اچي وڃن.

چوڻيون به سکياداتڪ آهن.

”سکڻي ڪني گهڻو اٻامي.“

گهٽ عقل وارا ٻڌاڪون گهڻيون هڻن.

”مينهن چوري گانءِ کي هل ڙي ٻچ ڪاري“.

مينهن سڄي ڪاري ٿئي ۽ گانءِ جو فقط ٻچ ئي ڪارو. عجيب ڀريل انسان
ٻين کي چوي عيب وارو. ڪيترو نه مذاق.

”پراڻي دهلين، احمق ٿئي“.

”ڏنو سڀ وسار اڻ ڏنو ياد ڪر“.

” آهه غريبان ٽپر خدائي“.

”سچ مرچان ڪوڙ ڳڙ“ وغيره چوڻيون آزمودن سان ڀريل آهن جنهن
ڪري سکياداتڪ آهن.

جيڪڏهن لوڪ ادب ۾ 'سالڪ' به شامل ڪجن ته اڃا به سٺو لڳي. سالڪ ٽي ناٽڪ جي شروعات ڪئي. اڄ به ڳوٺن ۾ ٻهروپي سالڪ اهڙي ڳوٺاڻن کي وندرائين ۽ پراڻي زماني جي ياد ڏيارن.

لوڪ ادب ملڪ جي ٻولي ۽ ادب روپي عمارت جي پيڙهه جو پٿر آهي. پنهنجي ٻولي ۽ ادب جي هن بنيادي پٿر کي جيڪڏهن اسان هيڪر جهڙي ڦوڪي صاف ڪري ڪتابي صورت ڏيئي عام کي ڏيون ته اهو اسان پاڻ لئي ۽ پنهنجي نسل لئي وڏو احسان ڪنداسين. جيتوڻيڪ اهو فرض اسان سڀني تعليم يافته لئي آهي پر اسان جا اسڪولي استاد جيترو وڏو ڪم ڪري سگهندا اوترو ٻيا ڪو نه. ان ڪري جتي به اهو ادب ملي، حاصل ڪري عام ۽ جاليءَ ۾ اماهه ماڻڪن جي روپ ۾ ورهايو وڃي ته اسان اهڙي ادب سان مالامال ٿيون. ▣



o o o o o o o o o o o o o

"لوڪ گيتن ۾ نه رڳو سماجڪ جيتر چٽيل آهن ۽ ماڻهو هردي جون ڀاونائون ڏنل آهن، پر انهن سان گڏ لفظن جو اڪٿ خزانو پڻ ڀريل آهي، جنهن کي ڀاشا وگيانن لاءِ خاص اهميت رکي ٿو. لوڪ گيت ته گويا ٻوليءَ جو بنياد آهن. انهن ۾ لفظن جو وڏو ذخيرو خاص ڪري متروڪ ٿيل لفظن جو چڱو اندازو ملي ٿو. هنن ۾ اهو ڪجهه سمايل آهي جنهن جي بنياد تي وڏي دلچسپ ساهتڪ عمارت کڙي ڪري سگهجي ٿي، پر محنت ۽ کوج ڪرڻ جو مادو گهرجي. سنڌي لوڪ گيتن ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ ملندا جنهن جي آڌار تي اسين ٻوليءَ بابت ڪيترائون حقيقتون ڄاڻي سگهون ٿا. لوڪ گيتن ۾ جدا جدا ساڃن انهن ۽ انساني ذاتين جا نالا آهن. زيورن جي ۽ انهن قسمن جو ذڪر ڪيو ويو آهي جو عجب لڳيو وڃي ته ڇا اسانجي سنڌ ۾ اهڙن قسمن جا زيور هئا." ▣

- ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي

# پوپٽ مل پرديس ۾!

□ هوندراج بلواڻي

پاتر : مکي، مکياڻي، ڊاڪٽر ۽ پوپٽ مل پرديسي.

اسٿان : مکيءَ جي اوطاق.

مکي : (سڏ ڪندي) مکياڻي ... او مکياڻي.... پاڻي چانهه جو تيار ڪڍڻ جو ٽائيم ٿي ويو آهي.... اڄ چانهه نه ملندي ڇا؟

مکياڻي : (اندر ايندي) ملندو ٿي، ملندو ٿي. توهان کي نه چانهه ملڻ ۾ ذرا دير ٿئي ته اصل ئي صبر ٿي ٿو. باقي ويچاري ڊاڪٽر گولاڻيءَ کي ڏوهه ڏيندا آهيو. توهان نه ته چانهه جا گهڻا شوقين ناهيو!

مکي : توبه مٺو ڏاو نه! بس آيا، پماو ٿي اهڙو آهي. منهنجو ڏوهه ناهي، مکياڻي منهنجو ڏوهه ناهي.

مکياڻي : ڏاو ڏيو، توهان به پڻي موقعي ۾ مٺو ڏاو. توهان پاڻ ڏسو ته ويٺا اسان اندر رڌڻي ۾ چانهه پيئي ڪاڙهيان ته به توهان وقت صبر نٿا ڪري سگهو؟

مکي : ڏس مکياڻي، جيڪڏهن مونکي خبر هجي ها ته تون اندر چانهه پيئي ڪاڙهين ته پوءِ مان هرو ڀرو توکي تورڻ لئي چانهه لاءِ چوان ها، منهنجو ڌيان ته اخبار ۾ هو.

مکياڻي : اها مئي اخبار به صبح کان الائي گهڻا دفعا هٿ ۾ کڻي اٿو. جيستائين ان جو هڪ هڪ اکر پڙهي پورو نه ڪندا، تيستائين ان جي پچر نه ڇڏيندا.

مکي : توبه! وري اخبار جو مٺو! مکياڻي تون اڄ مٺا ٿي مٺا ڏيندينءَ يا چانهه به پيئاريندين؟ ڏينهن ۾ صرف ٻه دفعا چانهه پيئڻ لاءِ مونکي گهڻا مٺا ٻڌڻا پوندا....؟

مکياڻي : چڱو چڱو، هميشه ماٺ ڪرايو نه چانهه ٺهرايان ٿي. اوهان جي ڳالهين ۾ چانهه نه وهي وڃي. (وڃي ٿي)

مکي : (پنهنجي منهن) مکياڻي ۽ وچاري ڇا ڪري! مان ٻي الائي ڇو پاڻيءَ کان اڳ ڪپڙا لاهي ڇڏيندو آهيان. ڏاڍو اٻاڻو آهيان....

مکياڻي : (اندر ايندي) هان وٺو، چانهه.

مکي : ڏي پالي ۾ پيئون چانهه، جي چسڪي.... (ٽڪ پيئندي) مکياڻي، هن ۾ ته کنڊ گهٽ آهي! کنڊ خلاص ٿي ويئي آهي ڇا؟

مکياڻي : کنڊ خلاص نه ٿي آهي. مون ڄاڻي ٻجهي گهٽ وڌي آهي.

مکي : ڇو ڇو؟ تو وري اها پڪائي ڪڏهن کان شروع ڪئي آهي؟

مکياڻي : اها پڪائي نه ڪر ڪسر آهي. هونئن به وڌيڪ کنڊ صحت لاءِ نقصانڪار ٿيندي آهي.

مکي : پر ۽ مکياڻي، چانهه ۾ جيتري کنڊ ضروري هجي، اوتري ته وجهجي نه! ڦڪي ڦڪي چانهه نه اندر ٿي لهي وڃي.

مکياڻي : ڏيري ڏاري هري ويندءِ ڏاڙهيءَ ٿي خبر اٿو ته مهيني ۾ ڪيڏي کنڊ ختم ٿي ويئي؟ اڄهن تان مون کنڊ گهٽ ڪرڻ جو سوچيو آهي.

مکي : مکياڻي، گهر جي خرچ ۾ ڪر ڪسر ڪرڻ واري ڳالهه سان مان به سهمت آهيان، پر پوءِ هن طرح شيءِ جي سواد کان ته نه سڪاءِ.

مکياڻي : هان وٺو ٻلا ننڊ، جيتري وڻيو اوتري وجهو. کڻو هيءَ ڏبي.

مکي : تون به اڄڪلهه ڪنوار وانگر رُسڻ سکي آهين مکياڻي... (کڻ وٺي) واهه! کنڊ ذري وجهڻ سان ڪيڏي نه سوادي ٿي ويئي هيءَ چانهه!

مکياڻي : سو ته آهي نه. کير ۽ چانهه ۾ جيڏي کنڊ وجهبي اوتري مٺي ٿيندي.

مکي : گهر گرهستيءَ جي گاڏي ۾ ائين ٿي اليڻي مکياڻي.... جيڏو ميلاپ ايترو اوتري مٺي ٿيندي.... واه مکياڻي واه .... شل سدائين خوش هجين. تو ۽ هن هيرومل وانگر اچ پڪائي ڪري ڏيکاري ..

مکياڻي : ڪهڙو هيرومل؟

مکي : هو نه اڳي اسانجي پاڙي ۾ رهندو هو، جيڪو پٽ کي پرڻائڻ لاءِ لکن ۾ ڏيتي ليتي وٺڻ جون ڳالهيون ڪندو هو ۽ سندس پٽ هڪ ڏينهن لَوَ مئريج ڪري آيو هو.

مکياڻي : ها، ها، اهو هروملُ جنهن کي سڀئي ڪنجوس ڪري چوندا هئا.... توهان ان سان تا منهنجي ڀيٽ ڪريو؟

مکي : هئو، پر نه سڀ ٻه ڪنجوس نه. هن کان وڌيڪ جيڪو پڪائي ڪري تنهن کي ڪنجوس ٿي نه چئبو آهي!

مکياڻي : تنهن جي معنيٰ ته مان ڪنجوس آهيان؟

مکي : هرو ڀرو ناراض نه ٿيءُ مکياڻي...... تون هن کان وڌيڪ پڪائي ڪٿي ڪندي آهين؟ ڳالهه ٿي ڪيم هروملُ جي. هڪڙي دفعي مون سان گڏ پنهنجي هڪ دوست جي پٽ جي جنم ڏينهن تي هليو. رستي ۾ مونکي پيو چوي، ”مکي صاحب، توهان ڇوڪري لاءِ سوکڙي ڪهڙي آندي آهي؟“ چيومانس، ”هروملُ! مونکي نه جيڪو ڏٺو هوندو سو ڏيندوسانس پر ٻڌاءِ ته تو ڇا آندو آهي؟“

مکياڻي : اهو ماريو ڪنجوس! ڪنهن شادي مراديءَ تي ڪڏهن ڪنهن کي ڪجهه ڏيندو ٿوروئي هو. جي ڏيندو هو ته لفافي ۾ ڦاٽل ۽ پراڻا نوٽ وجهي ڏيئي ايندو هو...

مکي : مونکي به هن لڳ ڀڳ اهڙو ئي جواب ڏنو هو. چيائين، ”مکي صاحب، مان ان ٻار جي اڳيان ٻه شيون رکندس.“ چيومانس، ”هروملُ اڄ ڪٿان سج اڀريو آهي، هڪ بدران ٻه شيون!“

مکياڻي : هن توهان سان چرچو ڪيو هوندو.

مکي : هروملُ چيو، ”مان ٻار جي اڳيان سؤ جو نوٽ ۽ هڪ رپئي جو ڪلدار سڪو رکندس. مونکي پڪ آهي ته ٻار چمڪندڙ سڪو کڻندو ۽ سؤ جو نوٽ اتي ئي رهندو.“

مکياڻي : (کلي) ڏٺو نه ان مارئي جي پڪائي! مان به چوان ته شيون ڏيڻ جهڙو آهي نه ڪو نه!

مکي : مکياڻي! مزو وري اهڙو ٿيو جو جڏهن هروملُ ٻار اڳيان سؤ جو نوٽ ۽ رپئي جو سڪو رکيو ۽ چيو ته پٽ ٻنهي مان ڪهڙي شيءِ کڻندين. ته ٻار کيس چيو، ”هي رپيو، سؤ جي نوٽ ۾ ويڙهي ڏيو....“

(ٻئي زور زور سان کلن ٿا.)

اهي ڊرائيور عام جام تي ڀلا آهن. هيمنت ڪٿي آهي؟

ڊاڪٽر : هيمنت ته اڃا هاسپيٽل ۾ آهي. شايد آپريشن به ٿيس. مونکي جو ٻڌر ڏينهن فون مليو ته مان اُتهيءَ ئي رات چڙهي بس گاڏيءَ ۾. وسپت صبح جو ئي هاسپيٽل ويس. ڊاڪٽرن سان ڳالهايم. جمعي ڏينهن رات جو وري واپس هليو آيس. ٻڌان ٿي الحال ته سندس سار سنڀال لاءِ بندوبست ڪري آيو آهيان. شايد وري وڃڻو پوي.

مڪي : ڊاڪٽر، اوهان ته هوٽل ۾ رزرويشن ڪيڏانهن ۽ ٻيڌو ڪوٺا آهن، هيمنت ڀيڻيءَ ته رزرويشن کان سواءِ ئي ويو هوندو!

ڊاڪٽر : مڪي صاحب، ڇا ڪجي؟ اوچتو جو ڪيڏانهن وڃڻو هجي ته اڳين ئي وڃڻو پوندو نه؟

پرڀت مل : سائين، گاڏين ۾ رهي ئي اڄڪلهه تمام گهڻي گردي. هي ته ڊاڪٽر گولاٺي اڪيلو ماڻهو هو جو اڪري ويو. ٻارن ٻچن سان وڃڻو هجيس ها ته ڪيئن وڃي ها؟

مڪي : وري جو ڪي نسنگ گاڏين ۾ ٽنگون پساري، گاڏيءَ کي پنهنجي پيءُ جي ملڪ سمجهي ويهي رهندا آهن ته مونکي ته ڏاڍو غصو ايندو آهي. اصل ماڻهپا ئي ڪانهي ماڻهن ۾!

مڪياڻي : چڱو ڀلا مان ته وڃان ته سمهان ٿي؟ اڄ چڱي دير ٿي وئي آهي.

مڪي : ها، تون هلي وڃ.... تون وڃ.

مڪياڻي : چڱو ادا گولاٺي ۽ ڀائو.... ڇا نالو ٻڌايو؟

پرڀت مل : پرڀت مل.

مڪياڻي : ها پرڀت مل....چڱو ادا....

ڊاڪٽر : مڪي صاحب، ٻمبئيءَ مان واپس ايندي گاڏيءَ ۾ هڪ عجيب نظارو ڏسڻ لاءِ مليو.

مڪي : اڙي ڀلا ماڻهو، گاڏيءَ ۾ دريءَ کان ٻاهر ته نظارا ئي نظارا هوندا آهن. تو صرف هڪ نظارو ڏٺو؟

ڊاڪٽر : دريءَ کان ٻاهر جي نظارن جي ڳالهه نٿو ڪريان. دريءَ جي اندر ۾ دنيا هوندي آهي مڪي صاحب.

مڪي : ها، ها.... سو ته آهي.

ڊاڪٽر : مان جڏهن سيٽ تي ويٺو هوس، اُن جي سامهون واري ٻرٿ تي هڪ نوجوان پنهنجي زال ۽ ٻن ننڍڙن ٻارن سان ويٺو هو.

مکي : ڊاڪٽر، اهو ٻرٿ وري ڇا؟

ڊاڪٽر : مکي صاحب، سڄي ساري سمهڻ جي سيٽ، جنهن تي چار ماڻهو ويهندا آهن. مان ته سوڙهه ۾ ويٺو هوس پر دل ۾ سوچيم، سامهون وارو جوان ننڍڙن ٻارن سان آهي. پنهنجي ٻارن کي ننڊ ڪرائي. رات جو سفر آهي، ڪيس ڪشٽ نه ٿئي. ٻوريولي اسٽيشن آئي ته مان پاڻي پيئڻ لاءِ هيٺ لٿس. واپس اچي ڏسان ته منهنجي ويهڻ جي جاءِ تي هڪ ٻيو ماڻهو اچي ويٺو هو.

مکي : تنهنجي جاءِ تي ٻيو اچي ويٺو؟ تو ڪجهه رکي نه ويو هئين ڇا؟

ڊاڪٽر : هڪ ننڍي اٽيچي هئي، اها رکي ويو هوس. پر ان ماڻهوءَ اها هيٺ ڪري رکي هئي. مون اچي ان ماڻهوءَ کي چيو، "مهرباني ڪري اٿو، اها منهنجي جڳهه آهي." منهنجي وڃڻ تي جو هن غصي ۾ جواب ڏنو، "مان نه اٿندس." هاڻي مونکان اڳ ۾ ڪو ان ماڻهوءَ ان ٿلهيءَ واري جوان کي جڳهه ڏيڻ لاءِ چيو هو ۽ ان جوان ڪيس ٻئي ڪنهن هنڌ ويهڻ لاءِ چيو هو تنهن تي هن کي خار هئا. منهنجي پاسي ۾ ويٺل هڪ گجراتي واپاريءَ چيس، "تو ۾ انسانيت ڪانهي." بس سائين، هن جو ايترو چوڻ ۽ ان ماڻهوءَ جو گجراتي واپاريءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ. ڳالهائيندي، ڳالهائيندي غصي ۾ اچي هن چئي وڌائين ته توهان گجراتي ماڻهو هيئن آهيو هوئن آهيو.......

مکي : بس يار، اهائي ته اسان لاءِ ڪمبختي آهي جو ڪنهن کي ڀارتواسي طور نٿا سڃاڻون.... هو پاڻ گجراتي نه هو ڇا؟

ڊاڪٽر : هو پاڻ مرهٽو هو. اٿين ته ممبئيءَ ۾ ڪنهن آفيس ۾ سٺي نوڪريءَ تي هو ۽ ڪيس اڳين اسٽيشن پالگهر تي لهڻو هو. مون ڪيس ڌيرج سان چيو، "پيارا ڪيڏي نه ڏک جي ڳالهه آهي جو اسين سڀ هڪ ئي ديش جا هوندي به هڪ ٻئي کي گجراتي، مدراسي ۽ سنڌي وغيره طور ٿا سڃاڻون. هي گجراتي جنهن جوان ۽ سندس ٻارن جو خيال رکڻ لاءِ توکي چئي رهيو آهي سي مهاراشٽري آهن. ڪنهن به ماڻهوءَ جي سڃاڻپ ان

# جنم ڏيڻ واري

## چمن شرما

پاتر:-

1. موهن : سرڪاري ملازم
2. ڪانتا : موهن جي پتني
3. رسنا : موهن جي همڪلاسي ۽ ٽيچر
4. راجيش : موهن جو جگري دوست ۽ ساڳي آفيس ۾ ملازم

موهن : (سامان هيٺ مٿي ڪندي ۽ ڪانتا کي پڪار سڏ ڪندي) ڪانتا!
او ڪانتا!!.... مون چيو منهنجو رين ڪوٽ ڪٿي آهي؟..
(ميز تان سامان هيٺ مٿي ڪندي، رکيل ليمپ جي شيشي هيٺ ڪرڻ ۽
ڀڄڻ سبب وڏي ڌڪاءُ ٿيڻ جو آواز)

ڪانتا : (رنڌڻي مان - پريان آواز) وري ٻارن ڇا ڀڳو؟

موهن : (پريان- ساڳئي آواز ۾) ڀڳو منهنجو سر!.... (پيرن جي آهٽ- واجهه ايندي)
مان ٿو چوان ڪانتا، رين ڪوٽ- رين ڪوٽ ڪري منهنجي ٻڙي سڙائجي
وئي آهي ۽ تون آهين جو......

ڪانتا : (وچ ۾ ڪٽيندي) ها ها، توهان جو رين ڪوٽ ٻارن ٻاهر ورانڊي ۾
"اڏڻ- ڏاڏڻ" راند ڪندي گپ ۾ خراب ڪري ڇڏيو هو.... ان ڪري
مون ڌوئي ٻاهر سڪائڻ وڌو آهي.

موهن : (عجب ۾) ڇا چيئي، "اڏڻ-ڏاڏڻ" راند!.... پر ان جو منهنجي رين ڪوٽ
سان ڪهڙو واسطو؟ -

ڪانتا : ڪالهه پنهنجي راڄ، راڻي ۽ ڪملا سان گڏ پاڙي جي ٻارن کي ٻاهر
برسات ۾ راند ڪرڻ جي سجهي، سو آلي فرش تي، ميٽو نه ملڻ سبب،
توهان جو رين ڪوٽ ئي پٽ تي وڇائي راند ڪرڻ لڳا هوا، ان ڪري....

موهن : (هٿي ليٽندي) اوه!.... ان واڌاڻ، راڻي ۽ ڪملا ته سچ پچ...... (اوچتو ڪجهه ياد ايندي) پر 'همت' به ته نظر نٿي اچي، اها به ڪٿي ويئون ڇا؟

ڪانتا : نه نه.... تو پاڻ ته اُنهي کي ڪٿي موڪليو...... توهان به گولهيو ڪونه، رڳو ڪنهن ماڻهوءَ وانگر اجايون وڙايون ڪري گهر مٿي تي کڻي ڇڏيو.... (سامهون اشارو ڪندي) هوءَ ڏسو، سامهون کٽ تي ته رکيو آهي!

موهن : (همت کڻي ـ ترڙ تي ڏک ڪندي) هي ڀڳوان!.... اڙي، هيءَ همت آهي يا پاڃيءَ جي نوڪري!...... هن ۾ ٻه ٽماٽا ۽ هي قتل ناولا ڪنهن وجهي رکيا آهن؟؟

ڪانتا : (واجهو ايندي) ڇا چيو، ٽوپلي ۾ ٽماٽا!.... (اوڙو ٿيندي) مان سمجهان ٿي هن نوڪريءَ مان ٽماٽا ڪنهن ٻارن شايد ڪاڍا آهن ۽ پوءِ پڻ پاڃهن سان گڏ هي قتل ناولا، ٽوپلي ۾ وجهي رکيا آهن .... ٻارن جا ته ڪم ئي اهڙا آهن جو......

موهن : (بيزاريءَ وچان ٻه ٽماٽا سامهون کٽ تي اڇليندي) اوه!.. هيءَ قتل ناولا هن ۾ اڇلي، همت جي ستياناس ڪري ڇڏي اٿن!.... پر هي واڌاڻ، راڻي ۽ ڪملا آهن ڪٿي؟.. (ڪاوڙ ۾) اڄ مان سڀني خبر وٺندس!

ڪانتا : پر ٻارن جو ته اهو ڪم آهي. ان ۾ ايترو ڪاوڙجڻ جو سبب ئي ڪهڙو آهي؟

موهن : (هلندي ۽ اوچتو بيهندي) سبب؟ ۽ هي ڏس، هيءَ انهن "ناولن" اڳيان سان گڏيل، دريءَ ۾ انگريزي ليکڪ جو جهولو لاٿو اٿن!.... اڃا تون ٿي چئين، ان ۾ ڪاوڙجڻ جو سبب ڪهڙو آهي!!.... مان ٿو چوان هنن ٻارن ته مهنجو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي! صبح جا ٻه اڍائي ڪلاڪ به گهر ۾ آرام سان وهڻ نٿا ڏين!!!

ڪانتا : توهان ته صرف ٻه اڍائي ڪلاڪ ٿا چئو، پر مونکي ته سڄو ڏينهن انهن سان سر ڦوڙڻو ٿو پوي. مهنجو جو اِهن ٻارن جي اسڪول مان موٽڻ کان پوءِ ته گهر جهڙو دوزخ بڻجيو پوي.... ڪيترا دفعا توهان کي چيو اٿم ته آفيس مان وقت اچڻي واڌاڻ، راڻي ۽ ڪملا کي به ٻال مندر ۾ وهاري اچو ته توهان سان گڏ مهنجو به اڌ مٿي جو سور لهي پوي...... باقي ننڍڙي ڏاوڪي ڇالي ۽ مان......

موهن : آفيس ۾ هيڏو ڪم تمام گهڻو وڌي ويو آهي، مان به آخر ....

ڪانتا : (ٽوڪڙائيءَ سان) ها، سڄي آفيس جو ڪم پاڻ ته توهان جي ڪلهن تي ئي اچي ڪڙڪيو آهي!.... ٻين جا مرد به ته آفيس ۾ ڪم ڪن ٿا .. موهنيءَ ۽ ڪشنيءَ جو پيءُ ۽ هو راجيش به ته توهان واري آفيس ۾ آهي!.... (آواز پرو ڪندي) اڄ ڪيئن نه ڪري، توهان هنن ٻنهي ٻارن کي ته پال مندر ۾ ڦٽو ڪري اچو.

موهن : چڱو، هاڻ اجائي واد وواد بند ڪر.... موالڪي لنچ باڪس ڏي ته مان وڃان آفيس، دير ٿي ٿئي.

ڪانتا : (اشارو ڪندي) هوءَ سامهون ميز تي تيار ڪري رکيو اٿم، کڻندا وڃو.

موهن : ٺيڪ آهي، ته پوءِ ٻلا مان هلان ٿو.... (ٻاهرن جي آهٽ).

ڪانتا : (ٻاهران آواز) پر هي رلي ڪوٽ ۽ ٽوپلو ته کڻندا وڃو!

موهن : (ٻاهران جواب ڏيندي) ضرورت ناهي.... موٽندي برسات پئي ته پسندو واپس ايندس.

ڪانتا : (ٻاهران - اوچتو ڪجهه ياد ايندي) پـــر.... مون چيو، هڪ خاص ڳالهه ته ٻڌائڻ وسري وئي.

موهن : (اوچتو هڪ هنڌ، انجڻ جي اسٽارٽ وانگر اٿي وڃي ٿو - ٻـاهران ۽ ٻنيرو) اوه!.... ڪانتا، توکي گهڻا دفعا سمجهايو اٿم ته آفيس وڃڻ وقت، مهرباني ڪري پٺيان سڏ نه ڪندي ڪر!

ڪانتا : اهڙو ڪهڙو قارون جو خزانو ملڻو اٿو، جو سڏ ڪرڻ سان رهجي ويندو؟.... (سلسلو جاري رکندي) مون چيو ڪالهه رميش کي مـــاستر ڪلاس مان ڪڍي ڇڏيو هو....

موهن : (وچ ۾) اسڪول جا ڪم نه ڪرڻ ڪري ماستر ڪـــڍي نه ڇڏيندو ته وري ڇا......

ڪانتا : (وچ ۾) ڪمن ڪان نه، پـر فيءَ نه ڀرڻ سبب. پنج روپيا ڏيئي وڃو ته اڄ به واپس ايندو.

موهن : مصيبت ڇٽي!.... ڪڏهن ڏس ته ڪنهن ٻار جي ساليت پڳي، ڪنهنجو ڪتاب گم ٿيو، ڪنهن جو فراق ڦاٽو ته ڪنهنجو چمپـــل ڪٽو ڪٽسي واه!!.... (پنهنجي منهن) هت هڪ سسي ڪمائڻ واري سؤ کائڻ وارا!.... مان به آخر ڪهڙن ڳالهين کي منهن ڏيئي ڪهڙن.......

ڪانتا : (وچ ۾) پر ڇا ٿي اڄ پوءِ ڏڻ نه اسان کي ٿي آهي نه؟

موهن : ڏڻ نه برابر اسان کي ٿي آهي، پر ايڏا پئسا مان ته آڻيان نه آڻيان ڪٿان؟

ڪانتا : مان ٿي چوان، هولڏي سولڏي توهان اهو ڪڻ جو ڪنو ڇو چاڙهيندا آهيو؟ (آهستي ۽ بدليل لهجي ۾) ڪوٽ جي اندرئين کيسي ۾ پنجويهه روپيا جي پيا اٿو!

موهن : (واٺڙن والڪر) پنجويهه روپيا!... اوه!... نه ڇڏيو منهنجي پرائيٽ (طنزي لهجو) گهر ڌڻين ڪوٽ جا کيسا ڪترڻ به شروع ڪري ڇڏيا آهن!!

ڪانتا : اهي اجاين ڳالهين کي ڇڏيو ۽ ڪڍو پنج روپيا ٻاهر.

موهن : اهي پنجويهه روپيا لائيٽ جي بل جا آهن، جو ٽن مهينن کان نه ڀريو اٿم. اڄ نه ڀرڻ نه سڀاڻ لائيٽ ڪٽجي ويندي. پوءِ منهنجي لاءِ سڀ ڏينهن اهي فرمائشي فلمي گانا ٻڌڻ به مشڪل ٿي پوندا.

ڪانتا : پر ٻار جي فيءَ لاءِ ڪجهه نه بندوبست ڪرڻو پوندو، نه ته....

موهن : (وچ ڪٽي) ڪنهن سنڌي، سڪي پڪي جهڪا پگهار ملي سا به پهرين تاريخ تي ختم ٿيو وڃي.... "اللهي پوندي ۾ خوش".... اسان جي لاءِ ته پهرين تاريخ، جهڙي آهي اهڙي ڪالهه. اڄ ڪلهه مٿي پگهار ته اناج، داليون، صابڻ، تيل ۽ گيهه کائيو وڃي، باقي ٻارن جي ڪتابن، فين، ڪپڙن، ڪپڙي ۽ ڊاڪٽر جي دوائن لئي!.... مولڪي سمجهه ۾ نٿو اچي نه.....

ڪانتا : (وچ ڪٽي) توهان ڪسي خرچ جون ڳالهيون ڪڏهن سمجهه ۾ آيون به آهن؟.... هر ضرورت کي ڳالهين ۾ اڏائي ڇڏڻ نه ڪو توهان کان سکي.

موهن : چڱو، ان ڳالهه کي پوءِ ڏٺو ويندو.... مولڪي آفيس دير ٿي ٿئي.... (ويندي- چوندو وڃي ٿو) ڏينهن ان ۾ بندوبست ڪري ڇڏيندس.

ڪانتا : (پريان) پر مون چيو، هوءَ ٻال مندر واري ڳالهه ياد رکجو!

موهن : (پريان) ها ها.. ياد آهي!

— سنگيت جو آواز —

مرضي نه هوندي به، ٻارن جي وچ واري ٽائيم پاس ڪرڻ لاءِ مون هيءَ
نوڪري پسند ڪئي.

موهن : پر مون ته توهان کي هتي اڳراون ڏٺو ڏاڍو آهي، هن کان اڳ......

رانيتا : (وڏو) ها، شاديءَ کان پوءِ مان دهليءَ هيس. گذريل ڇهن مهينن کان مسٽر
شهاڻيءَ جي بدلي ٿيڻ سبب، هيڏانهن پراڻ نگر ڪالونيءَ بنگلي نمبر 12
۾ اچي رهيا آهيون. ڪڏهن مهل ولي اچو نه ڀاڀيءَ کي آئي.

موهن : (فارم پوري ڪيس ڏيندي) مسز توهان کي ڪير ڪيئن پيئي نه مسان شادي
ڪهڙي آهيان ؟

رانيتا : (زور سان هڪ ٽهڪ هوا ۾ اڇليندي) ها ها ها!!! .... ته پوءِ هيءَ پاڻ
مون ٻارن جي پلٽڻ ڪٿان آئي ؟

موهن : (پاڻ محسوس ڪندي- اچي ٿي) اوه!.... ”آءِ ائم ساري!“.... مان به ڪو
ٻين جو موڙهو آهيان.... هين هون!!

رانيتا : (مرڪندي) پرواهه ناهي. اها ويندڙ توهان سان ٿي آهي، پر سچي ڳالهه
آهي.... (اوچتو فارم پڙهندي) پر هي ڇا، توهان ته ٽنهي فارمن تي
واڊا، راڻي، ڪملا نالو لکيو آهي؟

موهن : (عجب ۾) واڊا راڻي ڪملا!.... اوه!.... غلطي ٿي وئي ٿي ڏسجي...
دراصل واڊا، راڻي ۽ ڪملا منهنجي ٽن ڀينرن جا نالا آهن.

رانيتا : ٺيڪ آهي. مان ناهي ٿي چوان، پر.... هر هڪ ٻار جي جنم جي تاريخ
ته توهان لکي ڪالهي.

موهن : اهي ٿي، ٽي سال لکي ڇڏيو.

رانيتا : ٺيڪ آهي. هڪ جي ٽي سال، ٻين ان جي؟

موهن : ٽنهي جي به ٽي سال.

رانيتا : (پورو نه سمجهندي) جي؟؟؟

موهن : جي ها. ساڳيو ڏينهن، ساڳيو مهينو ۽ ساڳيو سال!

رانيتا : (وائڙن انداز ۾ اکيون وجهي- حيرت وچان) توهان جو مطلب آهي ته ....

موهن : (وچ ۾) ته ٽنهي ڄاون هڪ ٿي وقت ڄڻيا ڪئي... (گوڙو ڳرسي) پر
ٻاڻ سان چوڻون پاڻ آڻهن ها، ته به ارمان ڪجهه گهٽ ٿئي ها.

**رانيا** : (کلندي) ڇٽيو توهان پنهنجي پنج سالي نوڪري مقرر وقت کان ٻه سال اڳ ئي پوري ڪري ڇڏي!.... خير، ٻر ٻوءِ اٽڪل روءِ سندن جنم جي تاريخ ۽ مهنو ڪٿي ٻڌايو.

**موهن** : (هٻڪندي) ها ها.... ته ٻوءِ ڪٿي لکو.... (اميدوار ٻارن جي عمر ياد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي) پهرين ڇوڪري رميش جو جنم اٺ سال اڳ 14 نومبر ... هون! اُن ڪانپور گنگا، ٻوءِ جمنا.......

**رانيا** : (وچ ڪٽي - کلندي) ٻوءِ ڪرشنا، ڪاويري ۽ گوداوري. هين هين!.... لڳي ٿو ڀارت جون پنج مکيه نديون توهان جي گهر مان وهن ٿيون!! (رانيا جو زور سان ۽ موهن جو ڦڪو کلڻ) مان سمجهان ٿي ته اهي نديون وڏيون ٿي لائبريريون هٽي، توهان سڀني جي طرف نڪري وک وڌائي رهيا آهيو.

**موهن** : نه نه ائين نه ناهي ٻر.... مان سمجهان ٿو.... (هٻڪندي) رميش ڪانپور گنگا.... نه نه .... (ٿورو ترسي) جمنا ڪانپور گنگا، ٻوءِ لڇمي، هي ٽي ٻلاٽون ۽ ٻوءِ د ٻوڪي ۽ ٻوءِ .... (وري منجهندي) هين هين!.... معاف ڪجو، منهنجي شرمندگيءَ ڪي سڀني ٻارن جي جنم جي تاريخ ياد آهي.... سڀاڻي ڪاٿس ٻڇي ٻوءِ ٻڌائيندس.

**رانيا** : (ٿورو گنڀيرتا سان) معاف ڪجو مسٽر ٻجلاڻي، مونکي توهان جي شخصي معاملي ۾ دخل نه ڏيڻ گهرجي، ٻر لڳي ٿو ته توهان اٽڪل ستن ٻارن جي فوج گهر جي اندرئين ۽ ٻاهرئين بچاءَ لاءِ رکي آهي.... هون نه ايترن ٻارن جو پالڻ پوسڻ، ڪپڙو لٽو، تعليم ۽ ٻيون گهرجون پوريون ڪرڻ هڪ سرڪاري ملازم لاءِ.... هين هين.... معاف ڪجو....

**موهن** : (وچ ۾) اها هڪ حقيقت آهي ته گهڻن ٻارن سبب هڪ وچولو ڪٽنب زندگيءَ جي هر سک کان وانجهيل رهي ٿو. اُن جو اثر ماءُ پيءُ جي ڪمزوريءَ سان گڏ سندن مالي استٿيءَ تي ته ٻر ٻارن جي دماغ ۽ صحت تي به سٺو ٻوي ٿو.

**رانيا** : ائين برابر آهي. منهنجو ئي مثال وٺو. مونکي صرف ٻه ٻار آهن ۽ انهي کي سٺي ۽ اوچ تعليم ڏيئي ڪين سٺو ناگرڪ ٺاهڻ جو مون پڪو خيال ڪيو آهي. ٻيءَ حالت ۾ گهڻن ٻارن سبب توهان پنهنجن سڀني ٻارن کي گهربل تعليم ڏيارڻ ۾ ........

موهن : (وڇڻ - هڪ ٿڌو شوڪارو ڀري) ريتا، اهي سڀ ڳالهيون مان ٺهرائي سمجهي سگهان ٿو پر........

ريتا : (وڇڻ) تہ پوءِ Why don't you consult Doctor ?

موهن : اهائي تہ مصيبت آهي. شرامتيءَ جي، پراوار ليوجن پــا آپريشن جي سخت ورود اڳيان مونکي جهڪڻو نــي ٿو پوي. سندس ابـــا ڏاڏا، ”اولاد ايشور جي مهر آهي“ جو اعرو بلند ڪري، گهر ۾ ٻن ڪــان ٻن ڏيڍن ٽائين ٻارن جي فوجي بٽالين تيار ڪندا رهيا آهن.... شرامتيءَ جي ماءُ جو تہ اڃا تائين اهو ٻارن جو سلسلو جاري آهي، گويا ڌيءُ ۽ مـــاءُ هڪٻئي سان شرط ٻڌائي رهيون آهن !!

ريتا : (هڪ ٿڌو شوڪارو ڀريندي) سچ پچ اها تہ انتهائي افسوس جـــي ڳالهہ آهي. گهڻن ٻارن سبب توهان جي ٻي هيءَ حالت ٿي وئي آهـــي تہ ٻاپيءَ جو ڪهڙو حال هوندو!

موهن : (دکي ٿيندي) ڪڏهن ڪڏهن مرضيءَ جي خلاف، اسان کي مجبورين سان جنگ جوٽڻي ٿي پوي.

ريتا : مان وري بہ توهان کي سوچڻ لاءِ چوندي س .... (وشيہ جو رخ بدلائيندي) ٺيڪ آهي، توهان سڀاڻ ٻارن کي موڪلي ڏجو. جنم جي تاريخ 3 سال اڳ 14 نومبر مان لکي ٿي ڇڏيان.

موهن : (اٿندي) چڱو، تہ مان هلان ٿو.

ريتا : ڪنهن ڏينهن ٻاپيءَ کي گهر وٺي اچجو تہ مان وري بہ کيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪنديس.

موهن : ها ها.... ٺيڪ آهي .... (ٻنهي جي آهٽ - ٻاهر وڃي ٿو).

راجيش : (ٻاهر موهن کي ويندو ڏسي-پريان، آواز ڏيندي) موهن!.... اڙي او موهن!!.... (موهن جو ٻهي رهڻ، راجيش جو ويجهو اچي پهچڻ) ڇو ڀائي، آهي تہ خير، اڄ موڪل تي آهين ڇا؟

موهن : نہ نہ، الهين ٿي.... ڪلاڪ کن موڪل وٺي پــال مندر وڃي رهيو هوس، ٻـــارن جي داخلا لاءِ.

راجيش : (مشڪندي) تہ ڇهون ٻار توکي ساهي پٽڻ بہ نٿا ڏين....... هر سال توکي ٻال مندر ڊوڙڻو ٿو پوي.

موهن : (هڪ اونهو ساهه کڻندي) ڇا ڪجي ڀائي!

راجيش : ان طرح ٿڌا شوڪارا ڀرڻ کان بهتر آهي ته ڪجهه عملي طرح سوچ.

موهن : راجيش، تو کان ته ڪانتا ۽ گهر جي ڳالهه ڳجهي ڪانهي .... منهنجي ل
ته يار، "جڏهن ڪڻ ته جڏهن ڳوڙهو، ٻڙ ڪڻ ته ٻڙ ڳوڙهو".

راجيش : چڱو .... هيڏانهن ڪن ويجهو آڻ ته هڪ ڳالهه ٻڌايانءِ....
(ڪن ۾ ڪجهه چئيس ٿو ۽ موهن هون هون ڪندو رهي ٿو)

موهن : هون هون...... پر يار.... مولڪي ته ....

راجيش : (وچ ۾) بس، هاڻ وڌيڪ نه ڳالهاءِ.... رک رام تي.... وشواس ۽ صدق سان
سڀ، سڌي ٿيندي! (ٻئي وڃن ٿا).

— سنگيت جو آواز —

— درشيه ٻيون —

[ هڪ ٻوڳيراج، ڪپڙو رتا پهريل - ڊگهي دن لاٿين ڏاڙهي، جا وڻ جي ٽاريءَ وانگر هوا ۾ اچ وڃ پئي ڪري. ساڄي ڪلهي ۾ ڀڀوتيءَ سان ڀريل جهولي.... مٿي تي جٽائون .... سڄي بدن تي ڀڀوتي لڳل، هڪ هٿ ۾ ڊگهو چار فٽو چمٽو، ٻئي هٿ ۾ ڪارو ڪشتو، اکيون ڳاڙهيون لعل ..... ڀرپور زور سان پنهنجي ٽن ۾ آواز ڏيندو، منتر ۽ سلوڪ اچاريندو اچي ٿو- آواز پهريائين پري ۾ پوءِ آهستي آهستي ويجهو پوندو وڃي ٿو ۽ موهن جي گهر جي ويجهو پهچي ٿو].

ٻوڳيراج : (بلند، چٽو ۽ صاف آواز- هر هڪ اکر تي زور ڏيندي)
آڪاش تيرا آنچل هئي، پاتال تيري ڀراڻ هئن،
ڀرتوي تيرا ڀراڀر هئي، سڪندر جئسي چلي گئي،
رهنا تيرا نام هئي!... (ڊر ومت سئن هٽندي)

جئه ڀڀوتي والي!.... تيرا وچن نه جائي خالي!.... جئه جئه، جئه جئه
جئه جئه!!!.... آهي ڪو ٻوڳيراج جو سوال پورو ڪري...... اٽي ۽ گيهه
جو دان ڪري...... ۽ هيءَ ڀڀوتي سندس ڪلياڻ ڪري!.... جئه ڀڀوتي
والي، تيرا وچن نه جائي خالي!.... جئه جئه....جئه جئه.... جئه جئه!!!

ڪانتا : ٻوڳيراج!.... هڪ منٽ ترسجو، مان اٽو ۽ گيهه کڻي ٿي اچان.

ڀوڳيراج : (ساڳئي آواز ۾) آڪاش تيرا آنچل هئا، پاتال تيري پتراڻ هئا، ڀرلوڪ تيرا پرڀر هئا، سڪندر جهڙي چلي گئي، رهتا تيرا نام هئا.... جئه ڀوڙلي والي، تيرا وچن نه جائي خالي!.... جئه جئه....جئه جئه.. جئه جئه!!!

ڪانتا : (ڪجهه ڏڪي ڀوءِ ۾ ڪن سان ڌڪي مان اٿو ڏيندي) هان ولو ڀوڳيراج ۽ آشيرواد ڪريو ته اسان جو هيءُ ننڍڙو گهر-سنسار، خوشحال رهي ۽ آراڪ سنڪٽ مان لنگهي پار پوي.

ڀوڳيراج : (ساڄو هٿ زور سان هوا ۾ اڇليندي ۽ ڇمٽي وڄائڻ سان فضا ۾ هڪ ڀيانڪ آواز پيدا ڪندي) تٿا اسٿو! تنهنجي منوڪامنا پوري ٿيندي! جئه ڀوڙلي والي، تيرا وچن نه جائي خالي!.... (او چتو ڪاپي ڪلهي واري جهوليءَ ۾ اکيون وجهندي، ڪانتا جو هٿ جهليندي) پر مائي تنهنجي هٿ جي ريکا مان صاف ظاهر آهي ته تنهنجو پتيءَ جي گهر ۾ سٺو لوڪ آهي، هن جو تو ۾ وشواس ۽ تنهنجو آئينده اڄول آهي...... هيءَ ريکا ڇهه وٽان موڙ کائي ٿي، جا اپسوڻ جي نشاني آهي.

ڪانتا : (ڏپ وچان) صاف صاف کولي سمجهايو مهاراج!

ڀوڳيراج : (مهراج لفظ تي ڪروڌ جو اظهار ڪندي، ڇمٽو مٿي اڇلي، هٿ ۾ جهٽيندي- زور سان) جئه ڀوڙلي والي!! (ڪانتا ڏي وڃي ٿي) مهاراج نه، ڀوڳيراج چئه مائي، ڀوڳيراج!....

ڪانتا : (ڏڪندي) ڪميا ڪريو مهاراج!.... (غلطي محسوس ڪندي) منهنجو مطلب آهي ڀوڳيراج!...... هٿ جي ريکائن بابت مهرباني ڪري ڪجهه ٻڌايو.

ڀوڳيراج : جئه ڀوڙلي والي!.... تيرا وچن نه جائي خالي!! مائي، پنهنجو ساڄو هٿ وري ڏي ته گرهن جي چڪر جو اڀياس ڪريان. (هٿ ڏسي ٿي- ڏسندي) هون!.... مائي، تنهنجي هٿ جي ريکا ٻڌائي ٿي ته چندرما اٺين گهر ۾ پرويش ڪرڻ سبب، لوڪي سنتان جو لوڳ ٻارهان آهي، ان ڪري....

ڪانتا : (خوش ٿيندي- وچ ۾) سچ وچن ڀوڳيراج!.... منهنجي ناليءَ ۽ ڏاڏيءَ ۾ چيو آهي.

يوگيراج : ( اکيون ٻوٽيندي ) يوگيراج پنهنجي آتمڪ ٻل سان اهو ڄاڻي سگهي
آهي ته توکي هن وقت منو ڏيڍ ٻار آهن، جن مان پهريون پٽ ۽ سمت
ڏيڍر آهن ۽ هڪ ٻالڪ ڪورڻ ڏينهن ۾ اچڻ وارو آهي .... (زور سان)
آهي يا نه، چئه ها!

ڪانتا : ( وڏي وشواس سان) ڏنيم آهيو يوگيراج، ڏنيم آهيو! توهان گيان ۽
تپسيا جي ٻل سان سنساري ڳالهيون ڄاڻي سگهو ٿا.

يوگيراج : (اچا ۽ زور سان) چئه پيڙي والي ! ... تيرا وچن نه جائي خالي! يوگيراج
سنسار کان پري رهي ٿو سنسار ۾ رهي ٿو، ڪنول گل واڱر پاڻيءَ
۾ رهي ۽ پاڻيءَ کان مٿي!.... اهو ۽ ڄاڻي چڪو ته تو هر وقت پتر سنتان
جي ڪامنا پئي ڪئي آهي ۽ ايشور جي اچا سان تنهنجي گهر ۾
ڪنيائن جي ڪرپا سندي قطار لڳندي پئي رهي آهي... آهي يا نه،
چئه ها !!

ڪانتا : ( اداسيءَ سان) بلڪل صحيح آهي يوگيراج، بلڪل صحيح ! پر يوگيراج،
ڪرپا ڪري ٻڌايو ته هن دفعي ....

يوگيراج : (يڪدم وچ ۾ ڪٽي) چئه پيڙي والي، تيرا وچن نه جائي خالي !.......
يوگيراج ڄاڻي ويو تنهنجي من جو سوال !.... ( ڪورو ڪرسي) ماتا، پهرين
پنهنجي همت جو اوتهو اپياس ڪرڻ ڏي. هاڻ ڪابه همت ستو ڪول ماتا !
( ڪولي تي ۽ يوگيراج ڏسي ٿو) تنهن بالڪ ڪالپوءِ ورهسپت پنهنجو
استان بدلي منگل سان ملي ويو ٿو ...... هون! سائيتي وقت شني
پنهنجي پاترا اڌ ۾ سماپت ڪري چندرما ۾ پرويش ڪري ٿو. ان ڪري
تنهن بالڪ ڪالپوءِ وڏيڪ ٻارن کي روڪڻ ۾ ئي ڪٽنب ۽ گهر جي
پالين جي ڀلائي آهي.

ڪانتا : پر يوگيراج، بالڪ ته ايشور جي مهر ۽ سوغات آهي، ان کي روڪڻ ته
پاپ آهي.

يوگيراج : غلط !.... سراسر غلط !!.... ماتا، اس ۾ ورساست ۾ ته ايشور طرفان ملپل
سوغات آهي نه؟

ڪانتا : (همت جوڙيندي) بلڪل صحيح آهي يوگيراج !

يوگيراج : ته پوءِ چئو پراڻي، ان کان بچڻ لاءِ ڇتيءَ جو اُپيوگ ڪندا آهن؟

ڪانتا : (امرتا سان) شراپ ۽ ڪڙن جي ٻچاءَ لاءِ يوگيراج.

يوگيراج : ته پوءِ هيڪاندا ٻار ٽه جيءَ جو جنجال آهن. اُن ڪري استري ۽ ٻار، لڳل ۽ روڳي، گهر جي مالي اسٿتي ڏانوان ڏول ٿي ٿي. (زور سان) آهي يا نه، چئو ها!

ڪانتا : ها يوگيراج، پر....

يوگيراج : (وچ ۾) پر پر ڪجهه نه، منهنجي سوال جو جواب ڏي.... ماتا، توکي ڏهون ٻالڪ پيارو آهي يا نه؟

ڪانتا : (منجهندي) ڇو ڇو.. ڇا ٿيو يوگيراج؟.... ڏهين ٻالڪ جو پيءُ ٿي ڪو گهاتي ڪرو آهي ڇا؟ ڪا سنڪٽ جي ڳالهه آهي ڇا؟؟

يوگيراج : (زور سان) جنم ڏيڻ والي، ٽيرا وچن نه جائي خالي!.... يوگيراج جهڙي نوراني لٽن، اهو مهان سنڪٽ، لباهيءَ ۽ سرو ناش جو درشن ڏيهجي آنڪ پل سان ۽ تپسيا جي زور تي منهنجي مستڪ تي صاف ڏسي رهيو آهي.

ڪانتا : (هراسجل حالت ۾) يوگيراج، ڪرپا ڪري ڪري سمجهايو، منهنجي ته دل تي گهبرائجي وئي آهي.

يوگيراج : (دردناڪ سان) دل کي مضبوط ڪري ٻڌ ماتا.... منهنجي اُن ناٿين ٻالڪ ڪالهوءِ ورهيچس، شني ۽ چندرما ٻنهي استان ڏيکاري ٿا. منهنجي ڏهين ٻالڪ جي پير ۾ شني، پيٽ ۾ راهو ۽ ڪنڌ ۾ ڪيتو واسو ڪري ٿو. گرهن جو اهو اوچتو چڪر، ٻالڪ جي پتا جا پراڻ نه وٺي سگهي ٿو، اُن ڪري....

ڪانتا : (هراسجل حالت ۾، روئڻهارڪي آواز ۾ پٺي هٿ ڪڻي لسي رکندي) بس بس يوگيراج! ڪرپا ڪري اُن چڪر کان ڇوٽڪاري جو ڪو اُپاءَ ٻڌايو!... مهرباني ڪريو يوگيراج!! (سڏڪن جو آواز)

يوگيراج : يوگيراج وٽ اُن لاءِ اُپاءَ هڪ نه، هزار آهن. پر اُهي جي پوري سچي دل، صدق ۽ وشواس سان ٿيڻ گهرجي.

ڪانتا : اُهين ٿي ٻڌندس يوگيراج. مهرباني ڪري جلدي ٻڌايو.

يوگيراج : پهرين ڳالهه ته ايندڙ هفتي ۾ ٻڌا ڏيندڙ ناٿين ٻالڪ ڪالهوءِ پرياوا لبو جن بعدل آيريشن!.... ٻي ڳالهه ته هيءَ ٻوڙي (جهولي طرف اشارو ڪندي) ناٿين ٻالڪ جي جنم وقت، توکي ٻنهجي ۽ ٻالڪ جي مستڪ تي لڳائڻي پوندي.

ٻوڪيراج : (ڪروڌ سان وڄي) جئه ٻهوڙلي والي، تيرا وچن نه جائي خالي!
(چمٽو هوا ۾ اُڇليندي)

ڪانتا : (وچ ۾) ٻوڪيراج، توهان هٿن جو جهڙو چراٻو معاف ڪريو...مان تي توهانکي ڏکيا ڏيان... (انهن چئي رتي جي ٻلاڪ مان پئسا ڪڍي ڏئيس ٿي).

ٻوڪيراج : چڱو، ماتا .... مان هميشه هلان ٿو، وري انهن ٻالڪ جي جنم ڪانپوءِ ڇهين ڏينهن ايندس،

موهن : (ٽوڪرائيءَ سان) ٻوڪيراج، ٻهڻو گهر سمجهي ٻيا اچو وڃو سڪرج نه ڪجو.

ٻوڪيراج : (وينديءَ - ٻڙاڏي وارو آواز)

آڪاش تيرا آنچل هئه، پاتال تيري ٻراڻ هٿن،
ڌرتي تيرا ٻرام هئه، سڪندر جهڙي چلي گئي،
رهتا تيرا نام هئه!... جئه ٻهوڙلي والي، تيرا وچن نه جائي خالي!
جئه جئه.... جئه جئه.... جئه جئه!!! (آواز پرو ٿيندو ٿو وڃي)

[ ٽون ڏينهن ڪانپوءِ - ساڳيو گهر ]

موهن : هڪ ڪري ستو ٿيو جو شروعات ۾ ٻچاڙي پٽ سان ٿي آهي.

ڪانتا : سچ پچ نه ٻوڪيراج جي ان هيٺ اچي مون آپريشن جي ڳالهه ڪئي... جهڙي سندن واڻي مٺي، اهڙو ئي ٻوراڻي ۽ انوکا ليچ سندن پيشانيءَ ۾ هر... ڏاڍا گياني ۽ پهتل آهن!... اچ ڇنيءَ ڏينهن اچڻا آهن ۽... سندن لاءِ گرم شال، سوا ڏهه روپيا نڪتا ۽ رات جي رسوئيءَ جي پاسي هئم!

موهن : هاڻ ڇڏ انهن اجايون ڳالهين کي.. اهي پورنگي ٻاوا ڏينهن جو ٺڳڻ سادو سمت ۽ رات جو رلن رستن ٿي. (اوچتو ٻري ڪان ٻوڪيراج جي اچڻ ۽ شلوڪن ۽ منترن جو آواز اچڻ)

ٻوڪيراج : (آواز ٻرو، ڇنو ۽ آهستي)

آڪاش تيرا آنچل هئه، پاتال تيري ٻراڻ هٿن،
ڌرتي تيرا ٻرام هئه، سڪندر جهڙي چلي گئي،
رهتا تيرا نام هئه.... جئه ٻهوڙلي والي، تيرا وچن نه جائي خالي!
جئه جئه.... جئه جئه.... جئه جئه!!!

ڪانتا : (سامهون راجيش کي ايندو ڏسي) اڙي راجيش!.... ٻاهر يوگيراج جو آواز
ٻڌي اُٿي آءُ، ٻاهران ڪي هليا ويا ڇا؟

راجيش : پاپي، يوگيراج کي ته پوءِ به ڏسي وٺبو، ٿورن مهيني لاءِ ڪجهه ڪاڏي
ٻئي جو بندوبست ڪر، ڏاڍي بک لڳي آهي.
(موهن کي) ڪيئن ٿو ڀانئين موهن؟

موهن : ها ها.... ٿورن ٻوڄن، پوءِ ٻيا ڪم.

ڪانتا : (جلدي ۾) سڀ ڪجهه ٺهي ٿو، ترسو... ٿورڙائين مان ٻاهران يوگيراج کي
نه ولي اچان!.... (ٻاهر دروازي طرف وڃي ٿي ته وري ڪمري اندران
آواز اچي ٿو).

آڪاش تيرا آنچل هي، پاتال تيرا ٻـراڻ هين،
پرٿوي تيرا پراڻ هي، سڪندر جيسي چلي گئي،
رهنا تيرا نام هي! جئه ٻوٽي والي، تيرا وچن نه جائي خالي!!

جئه جئه... جئه جئه... جئه جئه!!! (آواز ڪمري مان ايندو ٻڌي، ڪانتا
واپس ڪمري ۾ اچي ٿي ۽ پريان راجيش کي اهو چوندو ٻڌي، ٻت
اٿي ٻهي رهي ٿي ۽ راجيش سامهون ٻهندي چوي ٿي)

ڪانتا : (پريان ٻهي) راجيش، نه چئبو اها سموري شيطاني ٿيندي هئي! ٿورن ٿي
يوگيراج ٿي آيو هئين!!

موهن ۽ راجيش : } (ٻئي گڏ- ڳائيندي) جئه ٻوٽي والي، تيرا وچن نه جائي خالي!!!

[زور سان ٺڪن جو آواز ايندو رهي ٿو].

☐

365-B, Sardar Nagar, Ahmedabad-382475.

# چال چلون دل واري

## گوپي موٽواڻي

پاتر :—

1. ديوان سوڀراج — عمر 64 سال رٽائرڊ پوليس ڪمشنر
2. شوڀا :— سوڀراج جي پتني، عمر 57 سال
3. صاحب :— سوڀراج جو صاحبزادو، عمر 35 سال
4. دادي :— ديوان سوڀراج جي وڏي ڀيڻ عمر 75 سال
5. ڪانتا :— داديءَ جي ڏيروٽ عمر 36 سال

(منظر پهريون)

(آسٿان : ديوان سوڀراج جي بنگلي جي ٻاهرين وارو ڪمرو، جو سهڻي ۽ اچي فرنيچر سان سينگاريل آهي. ٻه سيٽ صوفا جا رکيل آهن ۽ وچ ۾ سهڻو وڏو سينٽر پيس (Centre Piece) ڪمري جي هڪ طرف ڊائيننگ ٽيبل ۽ چار ڪرسيون پيل آهن.)

وقت : شام جا 4 بجا.

(ديوان سوڀراج اخبار پڙهي رهيو آهي. صاحب هڪ ناول ۾ اکيون اٽڪائي ويٺو آهي مگر هر گهڙيءَ اکيون ٻاهرين دروازي ڏانهن کڄي ٿيون وڃنس. شوڀا ڪچن واري پاسي کان اچي ۽ پٽ کي ڏسي ويهي ٿي.)

شوڀا : اڙي صاحب، توکي ڇا ٿيو آهي؟ ڏاڍي انتظار مان پيو هر گهڙيءَ ٻاهر نظر ڊوڙائين.

سوڀراج : (ٽوليءَ پري اوچي) ڇا ڪري تنهنجو لاڏلو. 35 سالن ٿائين ولڙي نه ولي ڏٺي اٿيئي نه ضرور....

شوڀا : (وچ ۾ ڪٽي) مون نه وني ڏٺي ني ماٺس؟ ڪنهن ۾ نه ڪا پسند اچي نه!

سوڀراج : شوڀا راڻي، هيءَ آهي تنهنجو فرمان بردار پٽ. سو تنهنجي پسندي سا

اسانجي پسنديءَ. هيل تائين نه ڪوئي ڪابه ڇوڪري پسند نه آئي آهي،
جيڪڏهن تنهنجي پسنديءَ موجب اسرا ٿي مليس ته نقد ناراڻ جي
پوڄا ڪانسواءِ تون قدم اڳتي به نٿي چڙان ته. مون اسسٽنٽ پوليس
ڪمشنري ڪمائي ۽ تنهنجي ڪمشنريءَ کي سلام آهي. (انداز وڃان
سلام ٿو ڪريس) انگريزيءَ ۾ پڻ پٽ، Listen my son, this time, if you
like this girl count your heart throbs & okey it is. مٺن چال چلون دل واري
(ٺڪري سان ڳائي ٿو.)

شوڀا : هاڻي وري پٽ کي ڪهڙيون انگريزيءَ ۾ صلاحون پيو ڏين؟ پٽ فرمانبردار
آهي ته توهين به ته مونکان ٻڌندا آهيو.

سوپراج: (انداز سان) ائين؟ اڙي، توکان ٻڌندو ڪير، آهيان فقط پوليس جا
اصول آزمائيندو آهيان. ها، شوڀا، هڪ ڳالهه ياد رکج ته دادي پنهنجي
ڏيروت ۽ هنجي ڌيءَ سان اچي رهي آهي. سو تون پنهنجي زبان ۾
شيري ذرا وڌيڪ وجهي ڳالهائجانءِ. موڙا مڇڪا نه ڏجانءِ هنجي سامهون
دادي آخر ۾ منهنجي ماءُ سمان وڏي ڀيڻ آهي.

شوڀا : سو مان موڙا مڇڪا ڏيندي آهيان. مونکي ننڍي وڏائيءَ جي خبر ني
ڪانهي.

سوپراج: (کلي) مٺ مائٽ ته ائين چوندا آهن. هيءَ سڀ توکي انڪري ٿو چوان
جو 35 سالن تائين پٽ برهمچاري ٿي گذاري سا ڳالهه، منهنجي اندر کي
کائي ٿي.

(بنگلي جي گيٽ جي ڪار جو آواز)

صاحب : هاڻي بس ڪريو مما پپا. شايد دادي اچي ويئي آهي. (سوپراج اٿي
وڃي در وٽ داديءَ کي پيرين پئي وڏو ڀاڪر ٿو پائي. داديءَ کي
ولي پٽڪ واري ڪمري ۾ گهڙي ٿو. ساڻن گڏ داديءَ جي ڏيروت
ڪانتا ۽ سندس ڌيءَ سندر سڀ ول ڪايل روشن واري ۽ هلڪي ميڪ اپ
۾ ڪملي به گهڙن ٿيون. صاحب ڪمليءَ کي ڏسندو ئي ٿو رهي)

شوڀا : (داديءَ کي پيرين پئي) اچو دادي ڀلي ڪري آيا.

دادي : شوڀا، هيءَ منهنجي ڏيروت ڪانتا آهي. انڪري ڪندي آهي ريلوي
۾. هيءَ اسانجي ڪمل نئي ڪملي. ڪانتا هيءَ منهنجو ڀائٽيو، هيءَ

صاحب : ڇنبو ته توهان ايم. اي.، ايل. ايل. بي پاس ڪئي آهي.

ڪملي : ها، آن سان گڏ ٻاج جو مئنيجمينٽ جو ڪورس به ڪيو آهي. مان آفيسر جي گريڊ ۾ ڪم ڪري رهي آهيان.

شوپا : اهين ته منهنجو صاحب به وڏيءَ ڪمپنيءَ ۾ انجنيئر آهي.

صوپراج : شوپا، مهمان جي خاطري نه ڪر ڪا....

(شوپا اٿي وڃي ٿي رڌڻي ڏانهن)

صاحب : (حوصلو وڌيس ٿو) توهان مولسان خلاصو گڏ جو ته توهانکي ڪو اعتراض نه نه ٿئي.

ڪملي : بلڪل نه، اڳتي قدم وڌڻ کان اڳ هڪ ڀيرو ضرور گڏجي ڪلي طرح ڳالهائڻ کپي.

ڪانتا : پت، منهنجي ڪمليءَ ۾ اهڙي سڀ ڳڻ. گهر جو ڪم به سٺو ڄاڻي. وڏندي پنهنجا ڪپڙا به پاڻ سبي، باقي گهٽيءَ ڏيتي ليتيءَ جي خلاف آهي ۽ نه وري اسان ۾ اهڙي سمرٿي آهي.

صوپراج : پيڻ، اهڙو ڪو فڪر نه ڪريو، ها ڪملي پت، تون پنهنجي آفيس جو فون نمبر ڏيئي ڇڏ.

(ڪملي پرس کولي پنهنجو ڪارڊ ڏئي ٿي. شوپا اوڪراڻيءَ کان ڇهه ۽ مٺائيءَ جون پليٽون ٽيبل تي رکائي ٿي)

شوپا : دادي، چانهه پيئندا يا ٿڌي ڊرنڪ؟

دادي : پاڻ کي ته چانهه کپي هنن کي ٿڌي ڊرنڪ کپي ته ڏيس.

صوپراج : سڀني لاءِ چانهه ڪٽي تيار ڪراءِ.

(شوپا وري وڃي ٿي رڌڻي ڏانهن ۽ جلد ٿي چانهه جو آرڊر ڏيئي، واپس صوفا تي اچي وهي ٿي.

صوپراج : صاحب، سڀني کي.......

صاحب : ها پيا، (صاحب اٿي سڀني کي پليٽون ڏئي ٿو ۽ پليٽن ۾ ڇهه ۽ مٺائي وجهي ٿو.

صوپراج : صاحب، ڪمليءَ جي پليٽ ۾ مٺائي نه ڇگيري وجهه. دادي، توهان ته مٺائيءَ جا شوقين آهيو. صرف هڪ چکي. اهين ڪيئن ٿيندو. (ڪانتا کي) پيڻ هيءَ سمبوسو ضرور کائجو. شوپا کاڌي رڌڻ جي ڏاڍي شوقين آهي ۽ انکان وڌيڪ کائڻ جي (وڏو ٽهڪ ڏئي ٿو) ڪملي

ڏيءُ توکي ڇا رڌڻ ايندو آهي؟

شوبا : سڀ ڏينهن آفيسر جي ڊائريءَ مان فرصت ئي ڪٿان ملندي هوندس جو رانڌڻي ۾ گهڙي!

ڪملي : موٽڪي پنج ڏينهن آفيس آهي. مان نه صرف رڌڻ جي شوقين آهيان پر سبڻ جو ڪم به مان پاڻ ڪيان. مهيني ۾ ڇا ۽ پڙهڻا بلائوز، ڊريسون مان پاڻ سبندي آهيان.

شوبا : (طنزيه لهجي ۾) پتاڪ نه ٿي هڻين. مان تم اهڙا لڳين ڳالهه ٿي ٻڌان. اڄ ڪالهه نوڪري ڪندڙ نه درزي جو ڪي سبڻ پائين. ها ماءُ نوڪري ڪندڙ ٿيندي نه ڌيءَ جو هڏ ضرور ڳلل هوندو.

(نوڪرياڻي چانهه جي ٽري آڻي ٽيبل تي ٿي رکي)

صوبراج : اڇها چانهه به اچي وئي. ڪملي پٽ، تون سڀني کي چانهه پيار.

شوبا : (پڻ پڻ ڪري) توهان ته اڃا هاو جڳڪ هيئر ڪان ٿي گهرجي لڳهن آهي.

صوبراج : 'جڳڪ' کي ساڀيا اٽاڻي سگهجي ٿو ۽ توکي شوبا! ڪجهه پڙهو هڻي نه پيو.

شوبا : ٽي. وي. ۾ ڪم ڏسڻ جو شوق اٿئي؟

ڪانتا : ڪملي نه ڪوبه پروگرام ڪين ڇڏي. هڪ ڏينهن ٽي. وي ۾ ڪو پڻ پروگرام ڏنو اٿس.

شوبا : (خوش ٿي) ڪهڙو؟ ڇا راڳ ڳائڻ ڄاڻين؟

ڪملي : نه مان راڳ جي پروگرام ۾ نه پر ادبي مباحثي جي پروگرام ۾ ڀاڱو ورتو هو. جنهن جو تعلق مهنجي نوڪريءَ واري ڪم سان آهي قاعدو قانون ۽ ليبر پرابلمس.

(شوبا جي چهري تي اڻ وڻندڙ ڀاو. سوچي چپ چاپ چانهه پيئي ٿي)

شوبا : (ڪجهه ياد ايندي) اڙي تنهنجي عمر پڇڻ ته وسري وئي.

ڪملي : مهنجي جنم جي تاريخ آهي 1 جنوري 1957.

شوبا : (حساب ڪري) 57 ۾ ڄائي آهي ۽ هي 87 هلي رهيو آهي يعني...

صوبراج : (وچ ۾ ئي ڪٽي) يعني 30 سال عمر.

شوبا : ... ٽان پنج سال ننڍي آهين اس.

پڪو پٽ ٿيءُ.

صاحب : ضرور پپا ضرور توهان جي نيڪ صلاح تي هلندس.

(ڇهون سين)

سوراج جي گهر جو ڊرائنگ هال. ڊائيننگ ٽيبل تي ڪاڪو رکيو آهي
سوراج ماني کائي ٿي، وڃ، وٺو ڏسي. شوڀا صاحب جي اوسيئڙي ۾
ويٺي آهي.)
وقت : رات جا نو ٻجا.

سوراج : شوڀا، تون ماني کائي ڇڏ. ويو هوندو پنهنجي ڪنهن دوست سان گهمڻ.

شوڀا : هميشه مانيءَ جي وقت ٽائين نه ڪنهن نه ڪنهن اولي پهچي ويندو آهي.

(ڪار جو آواز ٻڌي ٿي)

ڏسو اچي ويو نه وقت تي (پٽ کي گهر ۾ گهڙندو ڏسي) اڄ دير ڪري آيو آهين صاحب، هونءَ نه ستين اٺين پهچي ويندو آهين.

صاحب : (ٽاءِ کي ڍلو ڪري) مما، اڄ هڪ جهونو دوست گڏجي ويو. دهليءَ مان آيو آهي هڪڙي ماءِ ڪارڻ، سو تون ٻل ماني کاءِ.

(شوڀا ماني کائي ٿي)

صاحب : هان مما منهنجو، جهونو دوست دهليءَ ۾ ملهوترا ۽ ملهوترا ۾ ٿي نوڪري ڪندو آهي. آفيس جي ڪم سان آيو آهي. ڪمليءَ جي نه دهلي آفيس ۾ به سندس لياقت جي ساک آهي.

شوڀا : (مرڪي) ڇڏيو نه توکي ڪملي اصل منڊي وٺي آهي، ڪلهه ڪان وٺي ڪمليءَ ڪالسواءِ ڪجهه ڳالهايو ئي ڪونهي. انهن نه ڇوڪري لائي ڪاٿي ٻر ايڏي وڏي نوڪري ڪندڙ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ڀت ته ڪا گهرو ڇوڪري جا گهر سنڀالي.

صاحب : گهر جو سڀ ڪم نه ڄاڻي. پنهنجو گهر نه تون سنڀالي ويٺي آهين. مونکي الڳ ڪرڻو ئي ڇا؟

شوڀا : مان ڇو توکي الڳ ڪندس. تون نه سو الڳ ٿين جيئن پرڪاش الڳ

رهڻ جي ڀلائي بدلي ڪرائي هليو وڃو. ٻڌي ڳالهه ته ڇوڪريءَ وارا
پوري سوريءَ وارا آهن. اسين آفيسر ماڻهون، ڪٿين ته پاڻ جهڙا ماڻهو،
دادي جي پرچا آهن ته شاناڻتا ڪٿي ڇڏبا پر....

سورياج : ڇڏيو هن ڇوڪريءَ کي ته ڪيئن ناپاس. صاحب پست، تنهنجي ممي اوکي
پرهيزگاري اٿالي رکندي نه ته تون چال چل دل واري.

شوڀا : پرڪاوس، جيئن پرڪاش کي پرڪايو هو. هو نه وري به پيسي وارا
اسان جا ثاني شريڪ ته آهن. هيءَ زال مڙس ڪن اوڪري سا به رلوي
پر...... توهان جاڻو جيئن توهان کي وڻي.

(روسامي وچان مالي اندر چلي وڃي ٿي ته صاحب روڪي وٺاريس ٿو)

صاحب : مما تون مالي ڪاڻ ته پوءِ سالهه ستيءَ سان ٿا ڳالهايون.

(مالي ڪاٺي ٿي. سورياج ٽرانزسٽر وڄائي ٿو. راڳ جو آواز: پيار ڪيا
تو درنا ڪيا... صاحب، ٻيءَ جي پر وينو، مما ۽ پاپا کي ڏسي)

سورياج : واه راڳ ڪهڙو نه پوري وقت تي آيو آهي. صاحب، پيار ڪيا تو
درنا ڪيا...... (هٿن سان سيٽر پيس تي طبلو ٿو وڄائي.)

شوڀا : (هٿي ٿي) توهان ته رتاڻ ڪرڻ ڪالبوه وڃو پيا جوان ٿيندا.

(شوڀا لٽڪن سان همت اڳهي صاحب جي سامهون ٿي وڃي ٿي)
ها، هاڻي ڪهڙيون ڳالهيون ڪرڻيون اٿيئي؟

صاحب : مما، مان توکان جيڪي پڇان ان جا برابر جواب ڏج. سچ ٻڌاءِ ته اوکي
ڪملي وٺي ته؟

شوڀا : ڇوڪري ته مولڪي ليڪ لڳي پر......

سورياج : پر پر ڪري ڳالهه کي پر اڳالي آڏاڻ جي ڪوشش نه ڪر شوڀا.

صاحب : مما، مولڪي ڪملي وٺي آهي. هنجي ماءُ به، وٺي ۽ جڏهن گهر ڇڏي
آيومان ته مولڪي سعدس به پياڻو ۽ پيءُ به گڏيا. ڏاڍا قربائتا ۽ شان
مان وارا ماڻهو آهن.

شوڀا : شان مان وارا ڪيترا به هجن پر اسان سان اوميچي سگهندا. ڪين آهي
ان روحس واري فلئٽ، اسان کي هيڏو سارو بنگلو.

صاحب : چا پئسو ۽ پوزيشن تولاه ايتري اهميت ٿو رکي جو تون هن دنعي به
منهنجي پسند واريءَ ڇوڪريءَ کي لڪرائي ڇڏيندينءَ. ليڪ آهي نه

پوءِ مان هن ڪاپوءِ ڪالهه ڇوڪري نه ڏسندس (ڪمليءَ ڪانسواءِ آهستي ڇيئن ٺٺ ٻيءَ ٻڌي سگهي) ۽ برهمچاري ٿي رهندس.

سوڀراج : Listen my son, again & again I tell you if you like Kamli count your heart throds & obey to it is-

پٽ، تون نه ره برهمچاري.... پر.... چال ڪا چل دل واري.
چال ڪا چل دل واري (گن گنائي ٿو)

شوڀا : برهمچاري ٿي رهن لڇڇا دشمن ۽ تولاءِ ڪو ڇوڪريون ڪئيون ڇا!

سوڀراج : ڇوڪريون نه ڪو نه ڪئيون آهن پر تون ڇوڪريون ڪٿائي ٿي ڇڏين - واه واه

(ٺهڪ ٿو ڏئي)

(ڇهون چوٿون)

مهندي ڪاپوءِ - سوڀراج جو بنگلو، وقت منجهند جو هڪ بجا.

سوڀراج : (گهر ۾ گهرڻ سان) شوڀا، اڄ والدين ۾ ڪهڙا ٻيئي طعام تيار ڪرائين؟ ڪير اچڻو آهي؟

شوڀا : توهان اچي ويا. ڪيڏاهن ويا هئا. ٻارهين بجي اڪتا آهيو.

سوڀراج : ويو هوس ڪنهن دوست کي گڏجڻ. اصل ڇڏيئي نه پيو. اچا نه ماليءَ لاءِ ٻئي زور ڪيائين. پر مون چيو نه تون ڪٿي انتظار ڪري ناراض نه ٿي وڃين.

شوڀا : سو مونهن جي ناراض ٿيڻ جي پرواه اٿو. خير وري ا، سٺو ڪيو جو وقت سر اچي ويا، صاحب چيو نه اڄڪل ڏهه ٻارهن دوست آئيندو لنچ تي سو جيڪي ڇئي واو آهي سو ناهي تيار ڪري رکيو آهي. چيائين پئي نه پپا کي ڪيڏاهن وڃڻ نه ڏجانءِ. توهان نه ٻنا ٻڌائڻ جي اڪري ويا.

سوڀراج : مهمان ڪيڏي مهل اچڻا آهن.

شوڀا : ڏيڍ بجي وچ ۾ (ٻاهران آواز ٻڌي ٿي ڪار جي در کلڻ ۽ بند ٿيڻ جو) اچي ويا آهن.

سوڀراج : (دريءَ کان نهاري) اڙي شوڀا هيڏاهن ڏس، هيءَ نه سچ پچ چال چلي دل واري ڪري آيو آهي. (ڳائي ٿو) مٺن چال چاون دل واري.

شوڀا : جيائين ٻئي ارهچاري ٿيندس.

صوڀراج : مولکي نه چيائين نه نه ڪمليءَ سان شادي ڪندس.

شوڀا : (مرڪي ادا سان) ڪمشنر صاحب سلام ڏنو هان ا، امت پوليس طرفا ڪم آندا.

صوڀراج : سلام ڀلام ٻوه ڪيج - سيکهه ڪر ڪير جي ٿالهي ڪٽي آڻ ۽ مٺائي ٻڻ. ڪير جا ٽڪا چندا هٽين نه ڪير ڪنهن جهسان گهر ۾ رهن. (ٻـاڻ ڏر وٽ وڃي ٻيهي ٿو) ٿرسو ٻاٻا ٿرسو شوڀا ساٿ سڀني ڪندي. شوڀا ڪير جي ٿالهي ڪٽي اچي ٿي ۽ اوڪرياڻي ٿالهيءَ ۾ مٺائي.

(شوڀا ڪير جا چندا سيڏي کي هٽي ٿي ۽ مٺائيءَ جو ٽڪر واس ۾ وجهي ٿي. صاحب ۽ ڪملي نه ٻيءَ کي ٻيران ٻون ٿا)

شوڀا : شل سدا خوش رهو آنند ۾ رهو.

صوڀراج : (چيچ ٿو هٽي) مٺن چال جاون دل واري.

شوڀا : ڏسو نه خوش ائين ٿا ٿون جڻڪ پاڻ شادي ڪري آيا آهن.

(سڀيئي ٽهڪ ڏيئي کلن ٿا) □

12-A, Anand Vihar, Str Martina Road, Bandra, BOMBAY–400050

o o o o o o o o o o o o o

” ناٽڪ اوٻس جي اها وڏي خاصيت آهي ته جيئن سندس ڪردارن جون شخصيتون سندس شخصيت کان الڳ آهن تيئن ڪردارن جي ٻولي ٻڻ سندس ٻوليءَ کان الڳ هئڻ کپي.“

- مرزا ڪليچ بيگ

مڪمل ايڪانڪي ناٽڪ

# هڪ ڪلاڪار ۽ ....!!!

□ جڳديش شوداڻپوري

— پاترواري —

| | | |
|---|---|---|
| سيٺ گرڌاس امرچند | | عمر 42 سال |
| سيٺاڻي گرڌاس | ( سيٺ جي زال ) | " 38 " |
| راجيش ميگهاڻي | ( سيٺ جو پٽ ) | " 24 " |
| سنگيتا " | ( راجيش جي زال ) | " 21 " |
| ڊاڪٽر اشوڪ آڏواڻي | (راجيش جو دوست) | " 22 " |

شروعات :—

( پردو کلڻ سان اسٽيج تي اونداهه آهي. وچ تي صوفا رکيل آهي، صوفي جي ساڄي پاسي ڪنڊ ۾ هڪ ٽيبل ڪرسي پيل آهي. کاٻي پاسي ٻاهر اچڻ جو مکيه دروازو آهي، ڪرسيءَ تي ناٽڪ جو ڪردار راجيش ميگهاڻي ويٺو آهي. هٿ ۾ ٽيبل لئمپ جو بٽڻ اٿس جنهن کي بار بار ٻاري ٿو.... بند ٿو ڪري. منچ تي روشني آهستي-آهستي وڌندي وڃي ٿي. ڪجهه پلن ۾ روشني سمپورڻ منچ تي ڦهلجي وڃي ٿي ۽ ناٽڪ جو هڪ ٻيو ڪردار ڊاڪٽر اشوڪ آڏواڻي پرويش ڪري ٿو.)

ڊاڪٽر اشوڪ آڏواڻي : هلو، مسٽر ميگهاڻي ڪٿان ٿي آهيو نه ؟

راجيش ميگهاڻي : (دکيءَ واري لهجي ۾) ميگهاڻي!.... ميگهاڻي (ٽوڪ ۾ مشڪندي) ميگهاڻي نه ڪڏهن جو مري (ختم) ٿي چڪو آهي. باقي هن وقت اوهان ميگهاڻيءَ جي لاش سان ڳالهائي رهيا آهيو.

ڊا. اشوڪ : هيءَ اوهان ڇا چئي رهيا آهيو؟ اوهان نه سنڌي رنگ منچ جا هڪ مڪمل مايناز ۽ ماهر ڪلاڪار آهيو.

ميگهاڻي : (طنزيه انداز ۾) ٽهڪ ڏئي کلي: ڪلاڪار.... ها مان هڪ ڪلاڪار!؟ جيءَ ها مان هڪ ڪلاڪار آهيان. هڪ اهڙو ڪلاڪار جنهن جو هن وقت سڀ ڪجهه لٽجي چڪو آهي، هڪ اهڙو ڪلاڪار جنهن جي زال، پيار ۽ هيءَ گهر جنڊي هميشه-هميشه لاءِ هليا ويا آهن. هڪ اهڙو ڪلاڪار جنهن کي هن وقت کائڻ لاءِ اناج جو هڪ داڻو به ڪونهي ڪلاڪار.... مان هڪ ڪلاڪار....!؟

ڊا. اشوڪ : نه مسٽر ميگهاڻي اڃا اوهان وٽ گهڻو ڪجهه به نه بچيو آهي جنهن کي ڪير به ڪڏهن لٽي نه سگهندو ۽ نه ختم ڪري سگهندو ۽ اهو آهي اوهان جي اندر جي اڪيل ڪلا.. ( I mean Art ) ۽ جنهن جو ڪير به مالڪ ٿي نه سگهندو.

ميگهاڻي : ( دک واري انداز ۾) مسٽر آڏواڻي منهنجي زندگي هڪ اهڙو واڳڻ آهي جنهن جو پاڻي بلڪل ٽري (هيٺ) ۾ اچي پهتو آهي.

ڊا. اشوڪ : ڇا مطلب؟

ميگهاڻي : مان هن وقت بس چند گهڙين جو مهمان آهيان مونکي بلڊ ڪينسر (رت ۾ ڪينسر) آهي ۽ اها ڳالهه مون هڪ ٻئي کان به لڪائي.

ڊا. اشوڪ : (عجب مان) What ؟ بلڊ ڪينسر؟ نه - نه جڙ اهو سڀ ڪوڙ آهي..

ميگهاڻي : (اٿي ۾) ڪاش! جيڪر اهو سڀ ڪوڙ هجي ها!؟ مسٽر آڏواڻي اوهان مونکي وڌاءُ وڌاءُ ڳالهيون پڌائي ڪري، منهنجي ويران ٿيل زندگيءَ ۾ آشا جي ڪرڻ جاڳائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيا آهيو. منهنجي زندگيءَ ۾ اوهان بهار آڻي نٿا سگهو.

ڊا. اشوڪ : نه نه مسٽر ميگهاڻي اوهان ائين نه چئو- مان اوهان جي زندگيءَ کي هڪ دفعو وري آباد ۽ سرسبز بڻائڻ لاءِ آيو آهيان.

ميگهاڻي : نه.... نه اوهان مونسان مذاق ڪري رهيا آهيو. اوهان... ....... Please هن وقت مونسان اهڙي قسم جي مذاق نه ڪريو.... ڪٿي..... مان پاڳل نه ٿي وڃان.

ڊا. اشوڪ : مان ”رنگ-ساگر“ اخبار جو سمپادڪ آهيان. مسٽر ميگهاڻي مان سنڌي رنگ منچ لئي اوهان جا ڪيترائي اوڪيرا ناٽڪ ڏسي ۽ پڙهي چڪو

اهيان ۽ هن وقت مان اوهان جو ناٽڪ اسٽيج ڪرڻ چاهيان ٿو .... ۽ مان
اِن لاءِ اوهان کي ناٽڪ جي رائلٽي (Royality) پڻ ڏيندس.

مينگهاڻي : (خوش ٿيندي) هان! توهان منهنجي ناٽڪ جهڙي رائلٽي ڏيندا، توهان منهنجي زندگيءَ جي هڪ دور ڪندا...... پوءِ...... پوءِ مان توهان کي سڀئي به سٺو ناٽڪ ڏيندس ۽ توهان چاهيندا ته مان پاڻ اُن ۾ رول ڪندس. (ناٽڪ جي اسڪرپٽ کڻي) هيءَ ڏسو منهنجي محنت ۽ لگن سان لکيل ناٽڪ "هڪ ڪلاڪار ۽......!!!!" اِهين نه پر منهنجي زندگيءَ ۾ ڪابه خوشي نه هجي پر نه نه هيءَ ناٽڪ ڪل خوشيءَ سان ڀرپور آهي.

ڊا. اشوڪ : هان! اها ڳالهه آهي پوءِ ته مان توهانجو اهو ناٽڪ ضرور اسٽيج ڪندس.

مينگهاڻي : (جلد بازي ۽ اُساهه وچان) مسٽر آڏواڻي هيءَ ناٽڪ منهنجي زندگيءَ جي ڪٺن مٺن موڙن جي هڪ حقيقت آهي سچي حقيقت، منهنجو خزانو، ملڪيت، منهنجي زندگي جي جيئڻ جو سهارو آهي. منهنجي به ڪنهن وقت هڪ وشال ۽ شاد آباد زندگي هوندي هئي. مان به ڪنهن پنهنجي مميءَ - ڊئڊيءَ جو هڪڙو ئي سڪيلڌو پٽ هوندو هوس. منهنجي مم مولڪي پيار ۽ سک وچان مولهي ڪري چوندي هئي.
هيءَ ناٽڪ اُنهن ئي اَمر يادگيرن جو تحفو (سوکڙي) آهن.

ڊا. اشوڪ : مان انهن يادگيرن جي سوغات کي پڙهڻ چاهيان ٿو.

مينگهاڻي : (ڊاڪٽر کي اسڪرپٽ ڏيندي) هان وٺو هيءَ ناٽڪ ۽ خود ئي پڙهو.

ڊا. اشوڪ : (ناٽڪ جي شروعات پڙهڻ سان) "هڪ ڪلاڪار ۽.... !!!!" (ڊاڪٽر پڙهڻ شروع ڪري ٿو ان وچ ۾ منچ تي اوندهه ۽ ڪجهه پلن ۾ روشني ٿئي ٿي. اسٽيج تي هن وقت ڊاڪٽر اشوڪ ۽ مينگهاڻي ڪو نه آهن. منچ تي هن وقت ناٽڪ جو پهريون ڪردار سيٺ هريداس اميرچند ڪرسيءَ تي ويٺو آهي ۽ ٽيبل تي چوپڙي جو ڪم ڪري رهيو آهي. ڪجهه پلن بعد سيٺ هريداس اٿي منچ تي هيڏانهن هوڏانهن چڪر ڪاٽيندي ڌال کي سڏ ڪري ٿو.)

هريداس اميرچند: جيئني اڙي! او جيئني. الائجي ڪاڏي مري وئي؟ پڙهيس ڪنهن ڪاليج مان فرسٽ ڪلاس، ڪو اڪاڻو ڪونهي ۽ ورجي هن کي رلڻ

مان درست ڪوانهي (دشمڪن ڏانهن) جمني او جمني اچــي ته اها تو چمڪ ڪيالس جو ناسي ٻـاد اچي ويندس جمني ..... اڙي او جمني .....

(جمني ولڏي کان ٻاهر اچي ٿي، هٿ ۾ ونڊا الس.)

جمني : الائي ڪهڙي سان اچي ٻالو ٿيو آهي. راسه جو ابرابر سمهڻ نٿو ڏئي ۽ ڏينهن جو وري جاڳڻ نٿو ڏئي (ٻرسان ٿيندي) ڇٿو ڪهڙو ڪم اٿو؟ جو هيئن ڪٽي صبح-صبح جو ڪرڪيٽ وانگر رننگ ڪاميٽري شروع ڪئي اٿو؟

غريبداس : ڏس جمني اڄ ٻرباد ته مان ٿيڻ کان وڃي هئس ۽ تو سان شادي ڪري سڄو ٻرباد ٿي ويس.

جمني : (کجاڻيندي) آهه..... ها شادي ڪري ڏاڍو برباد ٿيا آهيو اهـــا ته صرف مولڪي خبر آهي ته شادي کان اڳ توهان لوفرن وانگر ٻان ڪاڻي مهمڻجي گهر جي اڳيان - پڻيان چڪر هڻندا هئا.

غريبداس : اَن جو ٿي ته ڦل ٻوٽي رهيو آهيان سچ ٿو. ته شادي ڪيان هان ۽ نه تي ٻيار چمن هان. ٻرڏاءِ ته سهڻي چالو ڪري تهنجو لاڏاو؟ اڄ تهنجي سيڪلڊي جي ڪاليج جو امتحو اڪرڻو هو ا؟

جمني : صدقي وڃان مان تهنجي لال ٿان. سچون سچون راتيون جاڳي چا ته منڙي تهنجو حال ڪري ڇڏيو آهي. اصل وڃارو ڳري ڪندا ٿي ويو آهي. اصل جهڙي ڳڃهه ٿيو لڳي.

غريبداس : چورو ٻڙهي-ٻڙهي ڳڃهه ٿي ويو آهي يا سامهون واري ٻاريتيءَ سان لائين ٿو ماري. سوٽـر گهر ۾ پٽ ٿي ٻاريتيءَ جـي مورت هٽي ڪري هيئان وري سامهون واري ٻـاريتيءَ ڇوڪريءَ سان لائين ٿو مـاري. سچاڳي مولڪي الو ٻڻائڻ جي ڪوشش ٿو ڪري.

جمني : باڪل ٺن ۾ ٻلا ڪهڙو شڪ، توهان آهيو ٿي الو. جي توهان الو نه هجو ها ته مهنجي چڪر ۾ ڪيئن ڦاسو ها.

غريبداس : اڙي جمني...... جمني ذرا سوچ جي مسـان الو ته ٿون ڪير؟ تهنجو پٽ ڪير؟؟

چمني : (اٿي ۽ کلندي) اڙي سچي هـــا توهانجي ايڪراس ۽ منهنجو ڪمرو ٽئي
چانهه لئي سڪي ڪيرڻي ئي واو هوندو.

غريبداس : وچ منهنجي لاءِ گرما گرم تازو پستن سان پيل ڪمر جو گلاس کڻي اچ ته
ذرا دماغ کلي. وچ وچ جلدي ڪري! (چمني رلنڊي ۽ وڃي ٿي. غريبداس
درشڪن ڏانهن منهن ڪري) توبهه منهنجي ڀڳوان، ڇو ڪمر مان
شادي؟ واه....واه.... شادي جو نالو ٻڌي سڀئي ڪنوارن جي ڪنڪ لئي
وهي وڃي. ٻر خبر نه آهن ڪي هوندي جن ڪي ڦٽا ڦٽ ٻار ٿيا هوندا.
اڙي ڪنوارو، مان سچ ٿو چوان نه شادي نه ڪجو. شادي معنيٰ ئي
آهي بربادي، هاڻي پنهنجا توهان مولڪي ئي ڏسو بربادي جو هڪ تازو
ترين مثال.
(ڊاڪٽر اشوڪ آڏواڻي ٻاهران پرويش ڪري ٿو.)

ڊا. اشوڪ : هلو (Hello) انڪل ڀڳوان توهانجي وڏي ڪري......

غريبداس : (عجب وچان) هلو انڪل ڇورا ڪاڏي هلان؟ ڀڳوان توهانجي وڏي
ڪري؟؟ ڇورا ڀڳوان ڇا وڏي ڪري؟؟؟

ڊا. اشوڪ : اوهه ڀڳوان توهانجي عمر وڏي ڪري ائين ڪجهه نه!

غريبداس : (خوش ٿيندي) اوهه ڇورا ائين سڌي سنواٽي ڳالهه ڪر اي. هيئن ٽرولين
۽ ڇو پيو ڳالهائين. پر ڇورا تون ڪهڙ ملڪ جي پيو آهين ڇا؟

ڊا. اشوڪ : انڪل توهان مولڪي نٿا سڃاڻو، مان توهانجي دوست طوطارام جو پٽ
گنگارام آهيان.

غريبداس : اڇا .... اڇا طوطي جو پٽ، سچ پچ طوطو واچارو پلو ٻاٽهو هواندو هو.
ڪالهه ئي مان سندس جي ڀڳڙان ٽان پڙ ٿي آيس.

ڊا. اشوڪ : (عجب مان) ڀڳڙان ٽان ٿي آيس پر انڪل منهنجو پيءُ نه اڃا جيئرو
آهي ۽ ڪالهه اسان ڊئڊ جو جنم ڏينهن پڻ ملهايو هو. ۽ ها.... ڀڳوان
ڊئڊيءَ جن جي اڳهر لئي وڏي ڪري ڇڏي آهي عمر.... عمر.

غريبداس : (عجب وچان) جيئرو آهي! تون ڪهڙي طوطي جو پٽ آهين ؟

ڊا. اشوڪ : ڊاڪٽر طوطارام جو پٽ ڊاڪٽر گنگارام.

غريبداس : اڇا- اڇا ڊاڪٽر طوطي جو پٽ ڊاڪٽر گنگو آهين.

چمني : (رلنڊي مان ايندي) هان والو ڪمر جو گلاس.

هينئان سيتا ماتا جي پوڄا ڪريان ٿي. [ چيني کير جو گلاس کڻي اچي
ٿي ۽ راجيش کير جو گلاس وٺندي] اوهه، کير! مون کي منهنجو ڪيترو
نه خيال آهي. گهر ۾ مان جنهن وقت نه هجان ته تو ٽاڻي کير ملي ٿو.
سچ پچ مون جهڙي نه ٻي جوڙي.

غريبداس : (خوشيءَ وچان) ۽ پٽ راجيش ڪٿان؟

راجيش : توهان لاءِ ٻئي جا ڇوان، توهان کان نه پڇي ٿي نه هجي نه سٺو.

غريبداس : (غصي ۾) هان! ڇورا لک جي لانت اٿئي، نڪتا ڪهڙا آهن؟

چيني : (پيار ڪندي) گهورجي وڃانس لعل تان. مولئي پٽ تنهنجي پيپرن جو
نتيجو ڪيئن آيو آهي؟ ( راجيش روئندي ) رزلٽ مميءَ کي ڏئي ٿو ۽
زور سان روئڻ لڳو اٿس، چيني رزلٽ وٺندي عجب مان ڇوي ٿي )
مولئي پٽ روئين ڇا لاءِ ٿو؟ پٽ ڇا ڳالهه آهي؟؟

غريبداس : ٿيو هوندو نپاس ٻيو ورهيه ڇا لاءِ روئندو. وڃ اوهان منهنجي لاءِ کير جو
گلاس کڻي اچ.

چيني : چپ نه ڪيو. منهنجو لعل گل روئي رهيو آهي ۽ توهان کي وري کير
جي لڳي آهي. ڇو مولئي پٽ منهنجا لعل روئين ڇو ٿو؟ نپاس ٿيو
آهين ڇا؟

راجيش : (سڏڪا ڀريندي) نه.... مان ان ڪري نٿو روئان، مان روئان ان ڪري ٿو
ڇو نه کير ۾ ڪاڄو، ڪشمش گهٽ آهن ۽ ملائي نه آهي لسي ڪولڊ.
اٿين نه مان امتحان ۾........

غريبداس : (اٿي ۾ ڪنهندي) ڏي نه ڏسان تنهنجي امتحان جو نتيجو ( رزلٽ وٺي
ڏسندي) سنڌيءَ ۾ اڪويهه مارڪون.... لک جي لانت اٿئي، هنديءَ
۾ ٻارهان مارڪون هان اٿئي سوئر، انگلش ۾ سترهن مارڪون...... ٻڍا
ڪهڙا آهن ( پڙهي ڏيندي ) نو ۽ ڪيڏو ٻيءَ جو نالو! ايڪانامڪس ۽
ڪامرس ۾ ويهه ويهه مارڪون، اڪائونٽنسيءَ ۾ نيويهه مارڪون.... ناانڍ
ڪل ملائي سڀئي وشين ۾ ئي ناپاس.... ڇورا مان هوندو هوس نه اسي اسي
مارڪون کڻندو هوس. سڀ جا سڀ اسڪول جا ماستر ۽ ماسترياڻيون
مونکي پيار ڪندا هيون ۽ اسڪالرشپ گولڊ ميڊل ٻئي ملندو هو ۽ تون
ڇورا لک جي لانت....

راجيش : (خفي ٿيندي) اوهه....... هو ٻڌڻ توهان ٻنهين رزلٽ جي مٿان ڳالهه نه پڙهو.

غريبداس : (پڙهندي، والڙو ٿيندي) مينگهاڻي غريبداس امرچند، ڇورا هيءُ نه..... منهنجي رزلٽ آهي.

راجيش : (خوش ٿيندي) ها ڊئڊي اها توهانجي رزلٽ آهي. ڪلهه رڊي پنن مان (پيتيءَ) ڪڍي، توهان لڪائي رکي هئي نه. منهنجي رزلٽ نه هيءَ آهي. هندي ۾، سائنس ۾ 100 مان 69-69 مارڪون، اڪائونٽس ۾ 72 مارڪون، انگلش ۾ 75 مارڪون، ايڪانامڪس ۽ ڪامرس ۾ 64-64 مارڪون ۽ سنڌي وشيه ۾ سڀني کان وڌيڪ مارڪون يعني نه 100 مان 83 مارڪون.... ڊئڊ ماستر/ماسترياڻيون توهان کي پيار ڪندا هئا ڪ نه هاڻي مولڪي ڪندا....... ڪواسٽ مخدل توهان کي ملير هو يا هاڻي مولڪي ملندو؟

جيلي : ڏاڏو نه منهنجي ڪلڙي جي رزلٽ، ڪ نه توهان وانگر وڏو چوڪرين کي لائين مارڻ ۾ پورو.... هاڻي اندر هلي ڪمر جو گلاس پيئو نه ڪالي وري پيو ڪولي اچي نه پي وڃي. (اٿي اندر وڃي ٿي، فون جي اهل وڃي ٿي، راجيش فون کڻي ٿو.)

راجيش : هلو.... ڪير؟ مينا! ڪهڙي مينا؟.... ڇا ڇهو ڪٽن جي اسپتال!؟ توهان کي ڪهڙو نمبر کپي؟ ڇا توهان جو ڪٽو ڪاسليٽ پي ويو آهي؟ نه اِن ۾ مان ڀلا ڇا ڪيان؟.... مان جلدي اچان؟........ نه ايمبس - ڇا؟ توهان جي روم ۾ ڪٽو هاڻي ٽيرا ٽو پائي.... (ٿورو سوچي) ها نه ڇا ڇهو توهان.... توهان جو ڪٽو ڪاسليٽ پي ڪري ڪهر ۾ گول- گول چڪر ٿو ڪاٽي.... نه اِن ۾ ڇا ٿي پيو توهان نه ڪٽي جي پٺيان- پٺيان چڪر ڪاٽيو.... جڏهن ڪتي جو ڪاسليٽ ختم ٿيندو نه پاڻهي چڪر ڪاٽڻ بند ڪندو....... (غصي ۾) هاڻي فون رکو....... (رسيور رکي دريشڪن ڏانهن.) هونءَ موڊ ئي خراب ڪري ڇڏياڻون. (پڻ ٿي شڪر پکوان ۽ پارٽيءَ جي مورتيءَ ڏانهن وڃي ڪري) ٿورڪي ڇا آهي پالي پولانت.... ٿون نه پارٽيءَ سان ڏاڍيون لاون ٿو لهين ۽ هڪ مان آهيان جنهن جي اندر ۾ ٻرن ٿيون ٻيون.... هي منهنجا ام ام پولانتا! جنهن

توهان پارٽيءَ سان شادي ڪئي آهي ليڪن منهنجي ته ساههون واري
پارٽيءَ سان شادي ڪرائي ڇڏيو .... مان پاس ٿو پاسيان ته توهان جي
نالي کي ڇهٽي ڇنڊ 'سنڌ پت ڌيهون' جيسي مٺاڻي کي ڌهن پٽسن جون
رنڊڙاڻو ۽ ڪتاب پرساد ورهائيندس.

ڊا. اشوڪ : (در پنيان لڪي ڪري) اڇا، مان منهنجي پڳڙي ڌسي تو کي ڏاڍو
پرسن ٿيو آهيان. گهر جهڙو گهرڻو هجڻي.

راجيش : (اکيون بند ڪندي) هي.... ام .... پر ٻولا ناٿ سان پارٽيءَ سان شادي
ڪرڻ چاهيان ٿو.

ڊا. اشوڪ : ٺيڪ آ ستو .... ائين ئي ايندو اڇا، مان تو کي هڪ پارٽي ته ڇا 10-10
پارٽين سان شادي ڪرائي ٿو ڇڏيان.

راجيش : (عجب مان) ڌهن پارٽين سان؟ ڪائي Disco شنڪر ڀڳوان آهيو ڇا؟
پر ته ٻولا ناٿ جي ڪنوارن کي خبر پئجي ويئي ته توهان مون لڪي ڌهن
پارٽين سان شادي ڪرائي رهيا آهيو ته سڀ جا سڀ ڪنوارا ڇوڪرا
ٻين ڀڳوان کي ڇڏي توهان جي پوڄا ڪرڻ شروع ڪندا.

ڊا. اشوڪ : (در مان ٻاهر ايندي) تون پنهنجان ڌس سڀ ڪنوارا منهنجي پوڄا ڪندا
ڪ ته پٿر هڻندا.

راجيش : (پنهان ڌسندي) اڙي اشوڪ تون ؟!

ڊا. اشوڪ : ڇا حال اٿئي راجيش؟

راجيش : حال ته ٺيڪ آهي، پر تنهنجا سوٽ جا ٽڪ ڪليا پيا اٿئي.

ڊا. اشوڪ : (شرمائجي اٿڻ پائيندي) اوهه -Thank you ڇا آهي .... ته ته .... ڪالهه
هيئن آهي ته پاڪ روم مان سڌو ٻاهر اڪيو هوس. پر ته يار تون اڄ
اداس ڇو ٿو لڳو اڄين؟

راجيش : ڌس ته يار منهنجي گهر ساههون هڪ حسن/مڪان/ نازنين منهنجي دل
ربا ڇوڪري رهندي آهي شڪل اهڙي ته انس جڻ ته دهليءَ جو لعل
قلعو، اک ته اهڙو انس جڻ جئپور جو راج مندر ٺمير .... ڳل جهڙا ....
ڳاڙها-ڳاڙها ٽماٽا... اکيون ته جهڙاون غريب جي جهوپڙيءَ ۾ اڙلڊڙ لالٽين....
بس يار الهن ڀيٽي مون لڪي منجهائي ڇڏيو آهي. پاڳل ڪري ڇڏيو آهي.
هڪو علاج پڌاء ته يار- تون ته ڊاڪٽر ته آهين.

ڊا. اشوڪ : چڱو ٺيڪ... مان سوچيان- (سوچيندي)

راجيش : دوست ڏينهن ته مان ڇهولي لعل جي پوڄا ڪري موٽيس ته : اي! مهڏا لعلن جا لعل- ڇهولي لعل .... گهر جي ساٿين توهان گهر نه ڏنو. جي گهر ڏنو ته اُن ۾ حسين ڇوڪري نه ڏني....... جي حسين ڇوڪري ڏني ته پوءِ .... اُن سان لائين مارڻ جو پورو- پورو چانس (موقعو) ڏيو. (پنجاب جي لوڪ ۾) ڏس يار اوهان ڪجهه نه ڪريو.... ڪٿان نه ڪري مونکي پاريکيءَ سان شادي ڪراءِ.

ڊا. اشوڪ : (اورو سوچيندي) تنهنجي اسٽوري (ڪهاڻي) مشهور سنڌي فلم "هل ته هلون" وانگر آهي. اُن ۾ فلم جو هيرو راجن سچي، هيروئن سونيا سواميناٿاڻيءَ کي ڀڄائي وٺي وڃڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پر اُن فلم ۾ هيرو جو پيءُ رميش جاچاڻي اهڙي ڪم ۾ ساٿ ڏئي. ليڪن تنهنجو پيءُ نه ڪري ٿو. راجيش هيڏاهين اچ، مان توکي هڪ آئيڊيا ٿو ٻڌايان. جنهن تنهنجي شادي پاريکيءَ سان ٿي وڃي. (ڊاڪٽر اشوڪ راجيش کي ڪن ۾ آئيڊيا ٻڌائيس ٿو ۽ راجيش ٻڌي ڪري خوشيءَ وچان ٽپو ڏئي ٿو.)

راجيش : اوهه، ڊاڪٽر اشوڪ Thank you very much توهان منهنجا ڏاڍا سٺا دوست آهيو. تو مونکي ڏاڍي Best آئيڊيا ٻڌائي آهي. (ڊاڪٽر اشوڪ سان هٿ ملائي ٿو.)

ڊا. اشوڪ : چڱو- چڱو ٺيڪ آهي هاڻي جلد پنهنجي ڊيڊيءَ کي سڏ ڪر. ان کي مان سمجهائيندس. (ڊاڪٽر اشوڪ ٻاهر وڃي ٿو ۽ راجيش غريبداس کي سڏ ڪري ٿو.)

راجيش : ڊيڊ.... او ڊيڊ

غريبداس : (ٻاهر ايندي) اچان ٿو .... اچان.... ڇا جا ڳالهه آهي؟ ۽ ڪهڙن لفظن سالولد ۾ ڇو ٿو سڏ ڪرين؟

راجيش : ڊيڊ مونکي ساٿين واري پاريکيءَ سان شادي ڪرڻي آهي.

غريبداس : تنهنجي شادي پاريکيءَ سان ڪونه ٿيندي ۽ جتي مان چاهيندس اُتي تنهنجي شادي ڪرائيندس سمجهين!

راجيش : ڊيڊ ۾ مان اُن سان پيار ڪندو آهيان ۽ جي مان شادي ڪندس ته پاريکيءَ سان ڪندس.

غريبداس : مان پڇان ٿو ڪهڙي سنائي آهي سامهون واري پارٽيءَ ۾؟ جو شادي-
شاديءَ جي رٽ لڳائي ويٺو آهين.

راجيش : ڪهڙي خرابي آهي ان ۾!

غريبداس : هيڪ هيڪي ۽ توکي ٻڌايان ٿو؟

راجيش : ڊئڊ هوءَ غريب ۽ گهٽ ذات جي آهي ۽ شاديءَ ۾ موکي ڏيتي ليتي
گهٽ ملندي اهائي خرابي آهي نه ان ۾.

غريبداس : ها...ها اهائي خرابي آهي ان ۾ (غصي ۾) مان توکي اهڙو پڙهائي
لکائي ڪنهن عهدي تي پهچايو آهي ۽ ان ڪري موکي اها رقم وياج
سميت تنهنجي شاديءَ ۾ ڏيتي ليتيءَ جي روپ ۾ وٺڻي آهي سمجهئين....
۽ ها ڪن کولي ٻڌ ته اڄ کان پوءِ ته ڇا پر تنهنجو پيءُ ته هن سان
شادي نه ڪندو سمجهئين. This is my order !

راجيش : ڊئڊ پوءِ ته توهان ته پنهنجي ڇڏيو، دنيا جهڙي ڪا به طاقت اسان جي پيار
کي روڪي نٿي سگهي ٻوءِ.... پوءِ ڀلي ڇاهي اهو منهنجو سڳو پيءُ ئي
ڇو نه هجي.

غريبداس : (غصي ۾ اچي راجيش کي چماٽ هڻي ٿو) نالائق پيءُ جي سامهون ٿو
ٻولين...... بد تميز توکي شرم نٿو اچي؟.... مان چوان ٿو ٽري وڃ منهنجي
اکين اڳيان (راجيش چڪر کائي هيٺ صوفا تي ڪري پوي ٿو ۽
بيهوش ٿي وڃي ٿو) راجيش پٽ ڇا ٿيو توکي؟....:
راجيش پٽ راجيش .... ڊاڪٽر او ڊاڪٽر ....

ڊا. اشوڪ : (اندر ايندي) آئون اچو آئون. توهان ڊڄو نه ڪيو. مونکي سڀ
خبر آهي.

غريبداس : (بيچينيءَ وچان) ڇا توهان کي خبر آهي؟.... ڇا ٿيو آهي هن کي؟؟
جلد ٻڌايو ڊاڪٽر ڇا ٿيو آهي هن کي؟

ڊا. اشوڪ : (دک ظاهر ڪندي) Uncle ڇا ٻڌايان .... توهان کي سچ پچ ٻڌائيندي ڏاڍو
ڏک ٿيندو ته توهانجي پٽ راجيش کي هارٽ اٽيڪ يعني دل جي
بيماري آهي. (جيئن اهو ٻڌائيندي ٿي ته هٿ مان گلاس جو گلاس
ڇڏائجي وڃي ٿو ۽ راجيش ڏانهن ڊپ کان ڏسندي اچي ٿي، غريبداس
وائڙو ٿي وڃي ٿو.)

جملي : (روئندي) دل جي بيماري! نه... نه... ائين ٿي نٿو سگهي ڊاڪٽر......
ڊاڪٽر چئو اهو سڀ ڪوڙ آهي ... غلط آهي. (روئي ٿي)

ڊا. اشوڪ : ڪاش! (ٿڌو ساهه کڻندي) جيڪو اهو سڀ ڪوڙ هجي ها! ها آنٽي راجيش کي دل جي بيماري آهي ۽ اها ڳالهه مونکي گهڻو وقت اڳ خبر هئي پر راجيش توهانکي ٻڌائڻ لاءِ منع ڪئي هئي... ۽ هيئنر راجيش جي عمر گهڻي ڪونهي.

غريبداس : هي ڀڳوان تو هيءَ ڇا ڪري ڇڏيو، منهنجي پٽ کي دل جي بيماري آهي ۽ اسان کي خبر به ڪانهي. ڊاڪٽر ان بيماريءَ جو ڪو علاج به ته هوندو نه؟

ڊا. اشوڪ : اڄ ڏينهن تائين دنيا جي اندر اهڙو ڪو به ڊاڪٽر يا سائنسدان ڪونهي جنهن دل جي بيماريءَ جو مڪمل علاج ڳولهي ڪڍيو هجي. هتا باقي هڪ ٻيو طريقو ضرور آهي.

جملي : (اتاولي ٿي) ڪهڙو اپاءُ آهي ڊاڪٽر جلد ٻڌايو....

ڊا. اشوڪ : اپاءُ اهو آهي ته مريض جي هر خواهش پوري ڪئي وڃي. باقي ته ڀڳوان هن جي وڏي ڪري عمر.

جملي : هيءَ ڇا ٿي ويو منهنجي اکين جي نور کي ڪيترا دفعا چيو ٿي مانءِ ته ٻار کي هيئن ڊوڙ نه ڪيو... ڏٺو ڊاڪٽر ڇا چيو هن جي، هر خواهش پوري ڪئي وڃي پر توهان آهيو جو هن جي هر خواهش ۾ ٽنگ اڙائي بيٺا آهيو. (راجيش آهستي آهستي هوش ۾ اچي ٿو.)

راجيش : مان ڪٿي آهيان؟ ڪٿي آهيان ؟؟

غريبداس : پٽ تون منهنجي گود ۾ آهين (ڳراٽڙي پائي).

راجيش : مان پاربتيءَ جي گود ۾ ناهيان ڇا ؟.... مون تون هيئن گول- گول ڇو ٿي لڳين؟؟ ڊيڊ توهانجي شڪل ٻلي وانگر ڇو ٿي وئي آهي ؟؟

غريبداس : (ٺانڪو ڪندي) نه پٽ منهنجي شڪل جنم کان وٺي ائين ٿي آهي.

راجيش : ڊيڊ توهان جو آواز اڳي کان مٺو ڇو ٿي ويو آهي ؟

غريبداس : مٺو نه پٽ! نه مونکي زڪام آهي ان ڪري توکي ائين ٿو لڳي.

راجيش : ڊيڊ مان پاربتيءَ سان شادي ڪرڻ ٿو چاهيان.

غريبداس : (پيار وچان ڳراٽڙي پائيندي) ها پٽ چوءِ.

جيٺي : ها پٽ تنهنجي شادي پاروتيءَ سان ٿيندي.

غريبداس : (ڳالهه کي بدلائيندي) جيٺيءَ هن وقت اسان کي مريض کي حيران ڪرڻ نه گهرجي. اسان کي روم ۾ هاڻ گهرجي ته جيئن راجيش هتي آرام ڪري سگهي (ٻئي وڃن ٿا. راجيش ڊاڪٽر اشوڪ کي سڏ ڪندي)

راجيش : اڙي ڊاڪٽر.... (پنهنجو پاڻ سان) اڙي مونکي ته دل جي بيماري آهي ان لاءِ آهستي سڏ ڪرڻ گهرجي...... ڊاڪٽر.... ڊاڪٽر!

ڊا. اشوڪ : ڇو ڇا آهي؟

راجيش : (زور سان) ڪنهن کي خبر نه پوي.... اوهو Sorry .... دل جي بيماري (آهستي) ڪنهن کي خبر نه.... نه پوي ته.... مونکي دل جي بيماري ڪانهي ........

ڊا. اشوڪ : يس.

راجيش : (خوشيءَ ۾) هاڻي اسان ٻنهي جي شادي ٿيندي.

ڊا. اشوڪ : ڪنهن سان؟

راجيش : توهان سان نه پاروتيءَ سان- هاڻي پاروتي مون سان گڏ وڻديءَ جا ست ڦيرا پائيندي ۽.... ۽.... ڪاليج جا اهي ڏينهن....

— SEEN CHANGE —

[راجيش ۽ پاروتي ٻئي هڪ ٻئي جو هٿ هٿ ۾ جهلي ڇنڊي طرف کان منچ تي گهمي رهيا آهن. ٿوري وقت بعد راجيش ٽيبل تي ويٺو آهي ۽ پاروتي لڪي ڪري اچي راجيش جون اکيون بند ڪري ٿي، راجيش پاروتي کي چوي ٿو "هاڻي تنهنجي منهنجي شادي ٿيندي." ڪجهه پلن لاءِ منچ تي اونده ۽ روشني ٿئي ٿي، منچ تي غريبداس، جيٺي ۽ ڊاڪٽر هڪ سنڌي لاڏي جي ڌن تي اچن ٿا. لاڏو ڳالو آهي].

"رک سنڌسيءَ تي پير، منهنجا مور لاڏا،
چپ چور، مڇ موڙ، منهنجا مور لاڏا،
چڙهه گهوڙيءَ تي گهوٽ، منهنجا مور لاڏا..!"

[ ڪجهه پلن ۾ وري اونده، سڀ اندر وڃن ٿا. وري روشني ٿئي ٿي، ٻاهر در تي پاروتي ڪنهن ڪنوار جي ويس ۾ بيٺي آهي ۽ ڪنهن ڪنوار

ڪانٽيڻ گهر ۾ ٻيهر گرهڻ ڪرڻ لاءِ اُن جا ٻيهر مٿڙ ڪري رهيا آهن.
غريبداس، راجيش ۽ پاربتي روم ۾ وڃن ٿا. مدح لئي جيلي ۽ ڊاڪٽر
اشوڪ ايندا آهن. ڊاڪٽر اشوڪ جيلي کي چوي ٿو]:

ڊا. اشوڪ : آنٽي ڀڳوان توهان جي وڏي ڪري .... عمر ۽ توهان کي توهان جي پٽ
جي شاديءَ جون لک لک مبارڪون ۽ منهنجي طرفان هيءَ
Present وٺو.

جيلي : (وڏلدي) شادي نہ ٿي وئي.... پوءِ هاڻي اها ڳالهه سمجهہ ۾ نٿي اچي
تہ منهنجو پٽ ڪنوار کي گهٽا ڏينهن سهاڳڻ رکي سگهندو؟

غريبداس : (ٻڏي ڪري ٻاهر ايندي) برابر مان بہ اهو ئي سوچي رهيو آهيان تہ
راجيش ٻاءِ گهٽا ڏينهن جيئرو رهندو؟

ڊا. اشوڪ : (خوشيءَ وچان) Uncle، آنٽي راجيش اڃا سؤ سال جيئرو رهندو؟

جيلي : (عجب مان) هيءَ توهان ڇا چئي رهيا آهيو؟

ڊا. اشوڪ : (سمجهائيندي) ها آنٽي توهان جي راجيش کي دل جي بيماري ڪانهي.
هيءَ تہ صرف پاربتيءَ سان شادي ڪرڻ لاءِ راجيش دل جي بيماريءَ
جو ناٽڪ ڪيو هو. باقي ڀڳوان تہ راجيش جي اُبر ئي وڏي ڪري
ڇڏي آهي عمر.

غريبداس : (غصي ۾) اڇا تہ راجيش کي دل جي بيماري ڪانهي ....... راجيش....
راجيش گهڻو جلد ٻاهر اچ.......

راجيش : (ٻاهر ايندي) ها ڊئڊ اچان ٿو! اوهه، Sorry، دل جي بيماري .... اچان ٿو
ڊئڊ دل ۾ سور ٿو پوي.... هن پاسي تہ جڻ ڪنهن راڪاس پير رکيو
هجي .... هي پاسو خلاص ٿي رهيو آهي ڊئڊ.

غريبداس : (سيائپ وچان) اڇا تہ هيءَ پاسو خلاص ٿي رهيو اٿئي (غصي ۾) اڙي
سوئر دل ساڄي پاسي تہ کاٻي پاسي ٿيندي آهي. هاڻي توکي مولکي
بيوقوف بڻائي نٿو سگهين. مولکي سڀ خبر پئجي چڪي آهي. اکري
وڃ منهنجي اکين اڳيان.... نڪري وڃ ! I say get out

راجيش : ليڪ آهي، توهان کي جڏهن سڀ خبر پئجي چڪي آهي تہ مان وڃان ٿو
(مذاق ۾) ڊئڊ مان وڃان ٿو روڪڻ هجيو تہ روڪيو .... مان وڃان ٿو.

(وڃڻ جي ڪري ٿو وري واپس ايندي) هاڻي مان واپس نه ايندس پر
منهنجو لاش ئي واپس ايندو. (چوندي چوندي ٻاهر هلي وڃي ٿو).

ڊا. اشوڪ : راجيش.... مولتي (راجيش جي پٺيان وڃي ٿو).

چمني : هيءَ توهان ڇا ڪري ڇڏيو؟

غريبداس : (ڪاوڙ ۾) ها! برابر ڪيو، جڏهن نه پئسا خلاص ٿي ويندس ۽ ڊر ڊر
جون ٺوڪرون کائيندو تڏهن خبر پوندس ته سڀ ڇڪان پائيداليهه ٿيندا
آهن ڪين ڇاتيتاليهه سمجهه سياڻي.

چمني : (غصي ۾) توهان ته ڪن کولي ٻڌي ڇڏيو .... جي نه منهنجي مولتيءَ
جوش ۾ اچي ڪري ڪجهه ته ڪري وڌو ته مان ته سڄو گهر مٽي ئي
ڪندس ۽ ان لاءِ جوابدار صرف توهان ئي ٿيندا.

[ الذبو + موجهارو ]

[ ڊاڪٽر اشوڪ راجيش جا ڪپڙا، چمپل، واچ ۽ بٽون کڻي اچي ٿو ۽
روئندي روئندي چوي ٿو ]

ڊا. اشوڪ : آنڪل ........ آنٽي........ توهان کي ٻڌي ڏايو دک ٿيندو ته توهان جو
پٽ ........!

چمني : (انتظاريءَ مان) ڇا ٿيو منهنجي مولتيءَ کي؟........ ڇا ٿيو منهنجي
لاڏلي کي؟

ڊا. اشوڪ : (دک واري لوع ۾) توهان جي پٽ مولتيءَ جي مٿان ........ مٿان گاڏي
لنگهي وئي ۽.... هيءَ آهن انجا ڪپڙا، چمپل، واچ، بٽون....

چمني : (زور سان رڙ ڪندي) نه.... نه ائين ٿي نٿو سگهي. منهنجا لال تون
(ڪپڙن کي هٿ ۾ کڻي زار-زار روئي ٿي.)

غريبداس : (روئندي) پٽ مان نه توسان ائين ئي جهڳڙو ڪيو هو. منهنجو اهڙو
ارادو نه هو.

ڊا. اشوڪ : آنڪل، جيڪڏهن راجيش جيئرو هجي ها ته ڇا توهان هن کي پارٽيءَ
سان سکي زندگي گذارڻ ڏيو ها.

غريبداس : پٽ جي راجيش جيئرو هجي ها ته مان هن کي سرڳ ۾ گهر ٺاهي
ڏيان ها.

راجيش : (ڏاڍيون وڄائيندي ٻاهران اندر ايندي) واهه.. واهه ڊئڊ جيڪڏهن ٽوهان سڀ جيتي رهيا آهيو ته پوءِ مان جيترو آهيان.

جمني : (خوش ٿيندي) پٽ مولئي تنهنجي مٿان ڪانئي جو لکيو وٺي هئي.

راجيش : ها مئي، ڪانئي ته منهنجي مٿان لسکهي وئي هئي پر اُن وقت مان ٻل هيلان ٻئو هوس.

غريبداس : (اچو ڏيندي) لڪ جي لاسٽ هچڪي (سيٽي ڪلن ٿا) وڃ اندر وڃ تنهنجي ڪنوار ٻهڻي ٻارڻي تنهنجو انتظار ڪري رهي آهي.
(راجيش ۽ ڊاڪٽر اشوڪ اندر وڃن ٿا).

جمني : گهوري ...... گهوري وڃان لعل اسان، منهنجو پٽ مولئي جيترو آهي. هيڏانهن منهنجي اکين جي جوت ٿي وڌي وئي آهي.

غريبداس : سياڻي، جهڙا ڪلڪ تهڙا اچا.... جهڙو ٻيءَ تهڙو پٽ! جمني، مان تو سان ان مئريج (Love marriage) ۽ تنهنجي پٽهن وري ساهڙون وارن ٻارڻيءَ سان Love marriage ڪئي ۽ اهو پٽ......؟

— FLASH BACK OVER —

[مڃ تي ڊاڪٽر اشوڪ آڏواڻي ۽ راجيش ميگهاڻي نظر اچي رهيا آهن. ڊاڪٽر اشوڪ اسڪرپٽ ٻند ڪندي چوي ٿو.]

ڊا. اشوڪ : واهه.... واهه مسٽر ميگهاڻي واهه....! سچ پچ هيءَ ناٽڪ پڙهڻ کان پوءِ توهان جي زندگيءَ جا ماضيءَ جا سڀ سواهري ورڪ هن ناٽڪ ۾ چٽا نظر اچي رهيا آهن.... سچ پچ جڏهن هيءَ ناٽڪ سنڌي رنگ مڃ تي پيش ٿيندو ته هي ناٽڪ اسانجي مڃ کي مالا مال ڪري ڇڏيندو. سنڌي رنگ مڃ جي اتهاس ۾ هن ناٽڪ جو نالو سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو.... ها! مسٽر ميگهاڻي ٻاه ڏي وي.... ليڪن توهانجي جيون ۾ هيئن اچانڪ ڦيرو ڪيئن اچي ويو؟

راجيش : (جڏهاسي ۾) قدرت ته ڪڏهن ڪڏهن انسان کان ڪجهه عجيب امتحان وٺندي آهي. اهڙو ئي هڪ امتحان قدرت مونکان پڻ ورتو.

ڊا. اشوڪ : ڪهڙو امتحان؟ مسٽر ميگهاڻي.

راجيش : هڪ ڏينهن منهنجي پتنيءَ جي ڊليوري ٿيڻ واري هئي ۽ ٺيڪ اُن ئي ڏينهن منهنجي ناٽڪ جو شو رکيل هو.... هزارين درشڪ منهنجي ناٽڪ جو انتظار ڪري رهيا هئا ۽ منهنجي پتني اُن وقت زندگي ۽ موت جي وچ ۾ لوڏا کائي رهي هئي ۽ هن مونکي مئٽرنٽي هوم کان ٻاهر نه ٿي وڃڻ ڏنو.

ڊا. اشوڪ : پوءِ ڇا ٿيو مسٽر مينگهاڻي توهان اتان نڪتا؟

راجيش : ها.....! مان نه چاهيندي به اتان نڪري اچي ناٽڪ جو شو ڪيو (ڪنگهي ٿو) ۽ شو پوري ٿيڻ بعد خبر پيئي ته منهنجي نار ڊليوريءَ ۾ گذاري ويئي .... مونکان هميشه-هميشه لاءِ جدا ٿي وئي [ راجيش جي ڪنگهه وڌي وڃي ٿي.]

ڊا. اشوڪ : مسٽر مينگهاڻي هيءَ توهان کي اچانڪ ڇا ٿي ويو. توهان پاڻ کي سنڀاليو مسٽر مينگهاڻي.

راجيش (ٿڪ واري لهجي ۾) سنڀاليان ....... جڏهن سنڀالڻ کپندو هو تڏهن نه سنڀاليو .... مونکي ڌرمپتنيءَ جي موت جو ڪافي صدمو رسيو. هاڻي ته بس اُن ڏينهن کان منهنجي جيئڻ جي تمنا ئي مري ويئي ۽ هن وقت ڊاڪٽر منهنجي سرير ۾ بلڊ ڪئنسر پڻ ڦهلجي چڪي آهي. بس مان هاڻي وڃي رهيو آهيان.

ڊا. اشوڪ : نه مسٽر مينگهاڻي نه توهان اسان کي هيئن اڪيلو ڇڏي وڃي نٿا سگهو.

راجيش : مان موڪلائڻ کان اڳ توهان مون سان هڪ واعدو ڪيو ته توهان به مون وانگر هن سنڌي رنگ منچ کي سدائين امر رکندا ۽ اڳي کان به وڌيڪ-وڌيڪ ناٽڪ ڪري سنڌي رنگ منچ جا گهڙا ڀريندا. (راجيش مينگهاڻي جي ڪنگهه جي رفتار تيز ٿي وڃي ٿي ۽ ڪجهه پلن ۾ هو هيٺ ڪري پوي ٿو.)

ڊا. اشوڪ : ها! مسٽر مينگهاڻي مان پڻ ائين ئي ڪندس. (مينگهاڻيءَ جي ڪنگهه اڳي کان به وڌيڪ تيز ٿي وڃي ٿي ۽ هن جا پراڻ پکيءَ وانگر پرَ ڪري اڏامي آڪاس ۾ وڃن ٿا .... (راجيش جي زندگيءَ جي ناٽڪ جو پردو هيٺ ڪري ٿو.)